# نُور

# سنڌي گرامر

سنڌي نثر، نظم جي وصفن سميت


مصنف

**بشير احمد جوکيو**

ايم - اي سنڌي / ايم - اي اسلاميات / بي ايڊ
سابق ايچ -ايس - ٽي اين جي وي هاء اسڪول ڪراچي
حال سينئر ٽيچر سنڌ ماڊل اسڪول ڪراچي



نيو ڪانيا واڙ اسٽور
اردو بازار ڪراچي

# نور

## سنڌي گرامر

سنڌي نثر ۽ نظم جي وصفن سميت

مصنف

بشير احمد جوکيو

ڪاٺياواڙ اسٽورز
اردو بازار ڪراچي
فون: 2638025

ڪتاب جو نالو: نور سنڌي گرامر

مصنف: بشير احمد جوکيو

ڇپائيندڙ: عبدالغفار ميمڻ

فارميٽنگ: عبدالقيوم قاسماڻي

ڇاپو: پهريون

سال:

قيمت: 60

# انتساب

آءٌ پنهنجي هيءَ پيشڪش، منهنجي محسن، مخلص مربي استاد مرحوم حضرت مولانا حاجي علي محمد خاصخيلي رحه جي نالي منسوب ڪريان ٿو، جنهن جي توجهه ۽ تربيت جي فيض ۽ برڪت جو هيءُ نتيجو آهي.

# پہ اکر

سڀ تعريفون انهي رب العالمين کي جڳائين، جنهن انسان کي اشرف المخلوقات ڪري پيدا ڪيو ۽ پنهنجو نائب ڪري زمين تي موڪليو ۽ قوت گويائي جي نعمت سان نوازيو. صلواتون سلام ملي محمد ﷺ تي جيڪو رحمة العالمين آهي، جنهن جي وسيلي جهان ۾ جهالت جي اونداهي ختم ٿي ۽ علم و ايمان جي نور سان دنيا منور ٿي.

گرامر جهڙي مشڪل موضوع تي لکڻ مون جهڙي ڪم علم واري لاءِ ڏاڍو مشڪل ڪم هو. پر رب تي توڪل رکي لکڻ شروع ڪيم. ڪافي عرق ريزيءَ کان پوءِ، پنهنجي ڄاڻ آهر مڪمل سنڌي گرامر اصطلاحن، پهاڪن، اشتقاقن، علم بيان ۽ علم عروض وغيره سميت لکيو اٿم. اميد ته شاگردن، استادن ۽ بين اهل علم گرامر سان چاهه رکندڙن لاءِ انشاءَ الله فائدي وارو ثابت ٿيندو. گهڻن ئي سنڌي، اردو ۽ انگريزي گرامر جي ڪتابن تان مدد ورتي اٿم. آءٌ انهن ڪتابن جي مصنفن جو شڪرگذار آهيان.

## مرحوم حاجي عبدالستار ميمڻ

### مالڪ ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور ڪراچي

۽ لاڙڪاڻي وارو سنڌي زبان جي وڏي ڄاڻ رکندڙ هو. پبلشر هئڻ ڪري وڏن سنڌي عالمن ۽ اديبن سان صحبتي هو. سندس همٿائڻ تي مون گرامر لکڻ جي شروعات ڪئي. انهي عرصي ۾ پاڻ حج جي دوران مڪي شريف ۾ وفات ڪري ويو.

جنهن ڪري مون گرامر لکڻ معطل ڪري ڇڏيو. ڇاڪاڻ ته لکڻ کان وڌيڪ ڇپائڻ جو مسئلو ڏکيو آهي. پر سندس نوجوان لائق فرزند عبدالغفار ميمڻ جي اصرار تي گرامر لکي تيار ڪيم جو سندس ڏورن سان ڇپجي تيار ٿيو آهي

آخر ۾ اهو عرض ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان ته ڪابه انساني تاليف يا تصنيف غلطين کان پاڪ ٿي نه ٿي سگهي.

خاص ڪري مون کي پنهنجي ڪم علمي جو گهرو احساس آهي. ان هوندي به مون پنهنجي طرفان پوري ڪوشش ڪئي آهي. پوءِ به اساتذه ڪرام ۽ اهل علم حضرات جي خدمت ۾ عرض آهي ته ڪين ڪابه غلطي نظر اچي ته پڌائڻ جي عنايت ڪن ۽ پنهنجن قيمتي مشورن سان نوازي شڪرگذاري جو موقعو ڏين.

آءُ پنهنجي محسن دوست احسان علي احسن جوکئي جو شڪرگذار آهيان جنهن پنهنجو قيمتي وقت سيڙائي منهنجي هن علمي ڪم ۾ مدد ڪئي.

آخر ۾ آءُ پنهنجن رفيق ڪارن محترم مشتاق احمد مهر صاحب ۽ سائين فيض محمد شاه بخاري ۽ پنهنجي شاگرد ۽ نوجوان ليکڪ انور ڪاڪا جو نهايت ٿورائتو آهيان جن پنهنجن قيمتي مشورن سان نوازيو

ناچيز:

**بشير احمد جوکيو**

30 - 04 - 2004 جمع جو ڏينهن

ڪراچي

# فهرست

| باب | مضمون | صفحو |
|---|---|---|

## پاڳو پهريون

## باب پهريون

# ويا ڪرڻ (Grammer)

هڪ انسان ٻئي انسان سان پنهنجن خيالن جو اظهار زبان جي ذريعي ڪري ٿو. زبان مختلف لفظن ۽ جملن جي ذريعي خيالن جي ظاهر ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي. زبان اڳيئي ڳالهائي وڃي ٿي پوء ٻولي جي ماهرن وري انهن کي اکرن، لفظن ۽ جملن جي جوڙجڪ ڪري ترتيب ڏني آهي. انهي ترتيب جو نالو سنڌي ۽ سنسڪرت ۾ ويا ڪرڻ ۽ انگريزيءَ ۾ گرامر ۽ عربيءَ ۾ صرف ونحو رکيو ويو آهي. وري انهي علم جا ٻه حصا ڪيا ويا آهن. هڪ "صرف" ٻيو "نحو"

## علم صرف Etymology

صرف جي لفظي معنيٰ آهي گردان يا ڦيرو، پر اصطلاحي معنيٰ موجب صرف اهو علم آهي. جنهن مان لفظن جي قسمن ۽ انهن جي صورت ۾ جيڪا ڦيرڦار ٿئي ٿي، تنهن بابت خبر پوي ٿي.

## علم نحو Syntax

نحو جي لفظي معنيٰ آهي "دستور" يا "ريت" پر اصطلاحي معنيٰ موجب نحو اهو علم آهي. جنهن مان خبر پوي ته جملا ڪيئن ٺاهجن. هر هڪ جملي جي لفظن جو هڪ ٻئي سان ڪهڙو لاڳاپو آهي. جملن جي بناوت، تفريق يا ڇيد، ٻيهڪ جون نشانيون هن علم ۾ اچيو ٿيون وڃن.

# اکر يا حرف Letter

سنڌيءَ ۾ ڪل 52 اکر آهن جيئن ته سنڌي زبان جي لپي يا رسم الخط Alpha-bet عربي ٻوليءَ تان ورتل آهي. جنهن ڪري عربي ٻوليءَ جا 28 اکر سنڌيءَ لپي ۾ آهن. سنڌي لپيءَ ۾ پ - چ - ڳ گ نج فارسيءَ جا اکر آهن. هيءَ نج سنڌي اکر آهن ٻ - ڄ - ۽ ڏ باقي سنسڪرت جي اکرن کي پنهنجيون شڪليون ڏيئي استعمال ڪيو ويو آهي. ا - و - ۽ ي ٽيئي اکر حرف علت Vowels به آهن. يعني اهي اکر ٿي به ڪم اچن ٿا. ير آواز جوڙڻ جو به ڪم ڏين ٿا. جيئن ته با - بو - بي وغيره باقي اکرن کي صحيح حرف Consonat چئبو آهي جيئن ته ب - ت - ج ۽ ع وغيره

**وصف:** الف.ب جي 52 نشانين مان هر هڪ نشانيءَ کي اکر چئبو آهي.

# لفظ Word

ٻن يا وڌيڪ اکرن جو ميڙ، جنهن مان پورو مطلب ظاهر ٿئي، تنهن کي لفظ چئبو آهي.

**جيئن ته:** ڪ + ت + ا + ب = لفظ ٺهيو = ڪتاب.

م + ي + ز = لفظ ٺهيو = ميز.

**اهڙي طرح:** ڪاٺ، پنداسين، جو، تون، مان ۽ ڪراچي وغيره

# جملو Sentence

ٻن يا ٻن کان وڌيڪ لفظن جو ميڙ، جنهن مان پورو مطلب ظاهر ٿئي، ان کي جملو چئبو آهي.

**مثال:** 1. حسن لکي ٿو.

2. مريم ماني کائي ٿي.

پر اهڙو جملو جنهن مان مطلب ظاهر نه ٿئي، اهڙي جملي کي اڻپورو جملو چئبو آهي.

**مثال:** 1. هاشم سلو صرف.

2. عمر قلم ۽ سليٽ سان.

# ڳالهائڻ جا لفظ Parts of Speach

سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪي لفظ ڳالهايا وڃن ٿا، اهي مختلف قسمن جا هوندا آهن. ڪي لفظ شين جا نالا هوندا آهن، ڪي لفظ وري انهن نالن بابت وڌيڪ سمجهاڻي ڏين ٿا.

اهڙي طرح ٻوليءَ ۾ جيڪي لفظ ڳالهايا وڃن ٿا اهي اٺن (8) قسمن ۾ ورهايل آهن. جن کي ڳالهائڻ جا لفظ چئبو آهي، اهي قسم هي آهن.

| | | |
|---|---|---|
| 1. | اسم | Noun |
| 2. | ضمير | Pronoun |
| 3. | فعل | Verb |
| 4. | صفت | Adjective |
| 5. | ظرف | Adverb |
| 6. | حرف جر | Preposition |
| 7. | حرف جملو | Conjuction |
| 8. | حرف ندا | Interjection |

## 1. اسم Noun

**مثال:**

1. سانوڻ وڻ رڍون ۽ ٻڪريون آهن.
2. اسڪول، مسجد جي ڀرسان آهي.
3. ميز تي قلم، ڪاغذ ۽ مس رکيل آهن.
4. هفتي ۾ ست ڏينهن ٿيندا آهن.
5. احمد، لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ هوشيار آهي.
6. نيڪي نيندين ڀاڻ سان ڀيو سڀ رهندو هت.
7. مينهن ڀيو آهي چوڌاري ساوڪ ٿي آهي.
8. اميري، توڙي غريبي، ۾ تندرستي ضروري آهي.

مٿين جملن ۾:

1. سانوڻ ۽ احمد ماڻهن جا نالا آهن.

2. رڍون ۽ ٻڪريون ساهوارن جا نالا آهن.

3. اسڪول ۽ مسجد جاين جا نالا آهن.

4. هفتو ۽ ڏينهن وقت جا نالا آهن.

5. مين قلم، ڪاغذ ۽ مير شين جا نالا آهن.

6. پڙهڻ ۽ لکڻ ڪم جا نالا آهن.

7. نيڪي ۽ سارڪ خاصيتن جا نالا آهن.

8. اميري، غريبي، تندرستي حالتن جا نالا آهن.

مٿين سڀني نالن کي گرامر ۾ اسم چئبو آهي.

**وصف:** ماڻهو، ساهوارو، جاءِ، شيءِ، وقت، ڪم، خاصيت ۽ حالت جي نالي کي اسم چئبو آهي. اسم جي معنيٰ آهي نالو.

## اسم ۽ ان جا قسم Kinds of Noun

اسم جا ٻه قسم آهن:

1. اسم ذاتي: ذات

2. اسم صفاتي: اسم صفاتيءَ جا وري ٻه قسم آهن.

1. اسم خاص 2. اسم عام



# اسم ذات Abstract noun

**مثال:**

1. گهوڙي جي وفاداري مشهور آهي.
2. ساوڪ اکين کي وڻندي آهي.
3. ڪوئلي جي ڪاراڻ ڪڏهن به نه ويندي.
4. علي منهنجو ننڍپڻ جو دوست آهي.
5. غريبي ۽ شاهوڪاري خدا جي وس آهي.
6. تندرستي هڪ وڏي نعمت آهي.
7. هرڻي ڊوڙ ۾ تکي آهي.
8. جهيڙو ڪرڻ چڱو ڪم نه آهي.

مٿين جملن ۾:

1. وفاداري، ساوڪ ۽ ڪاراڻ خاصيتن جا نالا آهن.
2. ننڍپڻ، غريبي ۽ شاهوڪاري حالتن جا نالا آهن.
3. ڊوڙ ۽ جهيڙو ڪمن جا نالا آهن.

انهن سڀني نالن کي اسم ذات چئبو آهي.

**وصف:** اسم ذات انهي اسم کي چئبو آهي جيڪو نالو هجي ڪنهن خاصيت، حالت ۽ ڪم جو.

**وضاحت:** اهي شيون جيڪي حواسن جي ذريعي معلوم ڪري نه سگهجن پر فقط محسوس ڪري سگهجن جيئن ته: تندرستي، بيماري، چالاڪي، موڳائي، جواني، پيري، ويهڪ، ناچ ۽ ويڙه وغيره اسم ذات آهن.

**نوٽ:** "الله تعاليٰ" جو نالو اسم ذات آهي.

## اسم ذات ٺهڻ جو چارٽ

| اسم ذات | صفت | اسم ذات | صفت |
|---|---|---|---|
| غريبي | غريب | وفاداري | وفادار |
| شاهوڪاري | شاهوڪار | سارڪ | سائو |
| تندرستي | تندرست | ڪاراڻ | ڪارو |
| سونهن | سهڻو | ننڍپڻ | ننڍو |

## 2. فعل مان اسم ذات ٺاهڻ.

| اسم ذات | فعل | اسم ذات | فعل |
|---|---|---|---|
| ناچ | نچڻ | ڊوڙ | ڊوڙڻ |
| ڪاڏو، ڪاڄ | ڪاٺڻ | ڪِلَ | ڪلڻ |
| | | ويڙهه | وڙهڻ |

## اسم صفاتي Concerte

اهڙا اسم جيڪي ڪن ماڻهن، ساهوارن، جاين ۽ شين جا نالا هجن. جن ڪي صفت ڏيئي ظاهر ڪجي تن کي اسم صفاتي چئبو آهي.

اسم صفاتي ٻن قسمن جا آهن.

1. اسم خاص    2. اسم عام

## 1. اسم خاص Proper noun

1. رستم جي گهوڙي جو نالو رخش هو.
2. تاج محل دنيا ۾ هڪ سهڻي عمارت آهي.
3. ڪراچي پاڪستان جو هڪ وڏو شهر آهي.
4. سنڌو ندي پاڪستان جي وڏي ندي آهي.

5. دنيا ۾ هماليہ جبل اوچي ۾ اوچو جبل آهي.

مٿين جملن ۾:

1. "رستم" هڪ خاص ماڻهو جو نالو آهي هر ڪنهن ماڻهوءَ کي "رستم" نہ ڪونبو.
2. "رخش" هڪ خاص گهوڙي جو نالو آهي. هر ڪنهن گهوڙي کي رخش نہ ڪونبو.
3. "تاج محل" هڪ خاص عمارت جو نالو آهي، نہ سڀ ڪنهن عمارت جو.
4. سنڌوندي هڪ خاص نديءَ جو نالو آهي. نہ ڪي هر نديءَ جو.
5. "هماليہ" هڪ خاص جبل جو نالو آهي. نہ ڪي هر جبل جو.

تنهن ڪري چئبو تہ ڪي اهڙا خاص نالا آهن، جيڪي خاص ماڻهن، خاص جاين ۽ شين تي رکيل آهن تن کي اسم خاص چئبو آهي.

**وصف:** اسم خاص اهو اسم آهي، جو خاص ماڻهو خاص جاءِ، خاص شيءِ يا ڪنهن خاص ساهواري جو نالو هجي.

## اسم عام Common noun

**مثال:** 1. هاري هر ڪاهي ٿو.

2. هيءَ ميز آهي.

3. گدڙ جهنگلي جانور آهي.

4. موسيٰ ڪتاب خريد ڪيو.

مٿين جملن ۾.....

1. "هاري" هڪ آبادگار کي چئي سگهجي ٿو ۾ سڀني آبادگارن کي بہ.
2. "هر" ڪنهن هڪ اوزار کي چئي سگهجي ٿو. ۾ اهڙي قسم جي هر اوزار کي بہ.
3. "ميز" ڪنهن هڪ چيز کي چئي سگهجي ٿو. ۾ انهي قسم جي هر ميز کي بہ.
4. "گدڙ" ڪنهن هڪ جانور کي چئي سگهجي ٿو. ۾ انهي قسم جي سڀني جانورن کي بہ.
5. "ڪتاب" ڪنهن هڪ ڪتاب کي چئي سگهجي ٿو. ۾ سڀني ڪتابن کي بہ.

**وصف:** اهڙي طرح هڪ قسم جي سڀني شين، جاين ۽ جانورن وغيره لاءِ جيڪي نالا مقرر آهن تن کي اسم عام چئبو آهي.

**نوٽ:** ولر، جماعت، راڄ، ڌڻ، لشڪر ۽ رعيت وغيره اهڙا اسم جيڪي ڪنهن ميڙ جو نالو هجن تن کي بہ سنڌيءَ ۾ اسم عام ۾ شمار ڪبو.

# جنس Gender

1. جنس ٻه قسم آهن. اهي اسم يا ضمير جيڪي نر جي معنيٰ ڏيکارين ٿا تن کي مذڪر Masculine چئبو آهي.

2. اهي اسم يا ضمير جيڪي ماديءَ جي معنيٰ ڏيکارين تن کي مؤنث Feminine چئبو آهي.

جاندارن جي جنس معلوم ڪرڻ آسان آهي. ڇاڪاڻ ته انهن جي هر جنس جا نالا مقرر ٿيل آهن.

جيئن ته:

| مذڪر | مؤنث | مذڪر | مؤنث |
|---|---|---|---|
| پيءُ | ماءُ | موچي | موچياڻي / موچڻ |
| ڀاءُ | ڀيڻ | مور | ڊيل |
| مڙس | زال | ڏاگهو | ڏاچي |
| پٽ | ڌيءُ | گهيٽو | رڍ |
| گهوٽ | ڪنوار | جهرڪ | جهرڪي |
| راڄا | راڻي | ڏٽي | ڏڄاڻي / ڏياڻي |
| فقير | فقيرياڻي | حاجي | حاجياڻي |
| ڀنگي | ڀنگياڻي | سائي | سائياڻي |
| جوڳي | جوڳياڻي | شڪاري | شڪارڻ |
| ڌوٻي | ڌوٻياڻي | مالهي | مالهڻ |
| شينهن | شينهڻ | هاٿي | هاٿڻ |

باقي ٻي جا شين جي جنس معلوم ڪرڻ لاءِ هيٺيان قاعدا آهن.

1. جن واحد اسمن جي ڇيڙي ۾ "اِ" ۽ "اِي" جا آواز اچن ٿا سي گهڻو ڪري مؤنث هوندا آهن ۽ ڪي مذڪر به آهن.

مونث:— ڀت، ٻت، مک، ٽڏ، دل، ڀيتي، شيشي، تيلي، سيتي، ديگڙي وغيره.

مذڪر:— ٻاٽي، موتي، ڀاڪي، پوڄاري، هاري وغيره.

2. جن واحد اسمن جي پڇاڙيءَ "و" جو آواز اچي ٿو، سي هميشه مذڪر آهن جيئن ته: دلو، ڪٽورو، مٽڪو، ڪٽولو، اٽو، لٽو وغيره.

3. جن واحد اسمن جي پڇاڙيءَ "اَ" جو آواز اچي ٿو، انهن مان گهڻو ڪري مذڪر هوندا آهن ۽ ڪي مونث به هوندا آهن.

مذڪر:— ٻڪُ، سٽَ، گلَ، ڦلَ، انبَ، پنَ، سجُ، چنڊِ، جنڊِ، نڪُ، هسَ وغيره

مونث:— تندَ، ڪٽَ، وٽَ، ٿڃَ، نڪَ، ماءَ، ڪنڊِ، مسَ وغيره

4. جن واحد اسمن جي پويان "اَ" جو آواز اچي ٿو، اُهي گهڻو ڪري مونث هوندا آهن جيئن ته:— ڇپ، ڪٽَ، ميزَ قبرَ وغيره

5. جن واحد اسمن جي پڇاڙيءَ "اُو" اون (نون غنه) جهڙو آواز ٿو اچي سي گهڻو ڪري مذڪر هوندا آهن، پر ڪي مونث به هوندا آهن.

مذڪر:— ڪدو، ماڻهو، تنبو، لاٽون، وڇون، ڄمون، لڏون مرون وغيره.

مونث:— ڳئون، جُون، پُون وغيره

6. ھيٺيان اسم اتر سنڌ ۾ مونث ۽ لاڙ ۾ مذڪر ٿي ڪم ايندا آهن.

جيئن ته:

| لاڙ ۾ مذڪر | اتر ۾ مونث |
|---|---|
| اولاد | اولاد |
| رتَ | رتَ |
| موٽر | موٽر |
| لنگر | لنگر |

نوٽ:— اهڙي طرح محلات ڪٿي مونث ٿي ڪم اچي ٿو ۽ ڪن هنڌن تي وري مذڪر. اهڙن اسمن جي جنس لاءِ ڪو مقرر قاعدو يا اصول ڪونهي. پر علائقي ۾ استعمال عام زبان جي ڄاڻ موجب جنس معلوم ٿيندي آهي.

2. نوٽ:— جنسون نه رڳو اسمن سان لڳن ٿيون ۽ انهن تي پنهنجو به اثر ڏيکارين ٿيون پر ضمير، صفت، فعل ۽ حرف به اسم جي جنس مطابق تبديل ٿين ٿا.

# Numbers عدد

## واحد جمع

مثال:—

1. مون هڪ مورَ ڏٺو.

2. مون پنج مورَ ڏٺا

ٻنهي جملي ۾ "مورَ" لفظ ڪم آيل آهي. پهرئين جملي ۾ "مورَ" ٻئي جملي ۾ "مورَ" لفظ ڦري "مورَ" انهي ڪري ٿيو آهي جو پهرئين جملي ۾ مور هڪ آهي. ٻئي جملي ۾ "مورَ" لفظ هڪ کان وڌيڪ جي معنيٰ ڏيکاري ٿو. هڪ کي عدد واحد ۽ هڪ کان وڌيڪ يعني گهڻن کي عدد جمع چئبو آهي. انهي ڪري

سنڌيءَ ۾ عدد جا ٻہ قسم آهن.

1. عدد واحد Singular

2. عدد جمع Plural

عدد واحد مان عدد جمع ٺاهڻ جون (عام حالت فاعلي ۾) واٽون.

1. واحد موءنث اسمن مان جمع ٺاهڻ.

جن واحد مونث اسمن جي پڇاڙي "اَ" ايندو هي. انهن جو جمع ٺاهڻ لاءِ "اَ" کي "اون" پڇاڙي ملائڻ سان جمع ٿيندو آهي. جيئن تہ:

(الف)

| واحد | جمع | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| ڪتَ | ڪتون | رڍ | رڍون |
| جنگ | جنگهون | زال | زالون |
| ڪارڪ | ڪارڪون | ليڪ | ليڪون |
| جپ | جپون | ڪل | ڪلن |

(ب) ٻه اتر سنڌ ۾ جمع ٺاهڻ لاءِ واحد مؤنث جي پڇاڙيءَ "اَ" کي "اُن" پڇاڙي ملائڻ بدران "آن" پڇاڙي ملائيندا آهن.

جيئن تہ:—

| واحد | جمع | واحد | جمع |
| --- | --- | --- | --- |
| ڪَتَ | ڪتان | رڍ | رڍان |
| جنگهہ | جنگهان | زال | زالان |
| ڪارڪ | ڪارڪان | ليڪ | ليڪان |
| جهپ | جهپان | ڪَلَ | ڪلان |

2. جن واحد مذڪر اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "او" جو آواز اچي ٿو انهن جو جمع ٺاهڻ لاءِ "او" کي "آ" پڇاڙي ۾ ملائبي آهي.

جيئن تہ:—

| واحد | جمع | واحد | جمع |
| --- | --- | --- | --- |
| گهوڙو | گهوڙا | پَنو | پَنا |
| ڪتو | ڪتا | ٻڇو | ٻڇا |
| ٻلو | ٻلا | قصو | قصا |
| واڍو | واڍا | دلو | دلا |
| ڏاٽو | ڏاٽا | وَٽو | وَٽا |

3. (الف) جن واحد مذڪر اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "اَ" اچي ٿو انهن جو جمع ٺاهڻ لاءِ "اَ" کي "اُ" ملائبي آهي.

جيئن تہ

| واحد | جمع | واحد | جمع |
| --- | --- | --- | --- |
| اٽَ | اٽُ | ٺٽَ | ٺٽُ |
| پٽَ | پٽُ | گهرَ | گهرُ |
| مڇرَ | مڇرُ | وڻَ | وڻُ |
| ڪتابَ | ڪتابُ | لڱَ | لڱُ |
| انبَ | انبُ | هارَ | هارُ |

3. (ب) جن واحد موءنث اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "اَ" اچي ٿو، انهن جو جمع ٺاهڻ لاءِ "اَ" کڍي "اون" پڇاڙي ملائبي آهي.

جيئن تہ—

| جمع | واحد | جمع | واحد |
|---|---|---|---|
| سسون | سس | مسون | مس |
| ☆ مائٺون | ماءُ | تندون | تند |
| ☆ ڌيئرون | ڌيءُ | وڄون | وڄ |
| ☆ پيئرون | پيءُ | وڄون | وڄ |

☆ نوٽ:— ڪيترا اهڙا واحد موءنث اسم آهن جن جي پڇاڙي ۾ "اَ" اچيٿو. جي مائٽيءَ جا نالا آهن، تن جو جمع بي قاعدي بہ ٿيندو آهي. جيئن تہ ماءُ جو جمع مائر يا مائرون، ڌيءُ جو جمع ڌيئر يا ڌيئرون، پيءُ جو جمع پيئر يا پيئرون وغيره

4. جن واحد اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "آ" اچي ٿو، تن جو جمع ٺاهڻ لاءِ "آ" ڪڍي "اون" ملائڻ سان جمع ٺهندو آهي.

جيئن تہ:—

| جمع | واحد | جمع | واحد |
|---|---|---|---|
| پرجائون | پرجا | راجائون | راجا |
| ادائون | ادا | بلائون | بلا |
| غفائون | غفا | ديوتائون | ديوتا |
| جفائون | جفا | ڪلائون | ڪلا |

5. جن واحد موءنث اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "اِ" يا "اي" اچي ٿو. تن جو جمع ٺاهڻ مهل "اِ" ۽ "اي" ڪڍي انهن جي جاءِ تي "يون" پڇاڙي ملائبي آهي.

جيئن ته:

| واحد | جمع | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| پٽِ | پٽيون | تيلي | تيليون |
| چٽِ | چٽيون | پيتي | پيتيون |
| جوءِ | جويون | گهوڙي | گهوڙيون |
| رات | راتيون | راٽي | راٽيون |
| اک | اکيون | چٽي | چٽيون |

6. هيٺين مذڪر توڙي موءنث اسمن جو عدد واحد ۽ عدد جمع ساڳيو ٿيندو آهي. جيئن ته:

وڇون. هاٿي. پکي. ڪدو. مرون. ڏينهو. واڳو. ساٿي. ماٺهو وغيره.

7. ڪي اسم اهڙا آهن. جيڪي هميشه جنس موءنث ۾ استعمال ٿيندا آهن.

**جهڙوڪ:** ٻيرَ. سنڌِ. سٿا ۽ وڏور وغيره

ساڳي طرح ڪي اسم اهڙا آهن جيڪي هميشه مذڪر ۾ استعمال ٿيندا آهن. انهن جو جنس موءنث ۾ استعمال نه ٿيندو آهي.

**جهڙوڪ:** خدا. نبي. رسول. فرشتو. شيطان. آدم. آدمي. ڪڏو وغيره.

# عدد شماري ۽ عدد قطاري

## Cardinal number عدد شماري

مثال: 1. سليم وٽ ويهه ڪتاب آهن.

2. اسلم وٽ ٽيهه انب آهن.

3. باغ ۾ چاليهه وڻ آهن.

پهرئين جملي ۾ "ويهه" لفظ انداز ٿو ڏيکاري ڪتابن جو جيڪا صفت آهي ڪتابن جي.

ٻئي جملي ۾ "ٽيهه" لفظ انداز ٿو ڏيکاري انبن جو جيڪا انبن جي صفت آهي.

اهڙيءَ طرح ٽئين جملي ۾ چاليهن جو انگ وڻن جو انداز ٿو ڏيکاري، جيڪا وڻن جي صفت آهي.

وصف: ويهه، ٽيهه ۽ چاليهه وارا لفظ شين جو عدد ڏيکاريندڙ لفظن کي عدد شماري چئبو آهي.

## 2. عدد قطاري Ordinal number

مثال: 1. قطار ۾ ڇهون نمبر اسلم آهي.

2. تون ڏهين نمبر بينچ تي ويهه.

3. قطار ۾ بيٺلن مان نائون نمبر پوڙهو آهي.

مٿين جملن ۾ ڇهون، ڏهين ۽ نائون لفظ قطار ۾ اسم جو نمبر ڏيکارين ٿا.

وصف: اهڙا عدد جيڪي قطار ۾ اسم جو نمبر ڏيکارين ٿا انهن کي عدد قطاري چئبو آهي.

## حالتون Cases

اسم يا ضمير جو جملي ۾ ٻين لفظن سان جيڪو لاڳاپو آهي، انهي لاڳاپي مطابق اسم يا ضمير ۾ جيڪي تبديليون اچن ٿيون، انهن تبديلين کي اسم يا ضمير جون حالتون چئبو آهي.

سنڌيءَ ۾ اسم يا ضمير جون هيٺيون پنج حالتون آهن.

| | | |
|---|---|---|
| 1. | حالت فاعلي | Nominative case |
| 2. | حالت مفعولي | Objective case |
| 3. | حالت جري | Accusative case |
| 4. | حالت اضافت | Possissive case |
| 5. | حالت ندا | Vocative case |

## 1. حالت فاعلي Nominative case

1. هاشم پڙهي ٿو.

2. هو کيڏي ٿو.

1. پهرئين جملي مان معلوم ٿيو تہ هاشم (اسم) پڙهڻ جو ڪم ڪري ٿو.

2. ٻئي جملي ۾ "هو" (ضمير) کيڏڻ جو ڪم ڪري ٿو.

هاشم (اسم) ۽ هو (ضمير) ڪم جا ڪندڙ آهن.ڪم جي ڪندڙ کي "فاعل" چئبو آهي.

مٿين جملن ۾ هاشم ۽ "هو" فاعل آهن. جنهن ڪري انهن جي حالت فاعلي ٿيندي.

**وصف:** جيڪو اسم يا ضمير جملي ۾ ڪم ڪندڙ هجي يا جنهن بابت فعل ڪجهہ ٻڌائي تنهن کي "فاعل" ۽ ان جي حالت فاعلي چئبي.

## 2. حالت مفعولي Objective case

1. ڪاسائيءَ ٻڪري ڪُٺي.

2. هُن ڪتو ماريو.

مٿين جملن ۾ ڪاسائي ۽ "هُن" فاعل آهن.

ڪاسائي ٻڪري ڪُٺي آهي. ٻڪري تي ڪ . جو اثر ٿيو آهي. اهڙي طرح "هُن" ڪتو ماريو. ڪتي تي ڪم جو اثر ٿيو آهي انهي ڪري ٻڪري ۽ ڪتو مفعول آهن. مفعول جي معنيٰ آهي جنهن تي ڪم ٿئي يا جيڪو ڪم سهي. تنهن ڪري "ٻڪري" ۽ ڪتي جي حالت مفعولي ٿيندي.

**وصف:** جملي ۾ جڏهن ڪو بہ اسم يا ضمير مفعول ٿي ڪم اچي تہ ان جي حالت مفعولي چئبي.

# 3. حالت جري Accusative case

1. ميز تي قلم رکيو آهي.

2. هن مون کي انب ڏنو.

مٿين جملن ۾ "تي" ۽ "کي" حرف جر آهن. جيڪي ميز اسم ۽ "مون" ضمير جي پٺيان آيل آهن. جيڪي ٻين لفظن "قلم" ۽ "انب" سان لاڳاپو ڏيکارين ٿا. جنهن ڪري ميز (اسم) ۽ "مون" ضمير مان هر هڪ جي حالت جري ٿيندي.

وصف: اسم يا ضمير جي پويان جيڪڏهن ڪو حرف جر اچي انهن مان هر هڪ جو ٻئي اسم يا ضمير سان لاڳاپو ڏيکاري ته ان اسم يا ضمير جي حالت جري چئبي.

# 4. حالت اضافت Possissive case

1. احمد وارو اٺ پلو آهي.

2. هن جو قلم سٺو آهي.

مٿين جملن ۾ "وارو" ۽ "جو" ٻئي لفظ حرف جر آهن جيڪي احمد (اسم) ۽ هن (ضمير) جو ٻين اسمن سان مالڪيءَ جو لاڳاپو ڏيکارين ٿا. انهي ڪري انهن جملن ۾ "احمد" ۽ "هن" جي حالت اضافت ٿيندي. ڇاڪاڻ ته "وارو" ۽ "جو" حرف جر مالڪي جو لاڳاپو ڏيکارين ٿا. اضافت جي معنيٰ آهي نسبت يا لاڳاپو.

وصف: اها حالت جيڪا هڪ اسم يا ضمير جو ٻئي اسم يا ضمير سان مالڪيءَ جو لاڳاپو ڏيکاري تنهن کي حالت اضافت چئبو آهي.

# 5. حالت ندا Vocative case

1. اڙي حسن! هيءَ ڇا پيو ڪرين؟

2. اي عمر! مون کي ٻاٽي پيار.

3. علي! محنت ڪري پڙهه

مٿين جملن ۾ "اڙي" ۽ "اي" لفظ حسن ۽ عمر اسمن جي اڳيان ڪم آيل آهن. جيڪي "سڏ" جي معنيٰ ڏيکارين ٿا. ٽئين جملي ۾ اهڙو لفظ ڪونهي، ۾ سڏ جي معنيٰ ظاهر آهي. تنهن ڪري اهڙا اسم جن جي اڳيان حرف ندا جو لفظ آيل هجي ۽ ان مان پڪار يا سڏ (تمنا) جي معنيٰ ظاهر ٿئي تن جي حالت ندا چئبي.

وصف: جملي ۾ جنهن اسم يا ضمير کي حاضر سمجهي سڏيو يا پڪاريو وڃي، تنهن جي حالت ندا چئبي.

# گردان (ڦيرو) Passing

ڪنهن بہ اسم يا ضمير کي عدد ۽ جنس ۾ پنجن ئي حالتن ۾ ڦيرڻ کي اسم يا ضمير جو گردان چئبو آهي. گردان جي معنيٰ آهي ڦيرو

## اسمن جو گردان يا ڦيرو

| حالت | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| فاعلي | ٻڪر ڊوڙي ٿو. | ٻڪر ڊوڙن ٿا. | ٻڪري ڊوڙي ٿي. | ٻڪريون ڊوڙن ٿيون. |
| مفعولي | ٻڪر کُهہ. | ٻڪر کُهہ. | ٻڪري کهہ. | ٻڪريون کهو. |
| جري | ٻڪر کي کهہ | ٻڪرن کي کهہ. | ٻڪريءَ کي کُهہ. | ٻڪرين کي کهو. |

☆ اسم کي سڀني حالتن ۾ واحد توڙي جمع ۽ مذڪر توڙي مؤنث جي صورتن ۾ ڦيرائڻ کي اسم جو ڦيرو يا گردان چئبو آهي.

☆ "ٻڪر" اسم جو ڦيرو جيڪو مٿي ڪيو ويو آهي، انهي ۾ ٻهريان اچي ٿو "ٻڪر" ۽ جمع ٻڪر، مؤنث جي حالت ۾ واحد "ٻڪري" جمع "ٻڪريون"

جڏهن ڪو بہ حرف جر انهن اسمن جي پٺيان اچي ٿو. تڏهن "ٻڪر" جو اچار ڦري ٿئي ٿو ٻڪري ۽ جمع جي حالت ۾ ٿئي ٿو ٻڪرن. اهڙي طرح واحد مؤنث جي حالت ۾ ٿيندو ٻڪريءَ ۽ جمع مؤنث جي حالت ۾ ٿيندو "ٻڪرين"

# ترڪيب

گرامر جي اصول ۽ قانون موجب جملي ۾ جيڪي لفظ ڪم اچن ٿا انهن مان هر هڪ لفظ جو ڳالهائڻ جي اڻن ٿي لفظن سان جيڪو لاڳاپو آهي انهي لاڳاپي کي ترڪيب چئبو آهي.

**مثال:** اسم جي باري ۾ سنڌس قسم، جنس، عدد ۽ حالت ڏيکارڻ اهڙي طرح فعل جي باري ۾ سنڌس زمان سنڌس فاعل يا مفعول. ضمير جي حالت ۾، ضمير جو قسم، عدد، جنس ۽ حالت ڏيکارڻ ۽ حرف جر جي باري ۾ انهي جو قسم ۽ ڇا سان لاڳاپيل اٿس يا ڇا ڏيکاري ٿو، سو ڏيکارڻ.

مثال هيٺ ڏجن ٿا

1. مون سليم جي دڪان تان ڪتاب ورتا.

**مون:** ضمير متڪلم، عدد واحد، جنس مذڪر يا مونث حالت فاعلي فاعل آهي "ورتا" فعل جو.

**سليم:** اسم خاص، عدد واحد، جنس مذڪر حالت اضافت ملڪيت ڏيکاري ٿو دڪان جي.

**دڪان:** اسم عام "عدد واحد" جنس مذڪر، حالت مفعولي مفعول آهي فعل "ورتا" جو.

**ورتا:** فعل متعدي معروف بيقاعدي، پريوگ ڪرمڻي زمان ماضي مطلق. عدد جمع، جنس مذڪر، سنڌس فاعل آهي "مون" ۽ مفعول آهي ڪتاب.

## اسم جي ترڪيب Parsing of Noun

**مثال:** نوڪر وفاداريءَ سان عمر جا ڍڳا ٻيلي ۾ چاريا.

مٿئين جملي ۾ نوڪر، وفاداري، عمر، ڍڳا ۽ ٻيلو اسم آهن. جملي ۾ ڏنل اسمن جو قسم، جنس، عدد ۽ حالت ٻڌڻ يا لکڻ کي اسم جي ترڪيب چئبو آهي. ترڪيب جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

**نوڪر:** اسم عام عدد واحد جنس مذڪر حالت فاعلي. فاعل آهي. فعل "چاريا" جو.

**وفاداري:** اسم ذات عدد واحد جنس مونث حالت جري. سببان "سان" حرف جر جي.

**عمر:** اسم خاص عدد واحد جنس مذڪر حالت اضافت مالڪي ڏيکاري ٿو ڍڳن سان.

**ڍڳا:** اسم عام عدد جمع جنس مذڪر حالت مفعولي مفعول آهي "چاريا" فعل جو.

**ٻيلو:** اسم عام عدد واحد جنس مذڪر حالت جري سببان "۾" حرف جر جي.

# مشق

**سوال**

1. اسان جي ٻوليءَ ۾ ڪل گهڻا اکر آهن؟
2. اکر ۽ لفظ ۾ فرق ٻڌايو؟
3. سنڌيءَ لپيءَ ۾ ڪهڙا حرف علت آهن؟
4. جملو ڇا کي چئبو آهي؟
5. هيٺين جملن مان اسم چونڊيو ۽ هر هڪ جو قسم به لکو.

   1. ايمانداري انسان جو اعليٰ گڻ آهي.
   2. حسن صبح سان سويرو، پهريان مسجد ۾ پوءِ اسڪول ويندو آهي.
   3. باغ ۾ ٻوٽي گلن تي رانديون ڪندا آهن.
   4. وقت جو قدر ڪجي هڪ سيڪنڊ به نه وڃائجي.
   5. پڙهڻ ۽ لکڻ هر ٻار لاءِ ضروري آهي.

6. واحد مان جمع ٺاهڻ جون ڪي واٽون مثالن سان لکو.
7. جنسون گهڻيون آهن، هر هڪ مثال ڏيئي سمجهايو.
8. (الف) هيٺين اسمن جا موءنث لکو.

   ڏوٻي، گهوٽ، حاجي، مور، مڙس، پيءُ، امير شهزادو

   (ب) هيٺين جا مذڪر لکو.

   راڻي، ماسي، ڪنوار، ڳئون، ڏاچي، ٻنگياڻي، جهرڪي

9. عدد گهڻا آهن هر هڪ مثال ڏيئي سمجهايو.
10. هيٺين جملن مان واحد ۽ جمع ڌار ڪري لکو.

    1. اسڪول ۾ ڪرسي، ميز ۽ بينچون پيل آهن، پر بورڊ ۽ ڊيسڪون نه آهن.
    2. مون دڪان تان ڪتاب، قلم، پينسلون ۽ سليٽون خريد ڪيون.
    3. ڪتابن جي پيتيءَ کي ڪلف لڳل آهي.

11. حالتون گهڻن قسمن جون آهن، هر هڪ مثال ڏيئي سمجهايو.
12. حالت جري ۽ اضافت ۾ ڪهڙو فرق آهي مثال ڏيئي سمجهايو.
13. هيٺين جملن ۾ جيڪي اسم آهن، تن جي ترڪيب ڪريو.

    1. ٻورچي صفائي سان اسلم جي ماني پچائي.
    2. ٻڪرو ٻڪرار جي ٻڪري ماري ڪاٺي چڙي.

# باب ٻيون

# ضمير Pronoun

مثال:

1. ڪامران چيو ته "آءٌ وڃان ٿو"
2. علي! تون هن ڪتي کي ڇو ٿو مارين؟
3. هي قلم آهي.

مٿين جملن ۾ "آءٌ" "تون" "هن" ۽ "هي" اهڙا لفظ آهن. جيڪي ڪامران، علي، ڪتي ۽ قلم اسمن جي بدران ڪم آيل آهن.

"آءٌ" لفظ جيڪو ڪامران اسم جي بدران ڪم آيو آهي.

"تون" لفظ جيڪو "علي" اسم جي بدران ڪم آيو آهي.

"هن" لفظ جيڪو "ڪُتي" اسم جي بدران ڪم آيو آهي.

"هي" لفظ جيڪو "قلم" اسم جي بدران ڪم آيو آهي.

وصف: اهڙا لفظ جيڪي اسم جي بدران ڪم اچن تن کي ضمير چئبو آهي.

## ضمير ۽ ان جا قسم Kinds of pronoun

سنڌيءَ ۾ ضمير جا هيٺيان اٺ قسم آهن.

| | |
|---|---|
| 1. Personal pronoun | 1. ضمير خالص |
| 2. Demonstrative pronoun | 2. ضمير اشارو |
| 3. reflecative | 3. ضمير مشترڪ |
| 4. Intrrogative | 4. ضمير استفهام |
| 5. Relative | 5. ضمير موصول |
| 6. Corelative | 6. ضمير جواب موصول |
| 7. Indefinete | 7. ضمير مبهم |
| 8. Coujunlive | 8. ضمير متصل |

# 1.ضمير خالص Personal Pronoun

1. آءٌ سڀاڻي اسڪول ويندس.

2. مون هن کي جيو ته تون پاڻ اچج.

3. اسان، اوهان ۽ هنن سڀني کي گڏجي گهمڻ لاءِ هلڻو آهي.

مٿين جملن ۾ آءٌ، مون، هن، تون، اسان، اوهان ۽ هنن اهي سڀ ضمير انسانن جي نالن بدران ڪم آيل آهن. تنهن ڪري؛

**وصف:** اهڙا ضمير جيڪي خاص انسانن جي نالن بدران ڪم اچن، تن کي ضمير خالص چئبو آهي.

**جهڙوڪ:** آءٌ، مان، مون، اسان، اسين، تون، توهين، توهان اوهان، اوهين، هي، هيءَ، هو، هن ۽ هنن.

ضمير خالص جا هيٺيان ٽي قسم آهن.

ضمير خالص



ضمير متڪلم I person ضمير حاضر II person ضمير غائب III person

## ضمير متڪلم:

اهڙا ضمير جيڪي ڳالهائيندڙ جي نالي بدران ڪم اچن، تن کي ضمير متڪلم چئبو آهي. متڪلم جي معنيٰ آهي ڪلام ڪندڙ يعني ڳالهائيندڙ. تنهن ڪري آءٌ، مان، اسان، اسين ضمير متڪلم آهي.

## ضمير حاضر:

جنهن ماڻهو سان ڳالهائجي ٿو سو حاضر آهي. انهي جي نالي بدران جيڪي ضمير ڪم اچن ٿا، تن کي ضمير حاضر چئبو آهي. تنهن ڪري، تون (تو)، توهان، توهين، اوهان ۽ اوهين ضمير حاضر آهن.

## ضمير غائب:

جنهن ماڻهو بابت ڳالهايو وڃي، سو غائب يعني حاضر نہ هجي يا ڳالهائڻ ۾ شامل نہ هجي انهي جي نالي جي بدران جيڪي ضمير ڪم اچن تن کي ضمير غائب چئبو آهي. غائب جي معنيٰ آهي غير موجود تنهن ڪري، هو، هيءُ، هن، هنن، اهي ۽ انهن ضمير غائب آهن.

### ضمير متڪلم جو ڦيرو (گردان)

| حالت | واحد | جمع |
|---|---|---|
| فاعلي | آءٌ، مان | اسين، اسان |
| مفعولي | مون کي | اسان کي |
| جري | مون لاءِ | اسان لاءِ |
| اضافت | منهنجو | اسان جو |

### ضمير حاضر جو ڦيرو (گردان)

| حالت | واحد | جمع |
|---|---|---|
| فاعلي | تون | اوهان، توهان، اوهين، |
| مفعولي | توکي | توهين توهان کي |
| جري | تو وٽ | اوهان يا توهان وٽ |
| اضافت | تنهنجو | توهان يا اوهان جو |

### ضمير غائب جو ڦيرو (گردان)

| حالت | واحد | جمع |
|---|---|---|
| فاعلي | هو،هوءَ | هو |
| مفعولي | هن کي | هنن کي |
| جري | هن کان | هنن کا |
| اضافت | هن جو | هنن جو |

## 2. ضمير اشارو Demonstrative

مثال: 1. هيءَ ڇوڪري هوشيار آهي.

2. هو ڪهڙو جانور آهي؟

3. هي منهنجو ڪتاب آهي.

1. مٿين جملن ۾ لفظ "هيءَ" اشارو آهي هڪ ڇوڪريءَ ڏانهن.

2. "هو" ضمير مان اشارو آهي هڪ جانور ڏانهن.

3. هي اشارو ڪتاب ڏانهن آهي.

تنهن ڪري:

وصف: اهڙا ضمير جيڪي ڪن اسمن ڏانهن اشارو ڪن تن کي ضمير اشارو چئبو آهي.

## ضمير اشاري جا قسم Kinds of demonstrative

ضمير اشاري جا ٻه قسم آهن

1. ضمير اشارو ويجهو

2. ضمير اشارو ڏور

## ضمير اشارو ويجهو (قريب)

1. هيءُ ڇوڪرو آهي.

2. هيءُ پينسل آهي

اهڙا ضمير جيڪي ڪنهن ويجهي شيءِ ڏانهن اشارو ڪن تن کي ضمير اشارو ويجهو چئبو آهي.

جيئن ته مٿين جملن ۾ هيءُ ۽ هيءَ، ضمير اشارو ويجهو آهن.

### ضمير اشاري ويجهي جو ڦيرو

| حالت | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| فاعلي | هيءُ | هي (اهي) | هيءَ | هي |
| عام صورت | هن | هنن | هن | هنن |

## 2. ضمير اشارو ڏور (بعيد)

مثال: 1. هو ڇوڪرا ڪير آهن؟

2. اُهي ماڻهو وڃي رهيا هئا.

مٿين جملن ۾ "هو" ۽ "اُهي" ضمير ڏورانهن اسمن ڏانهن اشارو ڪن ٿا. تنهن ڪري:

اهڙا ضمير جيڪي ڏورانهن اسمن ڏانهن اشارو ڪن، تن کي ضمير اشارو ڏور چئبو آهي.

مٿين مثالن ۾ "هو" ۽ "اُهي" ضمير اشارو ڏور آهن.

نوٽ: مٿيان ساڳيان ضمير، ضمير غائب جو بہ ڪم ڏين ٿا.

## 3. ضمير مشترڪ Reflective

مثال: 1. آءٌ پاڻ توسان هلندس.

2. علي خود آيو هو.

3. عمر پاڻ کي بچايو.

مٿين جملن ۾ "پاڻ" "خود" لفظ ضمير مشترڪ آهن جيڪي ضمير خالص "آءٌ" ۽ اسمن علي ۽ عمر سان شريڪ ٿي جملي کي زوردار بنائڻ جي ڪم آيا آهن. اهڙن ضميرن کي ضمير مشترڪ چئبو آهي.

مٿين مثالن ۾ فاعل سان گڏ ضمير مشترڪ اچي ٿو ۽ آخري جملي ۾ عمر فاعل آهي تہ مفعول بہ. ڇاڪاڻ تہ عمر پاڻ فاعل آهي. جنهن کي بچايائين سو بہ پاڻ ئي آهي. تنهن ڪري انهي جملي ۾ جيڪو فاعل آهي سوئي مفعول بہ آهي. تنهن ڪري

وصف: اهڙا ضمير جيڪي فاعل ۽ مفعول سان شريڪ ٿي جملي کي وڌيڪ زوردار بنائين يا فاعل جي بدران مفعول ٿي ڪم اچن تن کي ضمير مشترڪ چئبو آهي. مشترڪ جي معنيٰ آهي شريڪ ٿيندڙ.

### ضمير مشترڪ "پاڻ" جو ڦيرو (گردان)

| حالت | عدد واحد | عدد جمع |
|---|---|---|
| فاعلي | پاڻ | پاڻ |
| مفعولي | پاڻ کي | پاڻ کي |
| جري | پاڻ لاءِ | پاڻ لاءِ |
| اضافت | پنهنجو | پنهنجو يا پنهنجي |

# 4. ضمير استفهام Interrogative

مثال: 1. هو ڪير آهي؟

2. ڪنهن در کڙڪايو؟

3. توکي ڇا کپي؟

4. منهنجو ڪهڙو ڏيڻو ڏيڻ هن پنهور پر؟ (شاه رحہ)

مٿين جملن پر ڪير، ڪنهن، ڇا ۽ ڪهڙو لفظن مان پڇا ڪرڻ جي معنيٰ ظاهر ٿئي ٿي.

وصف: اهڙا ضمير جيڪي سوال پڇڻ لاءِ ڪم اچن تن کي ضمير استفهام چئبو آهي.

استفهام لفظ جي معنيٰ آهي پڇا يا جانچ

ضمير استفهام: ڇا، ڇو، ڪٿي، ڪو، ڪوه، ڪهڙو، ڪيترو، ڪيهو ۽ ڪيئن وغيره.

## ضمير استفهام جو ڦيرو يا گردان

### "ڪهڙو" جو ڦيرو

| حالت | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| فاعلي | ڪهڙو | ڪهڙا | ڪهڙي | ڪهڙيون |
| عام صورت | ڪهڙي | ڪهڙن | ڪهڙيءَ | ڪهڙين |

# 5. ضمير موصول Relative

1. هي اهو ماڻهو آهي جو سرير آيو هو.

2. اهو گلاس ڀڄي پيو، جيڪو مون ڪالهه خريد ڪيو هو.

3. هي اهو ساڳيو ڇوڪرآهي، جنهن ڪالهه سليٽ ڀڃي هئي.

مٿين جملن ۾ "جو" "جيڪو" ۽ "جنهن" ضمير آهن. جيڪي اسمن جي بدران ڪم آيا آهن. اهي جملي جي ٻن ڀاڱن کي ڳنڍي هڪ ڪن ٿا.

سمجهاڻي: جيڪڏهن چئجي ته:

اهو گلاس ڀڄي پيو. گلاس مون خريد ڪيو هو.

اهي ٻه جملا ٿي پيا، جن جو هڪ ٻئي سان ڳانڍاپو ڪونهي. جيڪي اڻ وڻندڙ.

بنا مطلب، جي پيا معلوم ٿين. پر ٻئي نمبر جملي ۾ گلاس اسم جي بدران "جيڪو" ضمير ڳنڍڻ سان، ٻئي جملا ڳنڍجي هڪ جملو پوري مطلب وارو ٿهي پيو آهي.

وصف: اهڙا ضمير جيڪي اسم جي بدران ڪم اچن ٿا ۽ ساڳي وقت جملي جي ٻن ڀاڱن کي ڳنڍي هڪ ڪن ٿا. اهڙن ضميرن کي ضمير موصول چئبو آهي. موصول جي معنيٰ آهي ڳنڍيندڙ (وصل معنيٰ ميلاپ يا ڳانڍاپو)

## ضمير موصول "جو" جو ڦيرو

| حالت | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| فاعلي<br>عام صورت | جو<br>جنهن | جي<br>جن | جا<br>جنهن | جي<br>جن |

# 6.ضمير جواب موصول Correlative

1. جيڪي ڪري گيهه، سو نہ ڪري ماءُ ۽ پيءُ.
2. جن جو کائجي، تن جو ڳائجي.
3. جيترو گجي اوترو وسي نہ چڱو.

مٿين جملن ۾ "جيڪي" "جن" ۽ "جيترو" ضمير موصول آهن ۽ "سو" "تن" "اوترو" اهڙا ضمير آهن، جيڪي ضمير موصول جي جواب ۾ ڪم آيا آهن ۽ ٻن جملن کي ڳنڍي هڪ ڪن ٿا.

وصف: اهي ضمير جيڪي ضمير موصول جي جواب ۾ ڪم اچن ۽ جملي جي ٻن ڀاڱن کي ڳنڍي هڪ ڪن. تن کي ضمير جواب موصول چئبو آهي.

## ضمير جواب موصول "سو" جو ڦيرو

| حالت | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| فاعلي<br>عام صورت | سو<br>تنهن | سا<br>تنهن | سي<br>تن | سي<br>تن |

## 7. ضمير مبهم Indefinet

**مثال:** 1. ضرور اندر ڪو آهي.

2. ڪنهن تہ ضرور هن کي ماريو هوندو.

3. هن ڪوني ۾ ڪجھ تہ ضرور آهي.

مٿين جملن مان پهرئين جملي ۾ "ڪو" ضمير آهي. جو ڪنهن ماڻهو جي نالي بدران ڪم آيو آهي. تنهن جي نالي جي خبر ڪان ٿي پوي اهو اسم ڳجهو آهي. اهڙي طرح ٻئي جملي ۾ "ڪنهن" ضمير ماڻهو (اسم) جي بدران ڪم آيل آهي. پر انهي ماڻهو (اسم) جي نالي جي خبر ڪانهي. اهڙي طرح "ڪجھ" ضمير اهڙي شيء (اسم) جي نالي بدران ڪم آيل آهي. اهو اسم بہ ڳجهو آهي تنهن ڪري مٿين جملن ۾ "ڪو" "ڪنهن" ۽ "ڪجھ" ضمير ضمير مبهم آهن.

**وصف:** اهڙا ضمير جن مان خبر ڪانہ ٿي پوي تہ ڪهڙن اسمن جي بدران ڪم آيا آهن. يعني اهي اسم ڳجها آهن. اهڙن ضميرن کي ضمير مبهم چئبو آهي. مبهم جي معنيٰ آهي ڳجهو يا لڪل ضمير مبهم جا ڪي لفظ: ڪي. ڪو. ڪير. ڪجھ. ڪنهن.

ضمير مبهم "ڪو" جو ڦيرو

| حالت | مذڪر | | موءنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| فاعلي | ڪو | ڪي | ڪا | ڪي |
| عام صورت | ڪنهن | ڪنهن | ڪن | ڪن |

## 8. ضمير متصل Conjunctive Personal

**مثال:**

| ضمير منفصل | ضمير متصل |
|---|---|
| 1. منهنجو پٽ پڙهي ٿو. | پٽم پڙهي ٿو. |
| 2. تنهنجو پٽ پڙهي ٿو. | پٽءِ يا پٽهين پڙهي ٿو. |
| 3. هن جو پٽ پڙهي ٿو. | پٽس پڙهي ٿو. |

| ضمير منفصل | ضمير متصل |
|---|---|
| 4. مون صوف کاڌو. | صوف کاڌم. |
| 5. تو صوف کاڌو. | صوف کاڌءِ |
| 6. هن صوف کاڌو. | صوف کاڌائين. |
| 7. مون وٽ قلم آهي. | وٽم قلم آهي. |
| 8. تو وٽ قلم آهي. | وٽءِ قلم آهي. |
| 9. هن وٽ قلم آهي. | وٽس قلم آهي. |

مٿين جملن مان پهرئين ڪالم ۾ ضمير خالص استعمال ٿيل آهن. ٻئي نمبر ڪالم ۾ ضمير خالص ته استعمال ٿيل نہ آهي پر ٻنهي ڪالمن ۾ آيل جملن جو مطلب ساڳيو آهي. فرق صرف ايترو آهي جو ٻئي نمبر ڪالم ۾ ضمير خالص جي بدران، اسم، فعل ۽ حرف جر جي پٺيان ڪي نشانيون استعمال ٿيل آهن. جيئن ته:

## اسم سان ضمير خالص جون نشانيون. (پڇاڙيون)

| ضمير | اسم، نشاني ۽ سان | ضمير خالص جون نشانيون (پڇاڙيون) |
|---|---|---|
| ضمير متڪلم | پٽم | م |
| ضمير حاضر | پٽ ۽ پٽهين | ءِ / هين |
| ضمير غائب | پٽس | س |

## فعل جي پٺيان ضمير خالص جون نشانيون / (پڇاڙيون)

| ضمير | فعل نشاني ۽ سان | ضميري پڇاڙيون |
|---|---|---|
| ضمير متڪلم | کاڌم | م |
| ضمير حاضر | کاڌ ءِ | ءِ |
| ضمير غائب | کاڌائين | ئين |

## حرف جر جي پٺيان ضميري خالص جون نشانيون / (پڇاڙيون)

| ضمير | حرف جر نشاني ۽ سان | ضميري پڇاڙيون |
| --- | --- | --- |
| ضمير متڪلم | وٽم | م |
| ضمير حاضر | وٽ ۽ | ۽ |
| ضمير غائب | وٽس | س |

اهي نشانيون يا ضميري پڇاڙيون، ضمير خالص جو ڪم ڏين ٿيون.

**وصف:** اهڙيون ضميري پڇاڙيون جيڪي اسم، فعل ۽ حرف جر جي پٺيان اچي ضمير خالص جو ڪم ڏين ٿيون تن کي ضمير متصل چئبو آهي. متصل جي معنيٰ آهي ڳنڍيل.

1. اصل ضمير خالص کي ضمير منفصل چئبو آهي، ضمير متصل ضمير خالص جو هڪ قسم آهي. اهو گهڻو ڪري مائٽي ڏيکاريندڙ اسمن جي پٺيان ڪم ايندو آهي.

**نوٽ:** نه رڳو اسم، فعل ۽ حرف جر جي پٺيان ضمير متصل جون پڇاڙيون ڪم اچن ٿيون، پر ظرف جي پٺيان به اهي ضميري پڇاڙيون اچي ضمير خالص جو ڪم ڏين ٿيون.

**جيئن ته:** مٿس، مٿن وغيره (هن جي مٿان، هنن جي مٿان)

## ضمير جي ترڪيب Parsing of pronoun

جيئن ته ضمير اسم جي بدران ڪم ايندو آهي. تنهن ڪري سندس ترڪيب به اسم وانگر ٿيندي جيئن ته:

1. ضمير جو قسم 2. جنس 3. عدد 4. حالت

**مثال:** مون پڇيو ته اوهان مان ڪير هن بيمار جي خدمت ڪندو.

مٿين جملن ۾ مون، اوهان، ڪير ۽ هن ضميرن جي ترڪيب هن ريت ٿيندي.

**مون:** ضمير متڪلم جنس مذڪر / مؤنث عدد واحد حالت فاعلي فاعل آهي "پڇيو" فعل جو.

**اوهان:** ضمير حاضر: جنس مذڪر / مؤنث عدد جمع حالت اضافت سبب "مان" حرف اضافت جي.

**ڪير:** ضمير استفهام : جنس مذڪر / مؤنث عدد واحد حالت فاعلي، فاعل آهي "ڪندو" فعل جو.

**هن:** ضمير اشارو ويجهو جنس مذڪر / مؤنث عدد واحد حالت جري لڳي ٿو بيمار سان.

# باب ٽيون

# صفت Adjective

**مثال:**

1. انب مٺو آهي.
2. هي ميوو کٽو آهي.
3. وڻ تي ڏه پکي ويٺا آهن.
4. اُٺ هڪ ٿلهو ۽ وڏو جانور آهي.
5. جاٻلو ۽ سامونڊي ماڻهو بدن جا سگهارا ٿيندا آهن.

پهرئين جملي ۾ "مٺو" لفظ انب (اسم) جو گڻ ٿو ڏيکاري.

اهڙي طرح ٻئي جملي ۾ "کٽو" لفظ ميوي (اسم) جو اوگڻ ٿو ظاهر ڪري.

ٽئين جملي ۾ "ڏهه" لفظ پکين جو انداز ٿو ڏيکاري. ۽

چوٿين جملي ۾ "ٿلهو" ۽ "وڏو" لفظ اُٺ جو مقدار ڏيکارين ٿا.

اهڙي طرح پنجين جملي ۾ "جاٻلو" ۽ "سامونڊي" لفظ ماڻهو (اسم) جو قسم ٻڌائين ٿا.

**وصف:** اهڙا لفظ جيڪي اسم جو گڻ، اوگڻ انداز، مقدار ۽ قسم ڏيکارين تن کي صفت چئبو آهي.

## صفت جا قسم Kinds of Adjectives



صفت جا ٽي قسم آهن.

1. صفت وصفي 2. صفت عددي 3. صفت ضميري

# 1. صفت توصيفي يا وصفي

## Adjective of quality or quanontity

جيئن ته مثالي جملن ۾ مٺو، ڪِنو، ٿلهو، وڏو، ساموندي ۽ جابلو صفتون اسم جي خاصيت، قسم ۽ مقدار ۾ ظاهر ڪن ٿيون اهڙين صفتن کي صفت وصفي يا توصيفي چئبو آهي.

# 2. صفت عددي Adjective of number

مٿين مثالن مان ٽئين نمبر جملي مان اسم جو تعداد معلوم ٿئي ٿو.

**جيئن ته:** پنج ڇوڪرا، ٻه ٽين ڇوڪري، ٿورو مال، سمورو مال، گهڻو پنڌ، ٿورو پنڌ ۽ سرس مٿائي وغيره اهي سڀ صفتون اسم جو عدد ڏيکارين ٿيون، تنهن ڪري انهن کي عددي صفت چئبو آهي.

وري عددي صفت جا ٻه قسم آهن.

1. عدد شماري 2. عدد قطاري

## 1. عدد شماري Numeral Cardinal

جيئن ته: هڪ، ٻه، ٻارهن، ٽيهه، چاليهه وغيره.

## 2. عدد قطاري Ordinals

جيئن ته: پهريون، ٻيون، ٽيون، ٻارهون، ٽيهون، چاليهون وغيره.

## 3. صفت ضميري Pronominal

هيءُ ماڻهو، اِهي ڇوڪريون (ضمير اشارو ويجهو)

هو ماڻهو، هو ڇوڪريون (ضمير اشارو ڏور)

جو قلم، جيڪو قلم (ضمير موصول)

سو ماڻهو، سا زال (جواب موصول)

ڪي ماڻهو، هرڪو انسان، سڀ ڪا زال، هي جي، سي جي وغيره.

مٿين ترڪيب ۾ "هيءُ" "هو" "سو" "سا" "جو" جيڪو، هرڪو، سڀ ڪا، جو ۽ جي، ضمير جا لفظ اُهن جي صفت ٿي يا اشاري طور استعمال ٿيل آهن. تنهن ڪري:

وصف: اهڙا ضمير جيڪي ڪنهن اسم يا ٻئي ضمير جي اڳيان اچن ۽ ان جو اسم يا ضمير جي وصف يا خصوصيت يا ان ڏانهن اشارو ڪن. انهن کي صفت ضميري يا اشارو ڇئبو آهي.

هيٺ مختلف ضميرن جا لفظ ڏجن ٿا، جيڪي صفت طور استعمال ٿيندا آهن.

### صفتون جي ضميرن مان ٺهن ٿيون.

### صفت

| ضمير | بنياد | انداز | قد | قسم |
|---|---|---|---|---|
| ضمير اشارو ويجهو | اي | ايترو | ايڏو | اهڙو |
| ضمير اشارو ويجهو | هيءُ | هيترو | هيڏو | هھڙو |
| ضمير اشارو ڏور | اُو | اوترو | اوڏو | اهڙو |
| ضمير اشارو ڏور | هو | هوترو | هيڏو | هھڙو |
| ضمير موصول | جو (جي) | جيترو | جيڏو | جهڙو |
| ضمير جواب | سو | تيترو | تيڏو | تهڙو |
| ضمير استفهام | ڪو | ڪيترو | ڪيڏو | ڪهڙو |

## صفت جا درجا Degrees of Adjective

1. عالم خان ڊگهو آهي.

2. عالم خان انور کان ڊگهو آهي.

3. عالم خان سڀني کان ڊگهو آهي.

پهرئين جملي "ڊگهو" صفت صرف عالم خان لاءِ ڪم آيل آهي. جنهن ڪري "ڊگهو" صفت کي صفت خالص چئبو آهي.

2. ٻئي جملي ۾ عالم خان جي انور سان ڀيٽ ڪيل آهي. جيڪا "انور" اسم جي پٺيان "کان" حرف جر لڳائي ڪئي ويئي آهي. جنهن مان معلوم ٿيو ته عالم خان انور کان ڊگهو اهي. انهي جملي ۾ "ڊگهو" صفت کي صفت تفضيل چئبو آهي. تفضيل لفظ جي معنيٰ آهي هڪ کي ٻئي کان مٿاهون درجو ڏيڻ.

3. ٽئين جملي ۾ ٻڌايو ويو آهي ته عالم خان سڀني کان ڊگهو آهي انهي "ڊگهو" صفت کي صفت مبالغو چئبو آهي. مبالغي جي معنيٰ آهي "وڌاءُ"

نوٽ: فارسي ۽ ٻين زبانن ۾ صفت تفضيل ۽ صفت مبالغي لاءِ صفت خالص جي پٺيان ڪي نشانيون يا پچاڙيون لڳنديون آهن. جيئن ته فارسيءَ ۾ به، بهتر، بهترين ۽ ڪم، ڪمتر، ڪمترين يعني صفت خالص جي پٺيان صفت تفضيل لاءِ "تر" ۽ صفت مبالغي لاءِ "ترين" پچاڙيون لڳائڻ سان صفت جا درجا ٺهندا آهن. پر سنڌيءَ ۾ اهڙيون پچاڙيون نه آهن. مٿي ڄاڻايل مثالن موجب اسم جي پٺيان "کان" حرف جر ملائي صفتن جا درجا جوڙيا وڃن ٿا. انهي ڪري ڪن سنڌي گرامر جي عالمن انهن صفتن جي درجن جي جدا بيان ڪرڻ جي ضرورت ئي مناسب نه سمجهي آهي.

### صفت جا درجا Degrees of comparation

| | | |
|---|---|---|
| 1. | صفت خالص | Paistive degree |
| 2. | صفت تفضيل | Comparative degree |
| 3. | صفت مبالغو | Superlative degree |

# مشق

**سوال**

1. ضمير خالص جا قسم مثال ڏيئي سمجهايو.

2. هيٺين جملن مان ضمير چونڊيو ۽ انهن جا قسم ٻڌايو.

1. آءٌ پاڻ ڪالهه آفيس ويو هئس.
2. تون ۽ هي ٻئي گڏجي مون وٽ اچجو.
3. توکي ڇا کپي؟
4. جيڪو ڪندو سو لوڙيندو.
5. توکي ضرور ڪجهه نه خبر هوندي.

3. ضمير موصول ۽ جواب موصول ۾ فرق مثالن سان سمجهايو.

4. ضمير منفصل ۽ متصل ۾ تفاوت مثالن سان سمجهايو.

5. هيٺين جملن ۾ آيل اسمن ۽ ضميرن جي ترڪيب ڪريو.

1. آءٌ سمجهان ٿو ته هن ڪمري ۾ ضرور ڪو آهي.
2. قسمت سانگي منهنجو لاڙڪاڻي وڃڻ ٿيو.
3. تو ڏٺو ته ٻرائي ڪندڙ ٻرائي ڏسندو آهي.
4. ابن بطوطہ سياح گهمندو ڦرندو سيوهڻ ۾ آيو.

6. هيٺين جملن مان صفتون چونڊيو.

1. هي تازا سٺا ميوا آهن.
2. ڪنا ۽ گدلا ٻار ڪنهن کي به نه وڻندا آهن.
3. هن نوڪريءَ ۾ ڏه صوف پيل آهن.
4. عمر هڪ ٿلهو، متارو ۽ ناهوڪو ڊگهو ورتو آهي.
5. ٻه ته ٻارهن.

# فعل جا قسم Kinds of verb




# فعل لازمي Verb Intransitive

**مثال:** 1. چوڪرو پڙهي ٿو.

2. پکي اڏامن ٿا.

مٿين جملن ۾ چوڪر لاءِ ڪم ڪندڙ آهي (ڪم جي ڪندڙ کي فاعل Subject چئبو آهي يعني پهرئين جملي ۾ چوڪرو فاعل آهي ۽ "پڙهي ٿو" فعل آهي. اهڙي طرح ٻئي جملي ۾ "پکي" فاعل آهن ۽ "اڏامن ٿا" فعل آهي. جنهن جملي ۾ صرف فاعل ۽ فعل هجڻ سان مطلب پورو ظاهر ٿئي، اهڙن فعلن کي فعل لازمي چئبو آهي.

**وصف:** اهڙا فعل جيڪي صرف فاعل سان لاڳاپو ڏيکارين ۽ جملي مان پورو مطلب ظاهر ٿئي. اهڙن فعلن کي فعل لازمي چئبو آهي. لازمي جي معنيٰ آهي "لڳو رهڻ" يعني فعل فاعل سان لڳو رهي.

# Verb transitive فعل متعدي

**مثال:** 1. درزي ڪپڙا سبي ٿو.

2. عمر ڪتي کي ماريو.

مٿين جملن ۾ درزي ۽ عمر ڪم جا ڪندڙ يعني فاعل آهن.

مٿين جملن مان معلوم ٿيو ته. پهرئين جملي ۾ فاعل (درزي) ڪپڙا سبڻ جو ڪم ڪري ٿو. ٻئي جملي مان معلوم ٿيو ته فاعل (عمر) ڪتي کي مارڻ جو ڪم ڪري ٿو. (يعني فاعل جو ڪم ڪن ٿا. (ٻيا اسم فعلن وارا ڪم سَهن ٿا) ٻئي صورت ۾ چئجي ته مٿن ڪم جو اثر ٿئي ٿو. تن کي فعل متعدي چئبو آهي. مٿين جملن ۾ جن اسمن تي فعل جو اثر ٿئي ٿو. جيئن ته.

ڪپڙا ۽ ڪتو اهي فعلن جا مفعول آهن.

**وصف:** اهڙا فعل جن جي فاعل جي ڪم جو اثر ٻئي ڪنهن تي ٿئي تن کي فعل متعدي چئبو آهي. متعدي جي معنيٰ ٻئي تائين لنگهي ويندڙ يعني اهو جو فاعل کان لنگهي ٻئي ڪنهن تي اثر ڪري. يعني: فعل لازمي کي صرف فاعل آهي. مفعول ڪونهيس. فعل متعدي کي فاعل توڙي مفعول ٻئي آهن. مٿين جملن ۾ "سبي ٿو" ۽ "ماريو" فعل متعدي آهن.

## Kinds of transitive verbs فعل متعدي جا قسم



فعل متعدي جا وري ٻه قسم آهن. جيئن چارٽ ۾ ڄاڻايل آهي.

1. فعل متعدي معروف

2. فعل متعدي مجهول

**فعل متعدي معروف:** اهو فعل آهي جنهن ۾ فاعل ۽ مفعول ٻئي هجن.

**مثال:** نديم ماني کاڌي.

انهي جملي ۾ فاعل نديم آهي ۽ ماني مفعول آهي انهي ڪري انهي ۾ "کاڌي" فعل متعدي معروف آهي.

فعل متعدي معروف جو ٻيو قسم آهي. فعل متعدي معروف بالواسط

**مثال:** نديم ماني نوڪر کان پچارائي.

مٿي جملي ۾ فاعل ماني پچائڻ جو ڪم پاڻ نه ڪيو آهي. پر اهو ڪم نوڪر جي هٿان (واسطي سان) ڪرايو آهي. تنهن ڪري انهي جملي ۾ "پچارائي" فعل متعدي باالواسط آهي.

**وصف:** اهڙا فعل جيڪي ڏيکارين ته فعل وارو ڪم فاعل پاڻ نه ڪيو آهي. پر ٻئي جي هٿان (معرفت ڪرايو آهي تنهن ڪري اهڙن فعلن کي فعل متعدي معروف باالواسط چئبو آهي.

# فعل متعدي مجهول

**مثال:** 1. انب کائبو.

2. خط پڙهيو ويو.

مٿين جملن ۾ فاعل گم آهن. فاعل جي جاءِ "انب" ۽ "خط" مفعولن ورتي آهي. يعني مفعول ڦري فاعل جي جاءِ ورتي آهي اهڙن جملن جي فعلن کي "فعل متعدي مجهول" چئبو آهي.

**وصف:** اهڙا متعدي فعل جن جو اصل فاعل گم هجي مفعول ڦري فاعل جي جاءِ وٺي. ته اهڙن فعلن کي فعل متعدي مجهول چئبو آهي. مجهول جي معنيٰ آهي اڻ ڄاتل.

# فعل متعدي مجهول باالواسط

1. انب ڪاٽبو.

2. خط پڙهايو يا پڙهارايو ويو.

مٿين جملن ۾ "ڪاٽبو" ۽ پڙهايو يا پڙهارايو فعل متعدي مجهول آهن. انهن جملن ۾ فاعل گم آهن. ۾ انهن مان هر هڪ مفعول ڦري فاعل جي جاءِ ورتي آهي. اهو فاعل ٻه ڪم ٻين جي معرفت ڪرائي ٿو. اهڙن فعلن کي فعل متعدي مجهول باالواسط چئبو آهي.

وصف: اهڙا متعدي باالواسط فعل جن جو اصل فاعل گم هجي مفعول ڦري فاعل ٿئي. تن کي فعل متعدي مجهول باالواسط چئبو آهي.

# فعل بي فاعل يا اڪرترڪ فعل

مثال: 1. اڄ آءٌ حيدرآباد ويندس.

2. اڄ حيدرآباد وڃبو.

مٿين جملن مان پهرئين جملي ۾ "آءٌ" فاعل موجود آهي. جنهن ڪري "ويندس" فعل قاعدي مطابق آهي.

ٻئي جملي ۾ "وڃبو" فعل جو ڪوبه فاعل ڪونهي تنهن ڪري اهو فعل بي فاعل يعني فاعل کان سواءِ آهي انهي فعل کي اڪرترڪ فعل چئبو آهي أ=معنيٰ =نہ ڪرتريا ڪرتا معنيٰ ڪم ڪندڙ (فاعل) ۽ اڪرترڪ فعل معنيٰ اهو فعل. جنهن کي فاعل ڪونهي يعني بي فاعل جيئن تہ:

1. گهڻو پسند ڪبو تہ ٺڪبو.

2. ٻاٽيءَ ۾ ترجي ٿو.

3. جيڪي پوکبو، سو لڻبو.

4. هوا ۾ اڏامبو.

وصف: اهڙا لازمي فعل جن جو فاعل گم ٿيل يا لڪل هجي تن فعلن کي اڪرترڪ (بي فاعل فعل) چئبو آهي.

# فعل معاون Auxiliary verb

مثال: 1. رشيد ڪاٺي ٿو.

2. رشيد ڪاڙهو هو.

3. امين آيو آهي.

پهرئين جملي ۾ "ٿو" فعل "ٿيڻ" مان نهيو آهي، اهڙي طرح ٻئي ۽ ٽئين جملن ۾ "هو" ۽ "آهي" فعل "هئڻ" مان نهيا آهن. اهي "هئڻ" ۽ "ٿيڻ" فعل لازمي آهن.

مٿين جملن ۾ "ٿو" "هو" ۽ "آهي" فعل معاون آهن. جيڪي ٻين "ڪاٺي" "ڪاڙهو" ۽ "آيو" بنيادي فعلن جي پٺيان اچي زمانن ناهڻ ۾ مددگار ٿيا آهن.

اهي فعل معاون ڪڏهن جملن ۾ اڪيلا بہ اچي صحيح مطلب ظاهر ڪندا آهن.

جيئن تہ

1. هي انب آهي.

2. تون ناراض نہ ٿي.

3. عمر ڪالهہ هتي هو.

وصف: اهڙا لازمي فعل جيڪي ٻين بنيادي فعلن جي پٺيان اچي زمانن جوڙڻ ۾ مدد ڪن ٿا. اهڙن فعلن کي فعل معاون چئبو آهي، معاون جي معني آهي مددگار.

# فعل مرڪب

مثال: 1. جانو ماني کائڻ لڳو.

2. خانوءَ خط لکي موڪليو.

3. هاري ڍڳا ڪاهيندو ويو.

مٿين جملن مان هرهڪ جملي ۾ ٻہ بنيادي فعل گڏجي هڪ ٿي ڪم آيا آهن.

جيئن تہ: پهرئين جملي ۾ "ڪائڻ" ۽ "لڳو" ٻہ بنيادي فعل ڪم آيا آهن. ۽ ٻئي جملي ۾ "لکي" ۽ موڪليو" ٻہ بنيادي فعل ڪم آيا آهن. اهڙي طرح ٽئين جملي ۾ ٻن بنيادي فعلن (ڪاهيندو ويو) جون ڪي صورتون گڏجي هڪ ٿي ڪم آيون آهن.

اهڙين فعلن جي بنيادي صورتن کي مرڪب فعل چئبو آهي.

وصف: اهڙن ٻن بنيادي فعلن جون ڪي صورتون گڏجي هڪ فعل ٿي ڪم اچن. تن کي مرڪب فعل چئبو آهي. مرڪب جي معنيٰ آهي "گڏيل".

# باقاعدي ۽ بي قاعدي فعل

قاعدي موجب اهو فعل. جنهن جو اسم مفعول، امر واحد جي پنيان "يو" يا "يل" پڄاڙي ملائڻ سان ٺهندو آهي پر اهڙا فعل جن جو اسم مفعول قاعدي مطابق نہ ٺهندو هجي تہ اهڙن فعلن کي بي قاعدي فعل چئبو آهي.

جيئن هيٺ ڏنل مثالي چارٽ مان معلوم ٿيندو.

مصدر مان امر واحد ناهڻ لاءِ مصدر جي آخري پڄاڙي "ڻ" ڪڍڻ سان امر واحد ٺهندو. جيئن چارٽ پر ڄاڻايل آهي.

چارٽ

| اسم مصدر | امر واحد | اسم مفعول | فعل |
|---|---|---|---|
| لکڻ | لک | لکيو، لکيل | باقاعدي فعل |
| رکڻ | رک | رکيو، رکيل | باقاعدي فعل |
| ناهڻ | ناه | ناهيو، نهيل | باقاعدي فعل |
| وڃڻ | وڃ | ويو، ويل | بي قاعدي فعل |
| ڪائڻ | ڪاءِ | ڪاڙو، ڪاڙل | بي قاعدي فعل |
| وجهڻ | وجهہ | وڌو، وڌل | بي قاعدي فعل |
| وٺڻ | وٺ | ورتو، ورتل | بي قاعدي فعل |

# مشق لاءِ سوال

سوال

1. فعل ڇاکي چئبو آهي؟ مثال ڏيئي سمجهايو.

2. فعل لازمي ۽ فعل متعدي مثالن سان سمجهايو.

3. فعل متعدي جا قسم، مثالن سان سمجهايو.

4. فعل متعدي معروف ۽ فعل متعدي مجهول ۾ ڪهڙو فرق آهي مثال ڏيئي سمجهايو.

5. فعل متعدي معروف باالواسط ۽ فعل متعدي مجهول باالواسط مثالن سان سمجهايو.

6. فعل اڪر ترڪ ڇاکي چئبو آهي؟ مثال ٻه ڏيو.

7. مرڪب فعل ڇا آهن، مثالن سان سمجهايو.

8. هيٺين فعلن مان باقاعدي ۽ بي قاعدي فعل چونڊيو
رکيو، ناهيو، ڪاڙهي، ڏٺو، ويو، آيل، سمهيو.

باب پنجون

# فعل جو ڏاتو يا بنياد

## مصدر يا اسم مصدر

مثال: 1. سنو شاگرد هميشہ لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ مشغول هوندو آهي.

2. هميشہ صاف سٺيون شيون کائڻ پيئڻ گهرجن.

3. نيڪ ٿيڻ لاءِ نيڪن جي صحبت اختيار ڪرڻ گهرجي.

4. بيمار هئڻ جي حالت ۾ ڪِري ڪرڻ ضروري آهي.

جيئن تہ اسين سکي آيا آهيون تہ ڪم ۽ حالت جي نالن کي اسم چئبو آهي، مٿي ڄاڻايل جملن ۾ کائڻ، پيئڻ، لکڻ، پڙهڻ، ٿيڻ، هئڻ ۽ ڪرڻ ڪمن ۽ حالت جي هئڻ جا نالا آهن اهڙن نالن کي مصدر چئبو آهي.

وصف: فعل جي اها بنيادي صورت جا ڪنهن ڪم يا حالت جي معنيٰ ڏيکاري ٿي تنهن کي مصدر چئبو آهي.

مصدر جي معنيٰ آهي صادر ٿيڻ يا ڦٽڻ جي جاءِ، جنهن مان ٻيا فعل ڦٽن ٿا. مصدر اسم آهي جنهن ڪري هن کي اسم مصدر بہ چئبو آهي سنڌي ۾ فعل جو بنياد مصدر نہ، پر امر واحد آهي.

مصدر جي پڇاڙيءَ ۾ اڻ يا اِڻ اچار ڪڍي ڇڏبو تہ فعل جو بنياد يا ڏاتو امر واحد نڪرندو. جيئن تہ:

| امر واحد | مصدر |
| --- | --- |
| پڙهہ | پڙهڻ |
| لک | لکڻ |
| ڊوڙ | ڊوڙڻ |
| کاءُ | کائڻ |

# اسم مصدر جي ترڪيب

جيئن ته اسم مصدر ۾ جنس ۽ عدد نه ٿيندو آهي تنهن ڪري اسم مصدر ۾ هميشه حالت بيان ٿيندي.

مثال: 1. پڙهڻ ضروري آهي.

2. ڇوڪرو لکڻ سکيو آهي.

3. پوليس وارو چور کي پڪڙڻ لاءِ ويو.

مٿين جملن ۾ ليڪ ڏنل اسم مصدر جي ترڪيب هيٺين ريت ٿيندي.

پڙهڻ: اسم مصدر حالت فاعلي پڙهڻ فاعل آهي.

لکڻ: اسم مصدر حالت مفعولي "لکڻ" مفعول اٿس.

پڪڙڻ: اسم مصدر حالت جري، سبباً "لاءِ" حرف جر جي سندس مفعول "چور" آهي.

## امر Imperative

مثال: 1. اسلم! هيڏانهن اچ.

2. امان! مون کي کير ڏي.

3. ڏاڍي منهنجا! اسان تي رحم ڪر.

مٿين جملن ۾ "اچ"، "ڏي" ۽ "ڪر" فعل آهن. "اچ" اچڻ مصدر مان نڪتل آهن جنهن مان حڪم ڪرڻ جي معنيٰ نڪري ٿي. ٻئي جملي ۾ "ڏي" ڏيڻ مصدر مان نڪتل آهي جنهن مان منٿ ڪرڻ جي معنيٰ نڪري ٿي. ٽئين جملي ۾ "ڪر" ڪرڻ مصدر مان نڪتل آهي جنهن مان عرض يا التجا ڪرڻ جي معنيٰ نڪري ٿي.

وصف: فعل جي اهڙي صورت جنهن مان معلوم ٿئي ته فاعل کي فعل واري ڪم لاءِ حڪم، منٿ يا عرض ڪيل آهي انهي کي امر چئبو آهي. امر جي معنيٰ آهي حڪم.

نوٽ: اهو حڪم صرف هڪ شخص لاءِ استعمال ٿيل آهي. تنهن ڪري انهي کي امر واحد حال چئبو آهي.

2. امر هميشه زمان حال ۽ زمان مستقبل ۾ استعمال ٿيندو آهي تنهن ڪري زمان حال جي حالت ۾ "امر حال" ۽ زمان مستقبل جي حالت ۾ امر استقبال ۽ امر ديرينو چئبو آهي.

# امر واحد حال ٺاهڻ جو قاعدو.

مصدر جي پڇاڙيءَ ۾ آڻ يا اِڻ جو اچار ڪيڻ سان امر واحد حال ٺهندو آهي.

جيئن ته:

| اسم مصدر | امر واحد | اسم مصدر | امر واحد |
| --- | --- | --- | --- |
| ڪاڻڻ | ڪاءِ | لکڻ | لک |
| هلڻ | هل | کڻڻ | کڻ |
| وڃڻ | وڃ | اڇڻ | اڇ |
| ڪرڻ | ڪر | نچڻ | نچ |
| چڙهڻ | چڙ | گهمڻ | گهم |
| روئڻ | روءُ | ڍهڻ | ڍهه |

## امر ۽ ان جا قسم




## امر جا ٻہ قسم آهن.

1. امر حال 2. امر استقبال

وري عدد جي حالت ۾ هرهڪ جا ٻہ قسم آهن جيئن مٿي چارٽ ۾ ڄاڻايل آهن.

## امر حال ۽ امر استقبال جو چارٽ

| امر حال واحد | امر جمع حال | امر استقبال واحد | امر استقبال |
| --- | --- | --- | --- |
| لک | لکو | لکج | لکجو |
| مار | ماريو | مارج | مارجو |
| ڪٽ | ڪٽو | ڪٽج | ڪٽجو |

# امر واحد مان امر جمع ٺاهڻ جا قاعدا.

**امر جمع حال:** عام طور امر واحد جي پويان، "و"، "يو" لڳائڻ ٺهندو آهي جيئن ته لک مان "لکو" "ڪر" مان "ڪريو"

**امر استقبال:** امر استقبال اهڙو امر آهي جو هميشه زمان مستقبل يعني ايندڙ وقت لاءِ ڏبو آهي ان کي امر ديرينو به چئبو آهي.

**ٺاهڻ جو قاعدو:** امر واحد حال جي پڇاڙيءَ ۾ "ج" ۽ عدد واحد جي حالت ۾ عدد جمع جي حالت ۾ "جو" لڳائڻ سان امر استقبال ٺهندو آهي

جيئن مٿي چارٽ ۾ ڄاڻايو ويو آهي.

## مشق لاءِ سوال

1. مصدر ڇا کي چئبو آهي؟ مثال ڏيئي سمجهايو.
2. هيٺين جملن ۾ جيڪي اسم مصدر اهن تن جي ترڪيب ڪريو.
   1. حسن، عمر کي وٺڻ آيو آهي.
   2. شڪاري پکيءَ کي مارڻ لاءِ لکو ويٺو هو.
3. امر واحد حال مان، امر واحد استقبال ٺاهڻ جو طريقو مثالن سان سمجهايو.
4. امر جا قسم ٻڌايو.
5. هيٺين امر واحد مان امر استقبال واحد ۽ جمع ٺاهيو.

   وڃ، پڙهه، کڻ، هل، ڏس، سمجهه

6. بنيادي فعل ڇا آهي؟ کولي سمجهايو.
7. فعل جو ڌاتو مصدر آهي يا امر واحد مثالن سان سمجهايو.

# اسم مشتق (ڪردنت) Participle

مشتق لفظ "شق" مان نڪتل آهي شق جي معنيٰ آهي چيرڻ. اسم مشتق اهي لفظ آهن جيڪي فعل جي بنياد يا ڌاتو مان چيرجي نڪرن ٿا يا جڙن ٿا ۽ صفت ٿي يا اسم ٿي ڪم اچن ٿا. جيئن ته.

مثال: 1. جانو ايندڙ ۽ قاسم ويندڙ هو.

2. ايندڙکي عزت ۽ ويندڙکي مان ڏجي.

مٿين جملن مان پهرئين جملي ۾ "ايندڙ" ۽ "ويندڙ" فعل آهن جيڪي جانو ۽ قاسم اسمن جي باري ۾ ڪجھ ٻڌائين ٿا. ٻئي جملي ۾ ساڳيا لفظ اسم آهن ڇاڪاڻ ته اهي ڪنهن اسم جي بدران ڪم آيا آهن. سنسڪرت ۾ انهن کي "ڪردنت" ۽ انگريزيءَ ۾ Participal چئبو آهي.

نوٽ: اسم مشتق ڳالهائڻ جي لفظن ۾ شامل نہ آهن. جڏهن اهي فعل ٿي ڪم اچن ته فعل، ۽ جڏهن اسم يا صفت ٿي ڪم اچن ٿا ته اسم يا صفت هوندا آهن.

## (1) اسم فاعل Present Participle

(الف) 1. پڙهندڙن لاءِ ڪتاب گهرجي.

2. ڪتندڙکي انعام ڏيو.

پهرئين جملي ۾ "پڙهندڙ" لفظ فعل جو ڌاتو "پڙھ" مان نڪتل آهي ۽ اهڙي طرح "ڪتندڙ" لفظ بہ فعل جي بنياد "ڪت" مان نڪتل آهي اهي ٻئي لفظ ڪن اسمن جي بدران ڪم آيا آهن.

(ب) 1. پڙهندڙ شاگردن لاءِ ڪتاب گهرجن.

2. ڪتندڙ رانديگرکي انعام ڏنو ويو.

مٿين (ب) وارن جملن ۾ پڙهندڙ ۽ ڪتندڙ لفظ فعل جي بنيادي لفظن "پڙھ" ۽ "ڪت" مان نڪتل آهن. اهي ٻئي لفظ شاگرد ۽ رانديگر اسمن سان گڏ آيا آهن. جنهن ڪري انهن اسمن جون صفتون ٿي ڪم آيا آهن.

وصف: فعل جون اهڙيون صورتون، جيڪي جملي ۾ اسم جي بدران ڪم اچن يا اسمن سان لڳي صفت جو ڪم ڏين. اهڙين فعل جي صورتن کي اسم فاعل چئبو آهي.

مٿين جملن ۾ "پڙهندڙ" ۽ "ڪتندڙ" اسم فاعل آهن.

# اسم فاعل ٺاهڻ

جنهن امر واحد حاضر جي پڇاڙيءَ وارو پيش ڪدي "ندڙ" لڳائڻ سان ۽ جنهن امر واحد حاضر جي پڇاڙيءَ ۾ زير هجي ته ان جي پڇاڙيءَ ۾ "يندڙ" ڳنڍڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي جيئن هيٺ ڏنل چارٽ مان ظاهر آهي.

## امر واحد حاضر مان اسم فاعل ٺاهڻ جو چارٽ

| پڇاڙي | اسم فاعل | امر واحد |
|---|---|---|
| ندڙ | اٿندڙ | اُٿُ |
| ندڙ | ويهندڙ | ويهُ |
| ندڙ | پڙهندڙ | پڙهُ |
| يندڙ | پائيندڙ | پاءِ |
| يندڙ | اچليندڙ | اُڇلِ |
| يندڙ | پٽيندڙ | پٽِ |

## بي قاعدي اسم فاعل

1. جهالو ماڻهو اڪثر مار کائيندو آهي.
2. رولو ڪتو اٿو کائي ويو.
3. يتيمن جي مال جو تاڪائو ٿيڻ وڏو گناهه آهي.

مٿين جملن ۾ جهالو اسم فاعل آهي، جيڪو امر واحد "جهل" (مصدر جهلڻ) مان نڪتو آهي. اهڙي طرح "رولو" ۽ "تاڪائو" به اسم فاعل آهن، جن جو ڌاتو (امر واحد) رُل (مصدر رُلڻ) ۽ تڪ (مصدر تڪڻ) آهن پر هتي اهي اسم فاعل بي قاعدي آهن.

## فعل جي بنياد وارا بي قاعدي اسم فاعل

| بي قاعدي اسم فاعل | مصدر | امر واحد حال |
|---|---|---|
| تاڪائو | تڪڻ | تڪ |
| راڪو | رڪڻ | رڪ |
| ڪاٽائو | ڪٽڻ | ڪٽ |
| خرچائو | خرچڻ | خرچ |
| جاڳو | جاڳڻ | جاڳ |

## اسم جي بنياد وارا بي قاعدي اسم فاعل

| اسم | اسم فاعل | اسم | اسم فاعل |
|---|---|---|---|
| گناهه | گنهگار | عيب | عيبدار |
| شرم | شرميلو، شرمسار | نقصان | نقصانڪار |
| خوف | خوفائتو، خوفناڪ | ڀو | ڀيانڪ، ڀوائتو |
| گهرج | گهرجائتو | ڏوهه | ڏوهاري |

## اسم فاعل جي ترڪيب

مثال: 1. اپاڻٺهار پنهنجي هستيءَ ۾ بي مثال آهي.

"اپاڻٺهار" اسم فاعل عدد واحد حالت فاعلي، "آهي" فعل جو فاعل آهي.

## (2) اسم مفعول Past Participle

1. سڙيل ميوو کائڻ صحت لاءِ نقصانڪار آهي.

2. عمر ڪٽيل راند هارائي ويٺو.

3. وڍيل ٿي وايون ڪري ڪُٺل ڪرڪاري.

4. ماءُ پيءُ جو پڙهيو ڪڏهن نه سڙي.

مٿين جملن ۾ سڙيل ۽ ڪٽيل فعل آهن، جيڪي فعل جي بنياد سڙُ (مصدر سڙڻ) ۽ ڪَٽ (مصدر ڪٽڻ) مان نڪتل آهن. جيڪي ميوي ۽ عمر اسمن جون صفتون آهن. اهڙي طرح ٽئين جملي ۾ وڍيل ۽ ڪُٺل فعل، بنيادي فعل وڍُ (مصدر وڍڻ) ۽ ڪُهه (مصدر ڪُهڻ) مان نڪتل آهن. جن اسمن لاءِ ڪم آيل آهن اهي ڳجها آهن. چوٿين جملي ۾ "پڙهيو" فعل آهي. جيڪو بنيادي فعل "پڙهه" (مصدر پڙهڻ) مان نڪتو آهي. اتي اسم ٿي ڪم آيو آهي.

وصف: اهڙا لفظ جن جو بنياد امر واحد حال (بنيادي فعل) هجي ۽ اهي نه ساڻن لاڳو اسمن ٿي يا جن اسمن جي بدران هو ڪم آيا آهن، تن تي اڳي ڪم ٿيل آهي. جيڪو پورو ٿي چڪو آهي، تن کي اسم مفعول چئبو آهي.

# اسم مفعول ٺاهڻ

امر واحد جي پڇاڙيءَ ۾ "يو" يا "يل" لڳائڻ سان اسم مفعول ٺهند وآهي، جيئن هيٺ چارٽ ۾ ڄاڻايل آهن.

سنڌيءَ ۾ گھڻا اهڙا اسم مفعول آهن جيڪي بي قاعدي ٺهن ٿا جيئن هن چارٽ ۾ آخري (ب) ڪالم وارا اسم مفعول بي قاعدي وارا مثال طور ڏنل آهن.

| (الف) باقاعدي اسم مفعول | | (ب) بي قاعدي اسم مفعول | |
|---|---|---|---|
| امر واحد | اسم مفعول | امر واحد | اسم مفعول |
| امر | ماريو يا ماريل | ڏس | ڏٺو يا ڏٺل |
| پڙھ | پڙهيو يا پڙهيل | اچ | آيو يا آيل |
| لِک | لکيو يا لکيل | وڃ | ويو يا ويل |
| ڪت | ڪتيو يا ڪتيل | ڪُهُ | ڪٺو يا ڪٺل |
| هل | هليو يا هليل | ويهه | ويٺو يا ويٺل |

# اسم مفعول جي ترڪيب

مثال: ادا! ماريلن کي نہ مار.

"ماريلن" اسم مفعول جنس مذڪر عدد جمع حالت جري، سببان کي حرف جرجي.

# 3. اسم حاليہ Present Participle

1. انور ڪتاب پڙهندو گھر پهتي ويو.
2. فقير گھمندو، ڦرندو شهر ۾ وڃي پهتو.
3. هاري ڍڳا ڪاهيندو پنهنجي ڏانهن پهتي ويو.
4. آءٌ گھر مان ٽيندو اسڪول ويندس.

مٿين جملن ۾ "پڙهندو" لفظ بنيادي فعل "پڙھ" (مصدر پڙهڻ) مان نڪتل آهي (فعل جي هڪ صورت آهي) سندس فاعل انور آهي. اهڙيءَ طرح گھمندو، ڦرندو (لفظ)

بنيادي فعل گهر ۽ ڦر (مصدرون گهمڻ، ڦرڻ) مان نڪتل آهن فقير سندن فاعل آهي.

وصف: اهڙا لفظ جي فعل جي بنياد مان جڙيل هجن ۽ اس سان لڳي ڏيکارين ته اهو اسم (اسم فاعل) هڪ ڪم کي جاري رکندو پئي کي لڳندو (لڳي ٿو يا لڳو آهي) اهڙين فعل جي صورتن کي اسم حاليه چئبو آهي. حاليه جي معنيٰ آهي جاري رکندڙ.

## اسم حاليه ٺاهڻ

امر واحد حاضر جي پڇاڙيءَ جيڪڏهن زير آهي ته اها ڪڍي "يندو" پڇاڙي گڏڻ سان ۽ جيڪڏهن امر واحد حاضر جي پڇاڙي پر پيش آهي ته اهو ڪڍي "ندو" پڇاڙي گڏڻ سان اسم حاليه ٺهندو آهي.

جيئن هيٺ چارٽ ۾ ڄاڻايل آهي، ڪي اسم حاليه بي قاعدي به ٺهندا آهن، جيڪي هن چارٽ جي (ب) ڪالم واري حصي ۾ مثال طور ڏنل آهن.

| (ب) بي قاعدي اسم حاليه | | (الف) باقاعدي اسم حاليه | |
|---|---|---|---|
| اسم حاليه | امرواحد | اسم حاليه | امرواحد |
| ويندو | وڃ | ماريندو | مارِ |
| ايندو | اچ | پريندو | پرِ |
| ڪندو | ڪر | لکندو | لِکَ |
| | | پڙهندو | پڙهُ |

## اسم حاليه جي ترڪيب

مثال: جڏا جهاري مُرڪندا ماري.

"مُرڪندا" اسم حاليه جنس مذڪر عدد جمع حالت مفعولي مفعول آهي ماري فعل جو.

## 4. اسم استقبال Future Participle

مثال: 1. حسن نئي وڃڻو آهي.

2. حسن کي نئي وڃڻو آهي.

3. اسان کي اڳا گهڻو ڪم ڪرڻو آهي.

4. دڪاندار کان حساب وٺڻو آهي.

مٿين جملن ۾ "وڃڻو"، "ڪرڻو" ۽ وٺڻو اسم استقبال آهن. انهن اسمن جو بنياد فعل جو ڌاتو، امر واحد حال آهي اهي اسم وڃ، ڪر ۽ وٺ ڌاتن مان نڪتل آهن. اسم توڙي صفت جو ڪم ڏين ٿا.

جيئن ته پهرئين جملي ۾ حسن (فاعل) وڃڻ وارو آهي، جنهن ڪري "وڃڻو" فعل حسن اسم سان لڳي يا لاڳاپو ڏيکاري حسن جي صفت ٿو بيان ڪري، جنهن ڪري پهرئين جملي ۾ وڃڻو صفت آهي. اها صفت فعل مان نهيل آهي، جيڪا ڏيکاري ٿو ته حسن کي پوءِ وڃڻو آهي، انهي ڪري "وڃڻو" اسم استقبال آهي.

ٻئي نمبر جملي ۾ ڏيکاريل آهي ته حسن کي جيڪو ڪم ڪرڻو آهي اهو آهي "وڃڻو" يعني وڃڻ جو ڪم. انهي ڪري ٻئي جملي ۾ "وڃڻو" اسم آهي، جيڪو فعل جي ڌاتوءَ مان نڪتل آهي، جيڪو ڏيکاري ٿو ته حسن کي پوءِ وڃڻو آهي، جنهن ڪري "وڃڻو" اسم استقبال آهي.

وصف: فعل جو اهي صورتون جيڪي اسم يا صفت جو ڪم ڏين، جنهن مان ايندڙ وقت (زمان مستقبل) جي معنيٰ ظاهر ٿئي، تن کي اسم استقبال چئبو آهي. استقبال جي معنيٰ آهي ايندڙ (وقت).

# اسم استقبال ناهڻ

امر واحد حال جي پڇاڙيءَ ۾ "ڻو" لڳائڻ سان اسم استقبال ٺهي ٿو.

جيئن ته:

| اسم استقبال | امر واحد | اسم استقبال | امر واحد |
|---|---|---|---|
| لکڻو | لک | ڪرڻو | ڪر |
| پڙهڻو | پڙهه | وڃڻو | وڃ |
| ڊوڙڻو | ڊوڙ | اچڻو | اچ |

نوٽ: مگڻو، پرڻو، مرڻو لفظ به ساڳي "ڻو" پڇاڙي ملائڻ سان ٺهيا آهن، پر اهي اسم ٿي ڪر آيا آهن.

# اسم استقبال جي ترڪيب

مثال: احمد ملڻو جوان آهي.

"ملڻو" اسم استقبال صفاتي، لڳي ٿو احمد اسم سان.

# 5. ماضي معطوفي

مثال: 1. نذير ماني کاڌي، نذير اسڪول ويو.

اهي ٻئي جملا ڳنڍيا ته ٿيندو

نذير ماني کائي، اسڪول ويو.

هتي رڳو "کاڌي" لفظ جو اچار بدلائي "کائي" ڪيوسين ته ٻن جملن مان هڪ جملو ٺهي پيو ۽ ساڳي وقت "کائي" لفظ ڏيکاري ٿو ته، نذير (فاعل) کائڻ جو ڪم پورو ڪري ٻئي ڪم (اسڪول وڃڻ) کي لڳو. يعني "کائي" لفظ ٻن جملن کي ڳنڍي هڪ ڪري ٿو. انهي کي ماضي معطوفي چئبو آهي.

# ماضي معطوفيءَ جا وڌيڪ مثال

1. هاري ٻني کيڙي، گهر ويو.

2. سليم ڪتاب پڙهي، پوءِ سمهندو.

3. ٻورچي ماني پچائي، هليو ويو.

4. آءُ ڪهاڙي، ڪٽي وڻ وڍيندس.

مٿين جملن مان پهرئين جملي ۾ "کيڙي" لفظ جو بنيادي فعل "کيڙ" (مصدر کيڙڻ) مان نڪتل آهي. جيڪا فعل جي هڪ صورت آهي جا فاعل "هاري" کي ٻن جملن سان ڳنڍي ڏيکاري ٿي، تہ فاعل هڪ ڪم پورو ڪري پوءِ ٻيو ڪيو.اهڙي طرح ٻئي ۽ ٽئين جملن ۾ فاعل (ٻورچي ۽ آءٌ) هڪ ڪم پورو ڪري پوءِ ٻيو ڪيو.

مٿين جملن ۾ کيڙي، پڙهي، پچائي ۽ ڪٽي ماضي معطوفي آهن جيڪي ٻن جملن کي ڳنڍي هڪ ڪن ٿا.

وصف: فعل جون اهڙيون صورتون ساڳئي فاعل جي ٻن جملن کي ڳنڍي هڪ ڪن ۽ فاعل سان لڳي ڏيکارين تہ فاعل هڪ ڪم پورو ڪري ٻئي کي لڳي ٿو (لڳو آهي يا لڳندو) تن کي ماضي معطوفي چئبو آهي معطوفي جي معنيٰ آهي ڳنڍڻ.

# ماضي معطوفي ٺاهڻ

(الف) جن فعلن جي امر واحد جي پڇاڙيءَ ۾ پيش آهي، تن جو پيش ڪڍي "اِي" لڳائڻ سان ماضي معطوفي ٺهندو

جيئن تہ: کاءُ مان کائي.

(ب) جن فعلن جي امر واحد جي پڇاڙيءَ ۾ زير اچي تن جي زير ڪڍي "اي" لڳائڻ سان ماضي معطوفي ٺهي ٿو.

جيئن تہ: مارِ مان ماري وغيره.

نوٽ: اسم مشتق (ڪردنت) وارن چئين اسمن جا نالا "اسم" سان شروع ٿين ٿا. انهي نسبت سان سنڌي جي ناماري عالم ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب ماضي معطوفي جو نالو "اسم ماضيہ" تجويز ڪيو آهي.

# مشق لاءِ سوال

1. ڪردنت ڇا آهي ڪولي سمجهايو.

2. اسم مشتق يا ڪردنت ڪهڙا آهن؟ انهن جا نالا لکو.

3. اسم فاعل ڇاکي چئبو آهي؟

4. اسم فاعل ڪيئن ٺهندو آهي؟

5. هيٺين اسمن مان اسم فاعل ٺاهيو.

گناه، شرم، خوف، عيب، پڙهه

هيٺين بنيادي فعلن مان بي قاعدي ٺهندڙ اسم فاعل لکو

تڪ، رُل، ڪَٽ، خرچ، جاڳ

7. اسم مفعول ڪيئن ٺهندو آهي؟ مثالن سان سمجهايو.

8. اسم حاليه، مثالن سان سمجهايو

9. اسم حاليه ڪيئن ٺهند وآغي؟

10. اسم استقبال مثالن سان سمجهايو.

11. اسم استقبال ٺاهڻ جي واٽ ٻڌايو؟

12. ماضي معطوفي ڇاکي چئبو آهي؟ مثال ڏيئي سمجهايو.

13. اهڙا ٽي جملا ٻڌايو، جن ۾ ماضي معطفوي ڪم اچي.

14. اهڙا اسم فاعل ٻڌايو جي اسم جي بجاءِ ڪم اچن؟

15. هيٺين جو وصفون لکو.

اسم مفعول، اسم فاعل، اسم استقبال، اسم حاليہ.

## باب چهون

# فعل جا زمان Tenses

1. آءُ ڪتاب پڙهان ٿو.
2. مون ڪتاب پڙهيو.
3. آءُ ڪتاب پڙهندس.

پهرئين جملي جي فعل "پڙهان ٿو" مان معلوم ٿيو، تہ ڪتاب پڙهڻ جو ڪم هلندڙ وقت ۾ ٿئي ٿو. ٻئي جملي جي فعل "پڙهيو" مان معلوم ٿيو تہ ڪتاب پڙهڻ جو ڪم گذريل وقت ۾ ٿي چڪو آهي. ۽ آخري جملي جي فعل "پڙهندس" مان معلوم ٿيو تہ پڙهڻ جو ڪم ايندڙ وقت ۾ ٿيندو.

فعلن جون اهڙيون صورتون جن مان وقت معلوم ٿئي، تن کي "زمان" چئبو آهي. زمان جي معنيٰ آهي "وقت".

زمان جا ٽي قسم آهن. فعل جي اهڙي صورت جنهن مان معلوم ٿئي تہ ڪم هلندڙ وقت ۾ ٿئي ٿو، تنهن کي "زمان حال" چئجي ٿو.

جيئن تہ پهرئين جملي جي مثال مان ظاهر آهي. جنهن فعل جي صورت مان معلوم ٿئي تہ ڪم گذريل وقت ۾ ٿيو آهي، تنهن کي "زمان ماضي" چئبو آهي. "ماضي" جي معنيٰ آهي گذريل (وقت)

اهڙي طرح فعل جي اهڙي صورت جيڪا ڏيکاري تہ ڪم ايندڙ وقت ۾ ٿيندو، تنهن کي "زمان مستقبل" چئبو آهي. مستقبل جي معنيٰ آهي ايندڙ (وقت) جيئن تہ ٽئين آخري جملي مان ظاهر آهي. انهيءَ ڪري زمان ٽي آهن.

| | |
|---|---|
| 1. زمان حال | Present tense |
| 2. زمان ماضي | Past tense |
| 3. زمان مستقبل | Future tense |

## زمان Tenses



# زمان مضارع

مٿي ڄاڻايل زمانن کانسواءِ زمان مضارع فعل جو اهو زمان آهي جنهن مان زمان حال ۽ زمان مستقبل ٻنهي جي معنيٰ نڪري ٿي. تنهن ڪري انهي زمان کي زمان مضارع چئبو آهي. مضارع جي معنيٰ آهي "ڀائيوار" يعني جنهن مان ٻنهي زمانن حال ۽ مستقبل جو مطلب ظاهر ٿئي.

مثال: 1. آءٌ ڪتاب پڙهان. هينئر پڙهان (حال) يا ايندڙ وقت ۾ پڙهان (زمان مستقبل)

2. اسين ڪتاب پڙهون.

3. هو ڪتاب پڙهي.

مٿين جملن ۾ مفعول جي پٺيان جيڪي فعل "پڙهان" "پڙهون" مان معلوم ٿيو ته پڙهڻ واري ڪم جو مطلب ٻنهي زمانن يعني زمان حال ۽ زمان مستقبل مان ظاهر ٿئي ٿو. هي زمان، زمان حال جو هڪ قسم آهي.

وصف: زمان مضارع فعل جي اها صورت آهي، جا ڏيکاري ته فعل، زمان حال ۽ زمان مستقبل ٻنهي سان لاڳاپو رکي ٿو. تنهن کي زمان مضارع چئبو آهي. مضارع جي معنيٰ آهي "ڀائيوار".

## زمان مضارع ناهڻ

امر واحد جي پڇاڙيءَ ۾ جيڪڏهن پيش يا زير هجي ته اهي ڪڍي فقط "ي" ڳنڍڻ سان زمان مضارع واحد غائب ٺهندو.

جيئن ته:

| زمان مضارع | امر واحد |
|---|---|
| پڙهي | پڙهُ |
| کائي | کاءُ |
| ماري | مارِ |
| ڪري | ڪرِ |

## زمان مضارع جو گردان (ڦيرو)

| ضمير | عدد واحد | | عدد جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | مؤنث | مذڪر | مؤنث |
| ضمير متڪلم | آءٌ پڙهان | آءٌ پڙهان | اسين پڙهون | اسين پڙهون |
| ضمير حاضر | تون پڙهين | تون پڙهين | اوهان پڙهو | اوهان پڙهو |
| ضمير غائب | هو پڙهي | هوءَ پڙهي | هو پڙهن | هو پڙهن |

# 1. زمان حال Present tense

زمان حال جا هيٺيان چار قسم آهن




## زمان حال Present indifinte

1. حسن کيڏي ٿو.
2. اصغر پڙهي ٿو.
3. اسماء ڊوڙي ٿي.

مٿين مثالن مان ظاهر آهي، فاعل فعل وارو ڪم هينئر يعني هلندڙ وقت ۾ ڪري ٿو. انهي زمان کي زمان حال چئبو آهي.

## زمان حال ٺاهڻ

مٿين جملن ۾ کيڏي، پڙهي ۽ ڊوڙي زمان مضارع آهن. انهي ڪري زمان مضارع جي پٺيان واحد مذڪر غائب جي حالت ۾ زمان "ٿو" ۽ واحد مؤنث غائب جي حالت ۾ "ٿي" لڳائڻ سان زمان حال ٺهندو.

## زمان حال جو ڦيرو "گردان"

| ضمير خالص | عدد واحد | | عدد جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | موُنث | مذڪر | موُنث |
| ضمير متڪلم | آءُ پڙهان ٿو. | آءُ پڙهان ٿي. | اسين پڙهون ٿا. | اسين پڙهون ٿيون. |
| ضمير حاضر | تون پڙهين ٿو. | تون پڙهين ٿي. | اوهان پڙهو ٿا. | اوهان پڙهو ٿيون. |
| ضمير غائب | هو پڙهي ٿو. | هوءَ پڙهي ٿي. | هو پڙهن ٿا. | هو پڙهن ٿيون. |

## 2. زمان حال استمراري Present continuous

1. جانو خط لکي پيو. ( پيو لکي)
2. خانو هر ڪاهي پيو. ( پيو ڪاهي)
3. مريم ڪتاب پڙهي پيئي. (پيئي پڙهي)
4. آءُ ڪراچيءَ وڃا پيو (پيو وڃا)

مٿين مثالن مان معلوم ٿيو ته اهڙا فعل جيڪي ڏيکارين ته سندن فاعل فعل وارو ڪم هلندڙ وقت ۾ لڳاتار جاري رکند واچي. تن کي زمان حال استمراري چئبو آهي. استمراري جي معنيٰ آهي جاري.

## زمان حال استمراي ٺاهڻ

واحد مذڪر غائب جي حالت ۾ فعل معاون "پيو" (مصدر پوڻ) ۽ واحد موُنث جي حالت ۾ "پيئي" زمان مضارع جي پٺيان گڏڻ سان ٺهي ٿو.

## زمان حال استمراريءَ جو ڦيرو (گردان)

| ضمير خالص | عدد واحد | | عدد جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | موُنث | مذڪر | موُنث |
| ضمير متڪلم | آءُ پڙهان پيو. | آءُ پڙهان پيئي. | اسين پڙهون پيا. | اسين پڙهون پيون. |
| ضمير حاضر | تون پڙهين پيو. | تون پڙهين پيئي. | اوهان پڙهو پيا. | اوهان پڙهو پيون. |
| ضمير غائب | هو پڙهي پيو. | هوءَ پڙهي پيئي. | هو پڙهن پيا. | هو پڙهن پيون. |

# 3. زمان حال مدامي Present habitual

1. اسلم ڪتاب پڙهندو آهي.
2. سليم اسڪول ويندو آهي.
3. عمر کيڏندو آهي.

مٿين جملن مان معلوم ٿيو ته فاعل، فعل وارو ڪم گذريل وقت کان وٺي ڪندو رهي ٿو. جو اڃا پيو ٿئي يا ٿيندو رهي ٿو. اهڙي زمان کي زمان حال مدامي چئبو آهي. مدامي جي معنيٰ آهي هميشه.

## زمان حال مدامي ٺاهڻ

مٿين مثالي ۾ پڙهندو، ويندو، لکندو ۽ کيڏندو سڀ اسم حاليه آهن. اسم حاليه جي پٺيان هڻڻ مصدر جو زمان حال ڳنڍڻ سان زمان حال مدامي ٺهي ٿو.

## زمان حال مدامي جو ڦيرو

| ضمير خالص | عدد واحد | | عدد جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | مؤنث | مذڪر | مؤنث |
| ضمير متڪلم | آءٌ لکندو آهيان. | آءٌ لکندي آهيان. | اسين لکندا آهيون. | اسين لکنديون آهيون. |
| ضمير حاضر | تون لکندو آهين. | تون لکندي آهين. | اوهان لکندا آهيو. | اوهين لکنديون آهيو. |
| ضمير غائب | هو لکندو آهي. | هوءَ لکندي آهي. | هو لکندا آهن. | هو لکنديون آهن. |

# 4. زمان حال متشڪي Present Dubilative

1. اسد خط لکندو هوندو.
2. رشيد ڪتاب پڙهندو هوندو.
3. اسلم ڳوٺ ويندو هوندو.

مٿين جملن مان معلوم ٿيو ته فاعل فعل وارو ڪم هلندڙ وقت ۾ ڪري ٿو پر ان جي ڪرڻ ۾ شڪ آهي. اهڙي زمان کي زمان حال متشڪي چئبو آهي. متشڪي جي معنيٰ آهي جنهن ۾ شڪ هجي.

# زمان حال متشڪي ناهڻ

جيئن تہ مٿين جملن ۾ لکندي پڙهندو ۽ ويندو اسم حاليہ آهن. جنهن ڪري زمان حال متشڪي ناهڻ لاءِ اسم حاليہ جي پٺيان فعل معاون جي مصدر "هئڻ" جو زمان مستقبل "هوندو" لڳائڻ سان زمان حال متشڪي ٺهندو آهي.

## زمان حال متشڪي جو ڦيرو.

| ضمير خالص | واحد | | جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | موءنث | مذڪر | موءنث |
| ضمير متڪلم | آءُ ويندو هوندس. | آءُ ويندي هونديس. | اسين ويندا هونداسين. | اسين وينديون هونديونسين. |
| ضمير حاضر | تون ويندو هوندين. | تون ويندي هونديئن. | اوهين ويندا هوندا. | اوهين وينديون هونديون. |
| ضمير غائب | هو ويندو هوندو. | هوءَ ويندي هوندي. | هو ويندا هوندا. | هو وينديون هونديون. |

## 2. زمان ماضي Past tense

زمان ماضيءَ جا هيٺيان ست قسم آهن.

## زمان ماضي Kinds of past tense

1. ماي مطلق
2. ماضي قريب
3. ٠ بعيد
4. ماه شمراري
5. ماضي ڪي
6. ماضي س
7. ماضي شرطيہ

# 1.زمان ماضي مطلق Past Indefinite

1. انور ڪتاب پڙهيو.

2. قاسم خط لکيو.

3. علي اسڪول ويو.

4. صفر ناٽڪ ماريو.

مٿين جملن ۾ پڙهيو، لکيو ۽ ويو فعلن مان ظاهر آهي ته فاعل فعل وارو ڪم گذريل وقت ۾ ڪيو آهي، تنهن ڪري: اهڙا فعل جيڪي ڏيکارين فاعل فعل وارو ڪم گذريل وقت ۾ ڪري چڪيو آهي. مطلق جي معنيٰ آهي پورو.

## ماضي مطلق ٺاهڻ

امر واحد مذڪر غائب جي پٺيان "يو" بجاءِ گڏڻ سان ماضي مطلق ٺهندو. جيئن ته "مارِ" امر واحد مان "ماريو" ۽ پڙهه مان "پڙهيو" وغيره يا پڙهيو، لکيو ۽ ويو وغيره اسم مفعول آهن. تنهن ڪري فاعل جي پٺيان اسم مفعول ملائڻ سان زمان ماضي مطلق ٺهندو.

## زمان ماضي مطلق جو ڦيرو

### فعل لازمي آيو (مصدر اچڻ)

| ضمير | واحد | | جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | موءنث | مذڪر | موءنث |
| ضمير متڪلم | آءٌ آيس | آءٌ آيس | اسين آياسين | اسين آيون سين |
| ضمير حاضر | تون آئين | تون آئينءَ | اوهان آيا | اوهين آيون. |
| ضمير غائب | هو آيو | هوء آئي | هو آيا | هو آيون |

نوٽ: فعل لازمي، جي حالت ۾ فعل پنهنجي فاعل سان ضمير جنس ۽ عدد ۾ ڦري ٿو. پريوگ ڪرتري آهي. پريوگ جو بيان اڳتي ايندو.

## زمان ماضي مطلق جو فعل متعدي ۾ ڦيرو.

| ضمير | واحد | | جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | موءَنث | مذڪر | موءَنث |
| ضمير متڪلم | مون پڙهيو | مون پڙهيو | اسان پڙهيو | اسان پڙهيو. |
| ضمير حاضر | تو پڙهيو | تو پڙهيو | اوهان پڙهيو | اوهان پڙهيو. |
| ضمير غائب | هن پڙهيو | هن پڙهيو | هنن پڙهيو | هنن پڙهيو. |

نوٽ: مٿين گردان مان معلوم ٿيو ماضي مطلق فعل متعدي جي حالت ۾ فعل پنهنجي فاعل سان ضمير جنس ۽ عدد ۾ نٿو ڦري. يعني پرپوگ پاوي آهي.

## 2.زمان ماضي قريب Present perfect

1. انور ڪتاب پڙهيو آهي.
2. طالب خط لکيو آهي.
3. يوسف بَند ٻڌو آهي.
4. عابد ڳوٺ ويو آهي.

مٿين جملن ۾ "پڙهيو آهي" ۽ "لکيو آهي" فعلن مان ظاهر آهي ته فاعل فعل وارو ڪم، زمان ماضي ۾ ڪيو آهي، پر ٿورو ويجهڙائي ۾ ڪيو آهي. تنهن ڪري "اهڙا فعل جيڪي ڏيکارين فاعل فعل وارو ڪم ٿورو اڳ ۾ ويجهڙائي ۾ ڪيو آهي جنهن جو اثر اڃا باقي آهي اهڙي زماني کي زمان ماضي قريب چئبو آهي. قريب جي معنيٰ آهي ويجهو.

## زمان ماضي قريب ٺاهڻ

اسم مفعول (امر واحد جي پويان "يو" بجاڙي واري صورت وارو) جي پٺيان فعل معاون واري مصدر "هئڻ" جو زمان حال "آهي" ڳنڍڻ سان زمان ماضي قريب ٺهندو آهي.

### زمان ماضي قريب جو ڦيرو

| ضمير خالص | واحد | | جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | موءَنث | مذڪر | موءَنث |
| ضمير متڪلم | مون ماريو آهي. | مون ماريو آهي | اسان ماريو آهي | اسان ماريو آهي. |
| ضمير حاضر | تو ماريو آهي | تو ماريو آهي. | اوهان ماريو آهي | اوهان ماريو آهي. |
| ضمير غائب | هن ماريو آهي | هن ماريو آهي | هنن ماريو آهي | هنن ماريو آهي. |

نوٽ: زمان ماضي قريب ۾ فعل متعدي پنهنجي فاعل سان ضمير جنس ۽ عدد ۾ نٿو ڦري پريوگ ڀاوي آهي.

## 3. زمان ماضي بعيد Past perfect

1. احمد ڪتاب پڙهيو هو.

2. عرس نانگ ماريو هو.

3. سڄڻ وڻ وڍيو هو.

4. مون خط لکيو هو.

مٿين مثالن ۾ "پڙهيو هو" ۽ "ماريو هو" فعلن مان ظاهر آهي ته فاعل فعل وارو ڪم گهڻو وقت اڳي ڪيو هو

تنهن ڪري:

وصف: اهڙا فعل جن مان ظاهر ٿئي ته فاعل فعل وارو ڪم گذريل وقت ۾ گهڻو اڳ ڪيو هو. اهڙي زمان کي زمان ماضي بعيد چئبو آهي.

بعيد جي معنيٰ آهي پري يا ڏور.

## ماضي بعيد ٺاهڻ

اسم مفعول جي پٺيان فعل معاون "هئڻ" مصدر جو زمان ماضي "هو" ڳنڍڻ سان زمان ماضي بعيد ٺهي ٿو.

### زمان ماضي بعيد جو ڦيرو

| ضمير خالص | واحد | | جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | موءنث | مذڪر | موءنث |
| ضمير متڪلم | مون پڙهيو هو. | مون پڙهيو هو. | اسان پڙهيو هو. | اسان پڙهيو هو. |
| ضمير حاضر | تو پڙهيو هو. | تو پڙهيو هو. | اوهان پڙهيو هو. | اوهان پڙهيو هو. |
| ضمير غائب | هن پڙهيو هو. | هن پڙهيو هو. | هنن پڙهيو هو. | هنن پڙهيو هو. |

زمان ماضي بعيد ۾ فعل پنهنجي فاعل سان (فعل متعدي جي حالت ۾) ضمير، جنس ۽ عدد ۾ عدد ۾ نٿو ڦري. پريوگ ڀاوي آهي.

## 4. زمان ماضي استمراري Past continuous

1. اسلم پڙهيو ٿي يا پڙهيو پئي.

2. سليم ماريو ٿي يا ماريو پئي.

3. مريم لکيو پئي يا پئي لکيو.

مٿين مثالن پڙهيو ٿي، لکيو پئي ۽ ماريو پئي مان معلوم ٿيو ته گذريل وقت ۾ پڙهڻ، لکڻ ۽ مارڻ جو ڪم پورو نه ٿيو هو. پر لڳاتار جاري هو. تنهن ڪري "اهڙا فعل جن مان ظاهر ٿئي ته فاعل، فعل وارو ڪم گذريل وقت ۾ پئي ڪيو يا جاري رکيو آيو. اهڙي زمان کي ماضي استمراري چئبو آهي. استمراري ۽ جي معنيٰ آهي "جاري"

## زمان ماضي استمراري ٺاهڻ

اسم مفعول جي پٺيان يا اڳيان فعل معاون "پوڻ" يا "ٿيڻ" مصدر جي زمان مضارع "پئي" يا "ٿئي" گڏجڻ سان زمان ماضي استمراري ٺهندو آهي.

### زمان ماضي استمراري جو ڦيرو (فعل متعدي ۾)

| ضمير خالص | واحد | | جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | مو ٔنث | مذڪر | مو ٔنث |
| ضمير متڪلم | مون لکيو پئي. | مون لکيو پئي. | اسان لکيو پئي. | اسان لکيو پئي. |
| ضمير حاضر | تو لکيو پئي. | تو لکيو پئي. | اوهان لکيو پئي. | اوهان لکيو پئي. |
| ضمير غائب | هن لکيو پئي. | هن لکيو پئي. | هنن لکيو پئي. | هنن لکيو پئي. |

## 5. زمان ماضي متشڪي Past perfect

1. عمر پڙهيو هوندو.

2. انور کيڏيو هوندو.

3. حسين لکيو هوندو.

4. پيرل وڻ وڍيو هوندو.

مٿين جملن ۾ ڪم آيل فعلن مان معلوم ٿيو ته فاعل، فعل وارو ڪم جيڪو گذريل وقت ۾ ڪيو. انهي جي ٿيڻ ۾ شڪ آهي.

تنهن ڪري:

"اهڙا فعل جيڪي ڏيکارين ته سندن فاعلن جيڪو ڪم گذريل وقت ۾ ڪيو آهي انهي جي ٿيڻ ۾ شڪ آهي. اهڙي زمان کي "زمان متشڪي" چئبو آهي. متشڪيءَ جي معنيٰ آهي "شڪ وارو"

## زمان ماضي متشڪي ٺاهڻ

مٿين جملن ۾ پڙهيو، ڪيڏيو ۽ لکيو اسم مفعول آهن. ضمير واحد غائب مذڪر جي حالت ۾ اسم مفعول جي پٺيان "هئڻ" مصدر جو زمان مستقبل "هوندو" گڏڻ سان زمان ماضي متشڪي ٺهندو آهي. جيئن ته مٿين مثالن مان ظاهر آهي.

## زمان ماضي متشڪيءَ جو ڦيرو (گردان)

| ضمير خالص | واحد | | جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | مؤنث | مذڪر | مؤنث |
| ضمير متڪلم | مون پڙهيو هوندو. | مون پڙهيو هوندو. | اسان پڙهيو هوندو. | اسان پڙهيو هوندو. |
| ضمير حاضر | تو پڙهيو هوندو. | تو پڙهيو هوندو. | اوهان پڙهيو هوندو. | اوهان پڙهيو هوندو. |
| ضمير غائب | هن پڙهيو هوندو. | هن پڙهيو هوندو. | هنن پڙهيو هوندو. | هنن پڙهيو هوندو. |

## 6. زمان ماضي مدامي Past habutual

1. عمر ڪتاب پڙهندو هو.
2. حسن ڪاپي لکندو هو.
3. واڍو ڪرسي ٺاهيندو هو.

مٿين فعلن مان معلوم ٿيو ته فاعل، فعل وارو ڪم گذريل وقت ۾ هميشه ڪندو هو ڇاڪاڻ ته "مدام" جي معنيٰ آهي "هميشه"

تنهن ڪري:

اهڙا فعل جيڪي ڏيکارين ته سندن فاعل، فعل وارو ڪم گذريل وقت ۾ هميشه ڪندو هو، اهڙي زمان کي زمان ماضي مدامي چئبو آهي.

# زمان ماضي مدامي ناھڻ

مٿين جملن ۾ "پڙھندو" لڳندو ۽ ناھيندو اسم حاليہ آھن، تنھن ڪري، اسم حاليہ جي پٺيان، فعل معاون جي مصدر "ھئڻ" جو زمان ماضي مطلق "ھو" ڳنڍڻ سان ماضي مدامي واحد مذڪر غائب ٺھندو آھي.

## زمان ماضي مدامي جو ڦيرو (گردان)

| ضمير خالص | واحد | | جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | مونث | مذڪر | مونث |
| ضمير متڪلم | آءُ پڙھندو ھئس. | آءُ پڙھندي ھيس. | اسان پڙھندا ھئاسين. | اسين پڙھنديون ھيونسين. |
| ضمير حاضر | تون پڙھندو ھئين. | تون پڙھندي ھئين. | اوھان پڙھندا ھئا. | اوھان پڙھنديون ھيون. |
| ضمير غائب | ھو پڙھندو ھو. | ھوءِ پڙھندي ھئي. | ھو پڙھندا ھئا. | ھو پڙھنديون ھيون. |

## 7. زمان ماضي شرطيہ Past conditional

1. اليلس گھمڻ وڃي ھا، جيڪڏھن سندس دوست اچي ھا.
2. اسحاق وڻ وڍي ھا، جيڪڏھن ونس ڪھاڙي ھجي ھا.
3. سليم اچي ھا، جيڪڏھن ڪيس خبر ھجي ھا.

مٿين جملن ۾ فعلن جا فاعل گذريل وقت ۾ اھو ڪم پورو ڪن ھا، جيڪڏھن سندن شرط پورا ٿين ھا.

تنھن ڪري: "اھڙا فعل جيڪي ڏيکارين تہ ڪنھن شرط پوري ٿيڻ بعد فعل جا فاعل. فعل وارو ڪم پورو ڪن ھا، اھڙي زمان کي ماضي شرطيہ چئبو آھي. شرطيہ جي معنيٰ جنھن ۾ شرط ٻڌل ھجي.

## زمان ماضي شرطيہ ناھڻ

مٿين جملن ۾ "وڃي"، "وڍي" ۽ "اچي" زمان مضارع آھن.تنھن ڪري زمان مضارع جي پٺيان فعل معاون جي مصدر "ھئڻ" جو فعل "ھا" لڳائڻ سان زمان ماضي شرطيہ ٺھندو آھي.

نوٽ: زمان ماضي شرطيہ جو ڦيرو نہ ٿيندو آھي.

# 3.زمان مستقبل Future tense

زمان مستقبل جا هيٺيان ٻه قسم آهن.




## 1. زمان مستقبل مطلق

مثال: 1. عيسيٰ سڀاڻي اسڪول ويندو.

2. موسيٰ ڪتاب پڙهندو.

مٿين جملن مان معلوم ٿيو ته فاعل اهو ڪم ايندڙ وقت ۾ ڪندو. تنهن ڪري: "اهڙا فعل جن مان معلوم ٿئي ته فاعل فعل وارو ڪم ايندڙ وقت ۾ ڪندو. اهڙي زمان کي زمان مستقبل مطلق چئبو آهي. مستقبل جي معنيٰ آهي ايندڙ وقت يا اچڻ وارو زمانو.

## زمان مستقبل ٺاهڻ

ضمير واحد مذڪر غائب جي حالت ۾ فاعل جي پهريان اسم حاليه گڏڻ سان زمان مستقبل ٺهندو. جيڪڏهن اسم حاليه جي امر واحد جي پڇاڙي زير واري هجي ته "يندو" ۽ جيڪڏهن امر واحد جي پڇاڙي پيش واري هجي ته "ندو" گڏڻ سان زمان مستقبل ٺهندو.

### زمان مستقبل جو ڦيرو (گردان)

| ضمير خالص | واحد | | جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | مؤنث | مذڪر | مؤنث |
| ضمير متڪلم | آءُ پڙهندس | آءُ پڙهنديس. | اسين پڙهنداسين. | اسين پڙهنديون سين. |
| ضمير حاضر | تون پڙهندين. | تون پڙهندين. | اوهان پڙهندا. | اوهان پڙهنديون. |
| ضمير غائب | هو پڙهندو. | هوءَ پڙهندي. | هو پڙهندا. | هو پڙهنديون. |

## 2.زمان مستقبل استمراري Future continouos

1. ڪمال پيو کائيندو.
2. جمال پيو لکندو.
3. واڍو ڪرسي پيو ناهيندو.

مٿين جملن مان معلوم ٿيو ته فاعل فعل وارو ڪم ايندڙ وقت ۾ ڪندو پر لڳاتار پيو ڪندو. جيئن ته "پيو کائيندو" ۽ "پيو لکندو" فعلن مان ظاهر آهي ته فاعل فعل وارو ڪم ايندڙ وقت ۾ ڪندو پر لڳاتار جاري رکيو ايندو. تنهن ڪري اهڙي زمان کي زمان مستقبل استمراري چئبو آهي.

## زمان مستقبل استمراري ٺاهڻ

مٿين جملن ۾ "کائيندو"، "لکندو" ۽ "ناهيندو" اسم حاليه آهن. انهن جي اڳيان يا پويان فعل معاون جي مصدر "پوڻ" جو ماضي "پيو" ملائڻ سان زمان مستقبل استمراري ضمير غائب واحد مذکر ٺهندو.

## زمانُ مستقبل استمراري جو ڦيرو (گردان)

| ضمير خالص | واحد | | جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذکر | موءنث | مذکر | موءنث |
| ضمير تمکلم | آءٌ پيو پڙهندس. | آءٌ پيئي پڙهنديس. | اسين پيا پڙهنداسين. | اسين پيون پڙهنديونسين. |
| ضمير حاضر | تون پيو پڙهندين. | تون پيئي پڙهندينءَ. | اوهان پيا پڙهندا. | اوهان پيون پڙهنديون. |
| ضمير غائب | هو پيو پڙهندو. | هوء پيئي پڙهندي. | هو پيا پڙهندا. | هو پيون پڙهنديون. |

## زمانن جو دؤر

زمان ڪل 14 آهن. هڪ زمان مضارع، چار زمان حال، ست زمان ماضي ۽ ٻه زمان مستقبل.

نوٽ: سڀ مثال صيغي واحد مذکر غائب ۾ ڏنل آهن.

زمان مضارع جو هڪ قسم مثال: هو وڃي.

1. زمان حال مطلق — مثال: هو پڙهي ٿو.
2. زمان حال استمراري — مثال: هو پڙهي پيو.
3. زمان حال مدامي — مثال: هو پڙهندو آهي.
4. زمان حال متشڪي — مثال: هو پڙهندو هوندو.

## زمان ماضيءَ جا ست قسم آهن

1. ماضي مطلق — مثال: هن پڙهيو يا ڇوڪر پڙهيو.
2. ماضي قريب — مثال: هن پڙهيو آهي.
3. ماضي بعيد — مثال: هُن پڙهيو هو.
4. ماضي استمراري — مثال: هن پئي پڙهيو يا هن پڙهيو پئي.
5. ماضي متشڪي — مثال: هُن پڙهيو هوندو
6. ماضي مدامي — مثال: هو پڙهندو هو.
7. ماضي شرطيہ — مثال: هو پڙهي ها، جيڪڏهن کيس وقت ملي ها.

## زمان مستقبل جا ٻہ قسم آهن

1. زمان مستقبل مطلق — مثال: هو پڙهندو.
2. زمان مستقبل استمراري — مثال: هو پيو پڙهندو يا هو پڙهندو پيو.

نوٽ: جيئن ته سڀ زمان هڪ ڪردنت يا مشتق مان نڪتل نہ آهن، پر جدا جدا ڪردنتن مان نڪتل آهن، جنهن ڪري هرهڪ ڪردنت يا مشتق مان نڪتل زمان هيٺ ڏجن ٿا.

## اسم حاليہ مان نڪتل زمان

1. زمان حال مدامي
2. زمان حال متشڪي
3. زمان ماضي مدامي
4. زمان مستقبل استمراري
5. زمان مستقبل مطلق

## زمان مضارع مان نڪتل زمان

1. زمان مضارع
2. زمان حال مطلق
3. زمان حال استمراري
4. زمان ماضي شرطيہ

## اسم مفعول مان نڪتل زمان

1. ماضي مطلق
2. ماضي قريب
3. ماضي بعيد
4. ماضي متشڪي
5. ماضي استمراري

# زمانن ٺاهڻ جو چارٽ



# مشق لاءِ سوال

سوال

1. فعلن جي زمانن جا قسم مثالن سان سمجهايو.

2. هيٺين زمانن جون وصفون لکي مثالن سان سمجهايو.

زمان ماضي مدامي، زمان مستقبل، ماضي قريب، زمان حال استمراري، ماضي بعيد.

3. امر واحد حال "لِکُ" مان، ماضي قريب، زمان مضارع، ماضي مدامي، مستقبل استمراري ناهيو.

4. زمان حال جا قسم مثالن سان لکو.

5. ڪهڙا زمان اسم حاليه مان ٺهندا آهن؟

6. "پڙهه" امر واحد حال مان ماضي بعيد جو گردان لکو.

7. هيٺين جملن ۾ جن فعلن جو زمان "ماضي" هجي سي چونڊيو ۽ ٻڌايو ته هر هڪ ڪهڙي قسم جو زمان ماضي آهي؟

1. 1965ع ۾ ڀارت پاڪستان تي حملو ڪيو.
2. ڀارت لاهور فتح ڪرڻ ٿي چاهيو.
3. ڀارت پاڪستان کي فتح ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيو هو.
4. ڀارت اهڙو ناپاڪ ارادو ڪيو هوندو.
5. ڀارت کي اهڙي سگهه هجي ها، ته لاهور فتح ڪري سگهي ها.
6. پاڪستان ڀارت تي ڪامياب حملو ڪيو آهي.
7. تاريخ ٻڌائي ٿي ته مسلمان هميشه حق لاءِ وڙهندو آهي.

# ظرف Adverb

1. اڄ عيد آهي.
2. سهائي اسڪول کلندو.
3. استاد هينئر ويو آهي.

مٿين جملن جي پهرئين جملي ۾ "آهي" فعل آهي، پر "اڄ" لفظ مان خبر پوي ٿي ته عيد ڪڏهن آهي؟ يعني عيد هئڻ جي وقت جي خبر پوي ٿي. اهڙي طرح ٻئي جملي ۾ "کلندو" لفظ فعل آهي پر "سهائي" لفظ مان اسڪول کلڻ جو وقت معلوم ٿئي ٿو. ٽئين جملي ۾ "ويو آهي" فعل آهي، پر "هينئر" لفظ مان استاد جي وڃڻ جو وقت معلوم ٿئي ٿو. تنهن ڪري: اڄ، سهائي ۽ هينئر لفظن مان وقت جي خبر پوي ٿي ۽ اهي لفظ فعلن سان لڳن ٿا. اهڙا لفظ جيڪي فعلن سان لڳن، منجهائن وقت جي معنيٰ نڪري، تن کي ظرف چئبو آهي.

## 2

1. احمد هيٺ ويٺو آهي.
2. سليم مٿي آهي.
3. هتي گهڻا باغ آهن.

مٿين جملن مان پهرئين جملي ۾ "آهي" فعل آهي. پر "هيٺ" لفظ مان احمد جي ويهڻ جي جاءِ معلوم ٿئي ٿي. اهڙي طرح ٻئي جملي ۾ به "آهي" فعل آهي، پر "مٿي" لفظ مان سليم جي مٿي هئڻ جي جاءِ معلوم ٿئي ٿي. آخري جملي ۾ "آهن" فعل آهي پر "هتي" لفظ مان گهڻن باغن هئڻ جي جاءِ معلوم ٿئي ٿي. يعني هيٺ، مٿي ۽ هتي لفظن مان جاءِ جي خبر پوي ٿي ۽ اهي لفظ فعلن سان لڳن ٿا انهي ڪري اهڙا لفظ جن مان جاءِ جي معنيٰ نڪري تن کي ظرف چئبو آهي.

## 3

1. سَهو تکو ڊوڙي ٿو.

2. ڪڇئون آهستي هلي ٿو.

پهرئين جملي ۾ "ڊوڙي ٿو" فعل آهي، پر "تکو" لفظ مان خبر پوي ٿي ته سَهو ڪهڙي ريت ڊوڙي ٿو. ٻئي جملي ۾ "هلي ٿو" فعل آهي پر "آهستي" لفظ مان خبر پوي ٿي ته ڪڇئون ڪهڙي ريت هلي ٿو. يعني تکو ۽ آهستي لفظن مان ريت جي خبر پوي ٿي ۽ اهي لفظ فعلن سان لڳن ٿا. اهڙا لفظ جن مان ريت جي معنيٰ نڪري تن کي ظرف چئبو آهي.

## 4

1. اڄ احمد آفيس ڪونه ويندو.

2. هي انب مٺا نه آهن.

مٿين جملن مان پهرئين جملي ۾ "ويندو" لفظ فعل آهي ۽ "ڪونه" لفظ مان خبر پوي ته احمد آفيس نه ويندو. ٻئي جملي ۾ "آهن" لفظ فعل آهي، پر "نه" لفظ مان انڪار جي معنيٰ نڪري ٿي.

اهڙا لفظ جيڪي فعل سان لڳن، منجهائن ناڪار يا انڪار جي معنيٰ نڪري، تن کي ظرف چئبو آهي.

## 5

1. نسرين تمام هوشيار ڇوڪري آهي.

مٿئين جملي ۾ "هوشيار" لفظ صفت آهي ۽ "تمام" لفظ جيڪو ظرف آهي سو صفت "هوشيار" سان لڳو ٿي، هن جي هوشياريءَ جو قدر يا انداز چٽيءَ طرح ڄاڻائي ٿو.

## 6

1. ماڪوڙي تمام آهستي هلي ٿي.

مٿي جملي ۾ "آهستي" لفظ ظرف آهي. منجهائنس ريت جي معنيٰ نڪري ٿي فعل "هلي ٿي" سان لڳي ٿو. ان جي اڳيان لفظ "تمام" اچڻ ڪري آهستي هلڻ جي چٽي خبر پوي ٿي "تمام" لفظ بہ ظرف آهي جيڪو ٻئي ظرف "آهستي" سان لڳي ٿو.

مٿين سڀني مثالن مان ظاهر ٿيو تہ جيڪي لفظ فعل، صفت ۽ ٻئي ظرف سان لڳي، وقت، جاءِ، ريت، قدر ۽ ناڪار جي معنيٰ ڏيکارين تن کي ظرف چئبو آهي.

وصف: اهڙا لفظ جيڪي فعل، صفت ۽ ٻئي ظرف سان لاڳاپو ڏيکارين منجهائن، وقت، جاءِ، ريت قدر ۽ ناڪار جي معنيٰ نڪري تن کي ظرف چئبو آهي. ظرف جي معنيٰ آهي ٿانءُ يا برتن.

نوٽ: جيئن برتن ۾ ڪائڻ ۽ پيئڻ جو ڪم ٿئي ٿو. تيئن جملن ۾ آيل ظرف چئڪ کي برتن آهن، جن ۾ فعل وارا ڪم ٿين ٿا.

## ظرف جا قسم Kinds of Adverbs




## 1. ظرف زمان:

اهڙا ظرف جن مان وقت جي معنيٰ نڪري، تن کي ظرف زمان چئبو آهي. زمان جي معنيٰ آهي وقت.

جيئن ته: اڄ، سڀاڻي، ڪالهه، هينئر، دير، اوير سوير، اڳ، پوءِ، سدائين، نيت هميشه، هاڻي، جڏهن، تڏهن ظرف زمان جا مثال آهن.

## 2. ظرف مڪان:

اهڙا زمان جن مان مڪان يعني جاءِ جي معنيٰ نڪري تن کي ظرف مڪان چئبو آهي.

جيئن ته: هيٺ، مٿي، اندر، ٻاهر، هِتي، هُتي، اڳيان، پنيان، هيڏانهن، هوڏانهن ۽ ڪٿي وغيره. ظرف مڪان جا مثال آهن.

## 3. ظرف تميز:

اهڙا لفظ جن مان ريت، قدر ۽ انداز جي معنيٰ نڪري تن کي ظرف تميز چئبو آهي، تميز جي معنيٰ آهي دستور يا ريت.

جيئن ته: آهستي، هروڀرو، جيئن تيئن، هروڀرو، مس مس، تمام، گهڻو، ڏاڍو، جيڪر، ٽڪڙو، هورڀان وغيره. ظرف تميز جا مثال آهن.

## 4. ظرف نفي يا انڪاري:

اهڙا ظرف آهن، جن مان ناڪار جي معنيٰ نڪري ٿي ان کي ظرف نفي يا انڪاري چئبو آهي. "نفي" جي معنيٰ آهي انڪار ڪرڻ يا ناڪار، جيئن ته: مَتان، نـ، مَ، ڀ ڪين وغيره ظرف نفي جا مثال آهن.

نوٽ: عام طرح هن ظرف جو شمار ظرف تميز ۾ ٿيندو آهي.

# ظرف جي ترڪيب Passing of Adverb

مثال: اڄ تمام تڪڙو وڃ، دير نہ ڪر.

"اڄ" ظرف زمان، لڳي ٿو فعل "وڃ" سان.

"تمام" ظرف تميز لڳي ٿو ٻئي ظرف "تڪڙو" سان.

"تڪڙو" ظرف تميز لڳي ٿو، فعل "وڃ" سان.

"دير" ظرف زمان، لڳي ٿو فعل "ڪر" سان.

"نہ" ظرف نفي لڳي ٿو فعل "ڪر" سان.

مثال ٻيو: عمر تمام نيڪ ڇوڪرو آهي.

"تمام" ظرف تميز لڳي ٿو "نيڪ" صفت سان.

# مڪمل ترڪيب Complete parsing

هيٺين جملن ۾ ليڪ ڏنل لفظن جي ترڪيب

1. اسلم ڏاڍو محنتي استاد آهي.

2. مون ڏهہ ڪتاب پڙهيا.

3. دير ڪرڻ مان گهڻائي نقصان آهن.

4. واہ واہ! اڄ منهنجا ماءُ پيءُ اچڻا آهن.

5. خط لکايو ويو.

# ليڪ ڏنل لفظن جي ترڪيب

1. اسلم: اسم خاص جنس مذڪر عدد واحد حالت فاعلي فاعل آهي "آهي" فعل جو.

ڏاڍو: ظرف تميز لڳي ٿو. صفت "محنتي" سان.

2. مون: ضمير متڪلم جنس مذڪر/ مؤنث عدد واحد حالت فاعلي. فاعل آهي "پڙهيا" فعل جو.

پڙهيا: فعل متعدي معروف مفرد باقاعدي پريوگ ڪرمڻي. جنس مذڪر / مؤنث سندس فاعل آهي "مون" ۽ ڪتاب سندس مفعول آهي.

3. ديرِ: ظرف زمان. لڳي ٿو "آهن" فعل سان.

ڪرڻ: اسم مصدر حالت جري سببان "مان" حرف جرجي.

مان: حرف جر. لڳي ٿو. اسم مصدر "ڪرڻ" سان.

4. واه واه: حرف ندا خوشي جي معنيٰ ظاهر ڪئي ٿي.

اڄڪلهه: اسم استقبال جنس مذڪر / مؤنث عدد جمع حالت فاعلي فاعل آهي. "آهن" فعل جو.

5. لکايو ويو: فعل متعدي مجهول باالواسط مرڪب پريوگ ڪرمڻي زمان ماضي قريب ضمير واحد غائب جنس مذڪر سندس فاعل خط آهي (فاعل ڳجهو آهي.) مفعول ڦري فاعل جي جاءِ ورتي آهي.

# بابُ اٺون

## حرف جر Preposition

1. ميز تي ڪتاب رکيو آهي.

2. ڪُبڙي ۾ مَسُ آهي.

3. مون وٽ قلم آهي.

مٿين جملن مان پهرئين جملي ۾ "تي" لفظ ميز اسم جي پٺيان آيو آهي. ميز ۽ ڪتاب جي وچ ۾ لاڳاپو ڏيکاري ٿو.

ٻئي جملي ۾ ڪبڙيءَ اسم جي پٺيان "۾" لفظ آيو آهي جيڪو ڪبڙيءَ جو مس سان لاڳاپو ڏيکاري ٿو.

آخري جملي ۾ "مون" ضمير جي پٺيان "وٽ" لفظ ڪم آيو آهي. جيڪو "مون" ضمير جو قلم سان لاڳاپوڏيکاري ٿو.

انهن اهڙن لاڳاپو ڏيکاريندڙ لفظن (تي ۾، وٽ) کي حرف جر چئبو آهي.

وصف: اهڙا لفظ جيڪي جملي ۾ ڪنهن اسم يا ضمير جي پٺيان اچن ۽ انهن جو لاڳاپو جملي جي ٻئي ڪنهن لفظ سان ڏيکارين اهڙن لفظن کي حرف جر چئبو آهي. "جر" لفظ جي معنيٰ آهي ڪشش يا ڇڪَ.

هيٺيان لفظ حرف جر آهن: مان، ڪان، ڪون، وٽ، وٽان، وٽون، لاءِ ، تائين، ري، سواءِ، خاطر جو جا، جي، جون، توڙي، بنا، ۾ ، ڏي، واسطي بدران، پاران، ڪان، پڇاڙا وغيره.

نوٽ: جو، سندو، وارو، واري، حرف اضافت آهن. پر اهي بہ حرف جر ۾ شامل آهن.

## حرف جملو Conjuction

1. خليل ۽ عمر اسڪول وڃن ٿا.

2. مضمون لکو يا حساب ڪريو.

3. احمد رڳو ڳائڻو نہ، پر شاعر بہ آهي.

4. انور خط لکيو، تہ بہ هو نہ آيو.

مٿين جملن مان پهرئين جملي ۾ "۽" لفظ ٻن (اسمن) خليل ۽ عمر کي پاڻ ۾ ڳنڍي ٿو. اهڙي طرح ٻئي جملي ۾ ٻن لفظن مضمون ۽ حساب جملي جي انهن ٻنهي لفظن کي "يا" لفظ پاڻ ۾ ڳنڍي هڪ ٻئي سان لاڳاپو ڏيکاري ٿو. ٽئين جملي ۾ احمد رڳو ڳائڻو نه "پر" شاعر به آهي. جملي جا ٻه ڀاڱا آهن، جن کي "پر" لفظ ڳنڍي هڪ ڪري ٿو. چوٿين جملي ۾ ٻه جملا آهن:1. انور خط لکيو. 2. هو نه آيو.

انهن ٻنهي جملن کي "نه به" لفظ پاڻ ۾ ڳنڍين ٿا.

وصف: اهڙا لفظ جيڪي جملي ۾ ڪن ٻن لفظن يا جملي جي ٻن ڀاڱن يا ٻن جملن کي ڳنڍي هڪ ڪن تن کي حرف جملو چئبو آهي.

حرف جملي جا لفظ يا، جيڪي، ته، نه ته، مگر، به، پر، جي، جيڪڏهن، جڏهن ته، نه ته، نه به، جيئن ته، جيتوڻيڪ، اگرچ ۽ پڻ وغيره

## حرف ندا Interjection

1. ادا جعفر! هيڏانهن اچ.
2. واه! واه! اسان مٺيج ڪئي.
3. افسوس! جانوءَ جي پيءُ فوت ٿي ويو.
4. مار! هيڏو وڏو جبل.
5. شل! آءٌ امتحان ۾ پاس ٿيان.
6. ٿو ٿو! هيءُ ته ڪِنو ميوو آهي.
7. اڙي! تون هيءُ ڪَڏو ڪم ڇو ٿو ڪرين؟

مٿين جملن ۾ واه واه، افسوس، مار، شل، ٿوٿو ۽ اڙي لفظن مان، سڏ، خوشي، غم، تعجب، تمنا، ڌڪار ۽ ڪاوڙ جي معنيٰ نڪري ٿي.

اهڙن لفظن کي حرف ندا چئبو آهي. "ندا" جي معني آهي "سڏ"

وصف: اهڙا لفظ جيڪي جملي ۾ الڳ بيٺا هجن ۽ منجهائن سڏ ڪرڻ يا دل جي ڪيفيت جهڙوڪ: خوشي، غم يا ارمان، سڏ، ڌڪار ۽ ڪاوڙ جو ظاهر ٿيڻ معلوم ٿئي، اهڙن لفظن کي حرف ندا چئبو آهي.

نوٽ: حرف ندا جي نشاني (!) مقرر اصولن مطابق ضرور ڏيڻ گهرجي.

# مشق لاءِ سوال

1. ظرف جا ڪهڙا قسم آهن؟ هر هڪ جي وصف مثالن سان لکو.

2. هيٺين جملن مان ظرف چونڊيو. منجهائن ڪهڙي معنيٰ نڪري ٿي ۽ ڪنهن سان لڳن ٿا.

1. آءٌ اڄ ڳوٺ وڃان ٿو. تون سڀاڻي اچج.
2. فاروق ٻاهر ويو آهي ۽ احمد اندر ويٺو آهي.
3. ڪڇون آهستي هلي ٿو. ۽ سهو تکو ڊوڙي ٿو.
4. زينت تمام هوشيار ڇوڪري آهي.
5. احمد اسڪول نہ ويو آهي.

3. هيٺين جملن ۾ جيڪي ظرف آهن. تن جي ترڪيب ڪريو.

1. هاڻي تمام جلدي وڃ. دير نہ ڪر
2. بس هاڻي بلڪل آهستي هلي پئي.

4. حرف جر ڇا کي چئبو آهي. مثال ڏيئي سمجهايو.

5. هيٺين جملن مان حرف جر وارا لفظ چونڊيو.

1. قلم ميز تي رکيو اهي.
2. رڇ سان اکر ڍاھ.
3. ڪٻٽ مان ڪتاب ڪڍ.
4. مون وٽ ڪتاب آهي.
5. اسڪول وڃين تہ. مون وٽان ٿيندو وڃجانءِ.
6. جيري خاطر ٻڪري نہ ڪهجي.
7. خليل کوھ مان پاڻي ڪڍيو.
8. آءٌ توکان سواءِ گهمڻ نہ ويندس.

6. هيٺيان حرف جر جملن ۾ استعمال ڪريو.

جو، سنڌو ڪي، ۾، وٽ، واسطي، ري، مان، مون، ڪان، وٽان، پاران، توڙي، بنا، ڪان سواءِ.

7. حرف جملو ڇاکي چئبو آهي؟ مثال ڏيئي سمجهايو.

8. هيٺين جملن مان حرف جملي وارا لفظ چونڊيو.

1. مريم ۽ فاطما ٻئي هوشيار آهن.

2. خالد جا اکر سٺا آهن، پر عارف ڪان وڌيڪ سٺا نہ آهن.

3. چاڪو يا ڇري کڻي اچ.

4. نذير اچ بہ اسڪول ويو، جيتوڻيڪ مينهن پئي پيو.

5. چاڪر چور ڪي نہ ڏٺو، ڇاڪاڻ تہ رات هئي.

6. خميسو، عارب ڪان ننڍو آهي، تہ بہ وڌيڪ سگهارو آهي.

9. هيٺيان حرف جملي جا لفظ جملن ۾ استعمال ڪريو.

۽، بہ، پر، يا، جيڪڏهن، جيڪر، ڇو تہ، جيتوڻيڪ، اگرچ، نہ تہ، تہ بہ، جيئن تہ، توڙي، پڻ.

10. حرف ندا ڇاکي چئبو آهي؟ مثال ڏيئي سمجهايو.

11. هيٺين جملن مان حرف ندا جا لفظ چونڊيو.

1. او! عمر هيڏانهن اچ.

2. واه واه! سهاڻي عيد آهي.

3. شل، مائي پٽ ڇمندءِ!

4. افسوس جانو امتحان ۾ ناپاس ٿي پيو!

5. گهوڙا، ڳوٺ م ڏاڙيل آيا آهن!

6. مار، اڇا ڪپڙا ڪيسا خالي!

7. ڳنڍون چيو، مينهن ڪي هل ڙي! ڪاري ڪني.

12. هيٺيان حرف ندا جا لفظ جملن ۾ استعمال ڪريو.

واه واه، من، شل، شاباس، آها، مار، ترٽون، هاءِ هاءِ.

## ڀاڱو ٻيون

# علم نحو Syntax

## باب پهريون

## پريوگ Construction / voice

| | |
|---|---|
| 1. ڇوڪر پڙهي ٿو. | ڇوڪرا پڙهن ٿا. (عدد) |
| 2. ڇوڪرا پڙهن ٿا. | ڇوڪريون پڙهن ٿيون. (جنس) |
| 3. آءٌ پڙهان ٿو. | اسين پڙهون ٿا. (ضمير) |

مٿين مثالن مان معلوم ٿيو تہ فعل پنهنجي فاعل سان، عدد، جنس ۽ ضمير ۾ تبديل ٿيو آهي، يعني فعل جو پنهنجي فاعل سان جاڙايل حقيقتن ۾ لاڳاپو يا ميلاپ آهي. انهي لاڳاپي يا ميلاپ کي پريوگ چئبو آهي. پريوگ جي معنيٰ آهي، ميلاپ يا لاڳاپو.

اهڙي طرح فعل پنهنجي مفعول سان بہ عدد، جنس ۽ ضمير ۾ ڦري ٿو. پريوگ جا هيٺيان ٽي قسم آهن:



# پريوگ ڪرتري Subjective constraction

**مثال:**

| | | |
|---|---|---|
| 1. مرد اچن ٿا. | عورتون اچن ٿيون. | عدد |
| 2. ڇوڪرا اچي ٿو. | ڇوڪري اچي ٿي. | جنس |
| 3. هو اچي ٿو. | آءُ اچان ٿو. | ضمير |

مٿين جملن ۾ فعل پنهنجي فاعل سان عدد، جنس ۽ ضمير ۾ تبديل ٿئي ٿو.

**تنهن ڪري:**

"اهڙو فعل جيڪو پنهنجي فاعل سان، عدد، جنس ۽ ضمير ۾ مٽجي ٿو. انهي فعل جو پنهنجي فاعل سان جيڪو اهڙو لاڳاپو آهي. انهي لاڳاپي کي پريوگ ڪرتري چئبو آهي".

ڪرتري سنسڪرت جو لفظ آهي، جيڪو ڪرتريا ڪرتا مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي فاعل.

# 2.پريوگ ڪرمڻي Objective constraction

**مثال:**

| | | |
|---|---|---|
| 1. مون ڪتاب پڙهيو آهي. | مون ڪتاب پڙهيا آهن. | (عدد) |
| 2. پيالو ڀڃي ڇڏيو آهي. | ٻاٽ ڀڃي ڇڏي آهي. | (جنس) |
| 3. آءُ ماريو ويس. | هو ماريو ويو. | (ضمير) |

مٿين جملن ۾ فعل پنهنجي مفعول سان عدد، جنس ۽ ضمير ۾ تبديل ٿيو آهي.

"فعل جو پنهنجي مفعول سان عدد، جنس ۽ ضمير ۾ تبديل ٿئي فعل ۽ مفعول جي اهڙي لاڳاپي کي پريوگ ڪرمڻي چئبو آهي". ڪرمڻي "ڪرم" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي مفعول.

# 3. پريو گ پاوي Nature constraction

مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. ڇوڪر ناڱ کي ماريو. | ڇوڪرن ناڱن کي ماريو. | (عدد) |
| 2. ڇوڪريءَ مڇيءَ کي ماريو. | ڇوڪرين مڇين کي ماريو. | (جنس) |
| 3. هن ناڱ کي ماريو. | هنن ناڱن کي ماريو. | (ضمير) |

مٿين جملن ۾ مفعول جي پٺيان "کي" حرف جر اچڻ ڪري فعل "ماريو" نه پنهنجي فاعل سان ۽ نه وري مفعول سان عدد، جنس ۽ ضمير ۾ تبديل ٿيو آهي، پر ساڳي پنهنجي نرالي حالت وٺيو بيٺو آهي. "فعل، جو نه پنهنجي فاعل سان نه مفعول سان عدد، جنس ۽ ضمير ۾ مٽجي ٿو، پر ساڳي پنهنجي نرالي صورت وٺيو بيٺو هجي، انهي کي پريوگ پاوي چئبو آهي پاوي جي معنيٰ آهي نرالو، نيارو، جدا.

☆ پريوگ کي معلوم ڪرڻ لاءِ هيٺيون ڳالهيون ڌيان ۾ رکجن.

1. فعل لازمي ۽ فعل متعدي مجهول هميشه پريوگ ڪرتري ۾ هوندا آهن.
2. اهڙا متعدي معروف فعل جيڪي اسم مفعول مان نهيل نه هوندا آهن، تن جو پريوگ ڪرتري ٿيندو.
3. اُهي متعدي معروف فعل جيڪي اسم مفعول مان جڙيل زمانن مان هجن، تن جو پريوگ ڪرمڻي ٿيندو.
4. جيڪي فعل متعدي معروف، اسم مفعول مان نهيل زمانن مان هجن ۽ جملي ۾ مفعول جي پٺيان "کي" حرف جر هجي ته فعل پاوي پريوگ ۾ ٿيندو.

# مشق لاءِ سوال

1. پريوگ ڇا کي چئبو آهي؟ مثالن سان سمجهايو.

2. پريوگ ڪرتري مثالن سان سمجهايو.

3. پريوگ ڪرمڻي ڇا آهي؟ مثالن سان سمجهايو.

4. پريوگ ڀاويءَ جي وصف لکو مثالن سان.

5. هيٺين جملن ۾ آيل فعلن جو پريوگ لکو.

1. آءٌ خط لکندس.

2. مون خط لکيو.

3. مون ٻلّيءَ کي ماريو.

4. هو انب کائين ٿا.

5. مون بازار مان سامان ورتو.

6. هو ميوو کائيندو.

7. ڪتي کي ماريو.

8. اٺ تي سواري ڪبي آهي.

9. آءٌ ڪراچي ويندس.

10. احمد پٽ کي ماريو.

11. تون پٽ کي ماريندو آهين.

# باب پيون

# صيغو Mood




## صيغو:

ٻوليءَ ۾ فعل جي وسيلي ماڻهن ۽ شين وغيره جي باري ۾ ڪجهه بيان ڪري سگهجي ٿو، پر بيان ۾ هر هڪ جملي جو ڍنگ يا انداز جدا جدا هوندو آهي. گرامر جي قاعدن مطابق انهن نمونن کي صيغو چئبو آهي.

وصف: جملي مان معلوم ٿئي ته فعل ڪهڙي نموني بيان ڪري ٿو انهي کي صيغو چئبو آهي صيغي جي معنيٰ آهي ڍنگ يا نمونو.

## صيغي جا قسم

صيغي جا ٽي قسم آهن:

1. صيغو بياني
2. صيغو شرطيه
3. صيغو امر

صيغي امر جا وري ٻه قسم آهن.

1. امرنهي

2. امر نيازي

## 1. صيغو بياني Indicative mood

مثال: 1. آءٌ ڪتاب پڙهندس.

2. هن ڪتاب پڙهيو آهي.

3. احسان سڀاڻي ڪراچي ويندو.

مٿين جملن ۾ بيان جو اندازو رواجي آهي، تنهن ڪري: "جملي ۾ اها ڳالهه جيڪا رواجي نموني چيل اهي، تنهن کي صيغو بياني چئبو آهي.

## 2. صيغو شرطيه Subjunctive or Potentioal mood

1. تون هلين ها، ته ضرور منهنجو ڪم ٿئي ها. (شرط)

2. ٿي سگهي ٿو، هو سڀاڻي اچي، (امڪان، شڪ)

3. شل! مينهن وسي، ته مُلڪ ساڻو ستابو ٿئي. (تمنا سڌ)

4. واه واه ! آءٌ امتحان ۾ پاس ٿيس. (خوشي)

5. افسوس! حادثي ۾ جانوءُ جو پيءُ فوت ٿي ويو. (ارمان، غم)

تنهن ڪري:

اهڙا جملا جن ۾ شرط، امڪان، شڪ، سڌ يا تمنا خوشي ۽ ارمان جي معنيٰ نڪري، يعني اهڙن جملن مان معلوم ٿيو ته انهن جو واسطو انسان جي اندر جي لاڙن ۽ دلي ڪيفيات سان آهي. اهڙن فعلن واري بيان کي صيغو شرطيه چئبو آهي.

# 3. صيغو امر Imperative mood

مثال: 1. سليم! در بند ڪر. 2. تون ٻاهر وڃ.

مٿين جملن ۾ "ڪر" ۽ "وڃ" فعل آهن. اهي حاضر ماڻهو کي حڪم ڏيڻ لاءِ ڪم آيل آهن. تنهن ڪري انهن فعلن "صيغو امر" چئبو آهي. "امر" جي معنيٰ آهي حڪم.

وصف: جنهن جملي ۾ ڪنهن به قسم جو حڪم استعمال ٿيل هجي ته اهڙي فعل جي بيان کي صيغو امر چئبو آهي.

## امر جا وري ٻه قسم آهن.

1. امر نهي 2. امر نيازي

## 1. امر نهي

مثال

1. خط نه لک 2. ڪوڙ نه ڳالهاءِ

مٿين جملن ۾ ڪم نه ڪرڻ جو حڪم ٿيل آهي.

"اهڙي حڪم کي جنهن ۾ ڪم ڪرڻ کان منع ٿيل هجي، تنهن کي امر نهي چئبو آهي.

## 2. امر نيازي

مثال

1. ڏڻي تعاليٰ! اسان تي رحم ڪر. 2. خليل! قرب ڪري منهنجو هي ڪم ڪر.

مٿين جملن مان پهرئين جملي ۾ ڌڻي تعاليٰ کان رحم ڪرڻ جي دُعا گهريل آهي. انهي امر "رحم ڪر" ۾ عاجزي اختيار ڪيل آهي. ٻئي جملي ۾ امر واحد "ڪم ڪر" مان منٿ جي معنيٰ ظاهر ٿئي ٿي تنهن ڪري "اهڙو حڪم جنهن مان عرض، التجا ۽ منٿ جي معنيٰ ظاهر ٿئي، تنهن کي اِمر نيازي چئبو آهي.

باب ٽيون

# Analysis چيد يا تفريق

مثال : 1. واڍو ڪرسيون ناهي ٿو.

2. هوشيار واڍو ڪرسيون ناهي ٿو.

3. هوشيار واڍو سٺيون ڪرسيون ناهي ٿو.

4. هوشيار واڍو هميشہ سٺيون ڪرسيون ناهي ٿو.

پهرئين جملي ۾ "واڍو" فاعل "ڪرسيون" مفعول ۽ ناهي ٿو فعل آهي.

ٻئي نمبر جملي ۾ هوشيار صفت آهي اها صفت آهي واڍي جي. جنهن ڪري اها صفت واڍي فاعل جو وڌاءُ يا لڳ آهي

ٽيئن نمبر جملي ۾ "سٺيون" صفت آهي "ڪرسيون" مفعول جي، جنهن ڪري اها صفت مفعول جو وڌاءُ يا لڳ آهي.

چوٿين نمبر جملي ۾ "هميشہ" ظرف آهي. جيڪو لاڳاپو رکي ٿو فعل سان. تنهن ڪري اهو فعل جو لڳ يا وڌاءُ آهي. اهڙا ظرف ۽ ظرفي معنيٰ وارا لفظ فعل جو لڳ آهن.

مٿين جملن جي پهرئين جملي ۾ صرف فاعل، مفعول ۽ فعل آهن باقي ٻين جملن ۾ جيڪي صفتون ۽ ظرف فاعل، مفعول ۽ فعل سان لاڳاپو رکن ٿا، سي انهن جو وڌاءُ يا لڳ آهن.

اهڙي طرح صفتون ۽ صفاتي لفظن جا ميڙ، ظرف ۽ ظرفي لفظن جا ميڙ يا ظرفي اصطلاح جيڪي فاعل، مفعول ۽ فعل سان لڳن ٿا سي انهن جو وڌاءُ يا لڳ آهن.

وصف: جملي ۾ فاعل، مفعول ۽ فعل سان تعلق رکندڙ لفظ جيڪي، انهن جو وڌاءُ يا لڳ آهن. انهن کي ڌار ڌار ڪري ڏيکارڻ کي تفريق يا چيد چئبو آهي. تفريق جي معنيٰ سڀ کي کولي يا ڇجي ڌار ڪرڻ، چيد جي بہ معنيٰ آهي توڙي ڌار ڌار ڀاڱا ڪرڻ.

# فاعل جو وڌاءُ يا لڳ

مثال : 1. هوشيار درزيءَ ڪوٽ سبيو.

2. هن هوشيار محنتي درزيءَ ڪوٽ سبيو.

3. هن تمام هوشيار محنتي درزيءَ ڪوٽ سبيو.

مٿين جملن ۾ هوشيار ۽ محنتي درزيءَ جون صفتون آهن، جيڪي درزيءَ فاعل سان لڳل آهن. تنهن ڪري اهي فاعل جون "لڳ" آهن اهڙي طرح "هن" لفظ ضميري صفت آهي، جيڪا هوشيار صفت سان لڳل آهي، جنهن ڪري اها بہ فاعل جو لڳ يا وڌاءُ آهي. "تمام" لفظ ظرف آهي جيڪو هوشيار صفت سان لڳل آهي، تنهن ڪري اهو بہ فاعل جو لڳ آهي.

# مفعول جو وڌاءُ يا لڳ

مثال: 1. درزيءَ سٺو ڪوٽ سبيو.

2. درزيءَ منهنجو سٺو ڪوٽ سبيو.

3. درزيءَ منهنجو سٺو قيمتي ڪوٽ سبيو.

مٿين جملن ۾ "سٺو" ۽ "قيمتي" ڪوٽ مفعول جون صفتون آهن، جيڪي مفعول جون لڳ آهن، منهنجو ضميري صفت بہ ڪوٽ مفعول جي صفت آهي. جنهن ڪري ڪوٽ مفعول جو لڳ آهي. "تمام" ظرف "سٺو" صفت سان لڳل آهي. انهي ڪان ڌار نٿو ٿي سگهي، جنهن ڪري مفعول جو لڳ آهي.

# فعل جو وڌاءُ

مثال: 1. درزيءَ اڄ ڪوٽ سبيو.

2. درزيءَ اڄ صبح جو ڪوٽ سبيو.

3. درزيءَ اڄ صبح جو سوير ڪوٽ سبيو.

4. درزي اڄ صبح جو سوير هتي ڪوٽ سبيو.

مٿين جملن ۾ "اڄ"، "اڄ صبح جو" ۽ "اڄ صبح جو سوير هتي" اهي ظرف ۽ ظرفي لفظن جا ميڙ يا اصطلاح آهن، جيڪي "سبيو" فعل سان لڳل آهن. تنهن ڪري اهي فعل جو وڌاءُ يا لڳ آهن.

# مشق لاءِ سوال

1. صيغو ڇاکي چئبو آهي؟ مثالن سان سمجهايو.

2. صيغي جا قسم مثالن سان سمجهايو.

3. صيغي "امر" جا ڪهڙا قسم آهن؟ مثالن سان سمجهايو.

4. تفريق يا ڇيد مان مراد ڇا آهي؟ مثال ڏيئي سمجهايو.

5. فاعل جو وڌاءُ ڪهڙا لفظ ڪن ٿا؟

6. مفعول جو وڌاءُ ڪهڙا لفظ ڪن ٿا؟

7. فعل جو وڌاءُ ڪهڙا لفظ ڪن ٿا؟

8. هيٺ ڏنل جملن ۾ فاعل، مفعول ۽ فعل جو مناسب وڌاءُ ڪري جملا ناهيو.

   1. صابرءَ ماني کاڌي.

   2. موچي جتي ناهيندو.

# باب چوٿون

## جملن جا قسم Kinds of sentences



# مفرد جملا

مثال : 1. مون هڪ فقير ڏٺو.

2. مون ڪالهه فقير اس پر ويٺل ڏٺو.

3. مون ڪالهه تاڪ منجهند جو هڪ غريب فقير اس پر ويٺل ڏٺو.

4. مون ڪالهه تاڪ منجهند جو هڪ غريب، بيمار بکايل فقير سخت اس پر ويٺل ڏٺو.

جيئن ته مٿين جملن ۾ سرف هڪڙو فعل "ڏٺو" ڪم آيل آهي. تنهن ڪري:

وصف: اهڙا جملا جملا ۾ فاعل سان گڏ صرف هڪ فعل هجي، اهڙن جملن کي مفرد جملا چئبو آهي.

## مٿين مفرد جملن جا ڀاڱا هيٺ ڏجن ٿا.

| جملو نمبر | فاعل | مفعول (پنهنجن لڳن سميت) | فعل (پنهنجن لڳن سميت) |
|---|---|---|---|
| 1. | مون | هڪ فقير | ڏٺو |
| 2. | مون | هڪ فقير | ڪالهه اس پر ويٺل ڏٺو |
| 3. | مون | هڪ غريب فقير | ڪالهه تاڪ منجهند جو اس پر ويٺل ڏٺو. |
| 4. | مون | هڪ غريب، بيمار، بکايل فقير. | ڪالهه تاڪ منجهند جو سخت اس پر ويٺل ڏٺو. |

# مفرد جملن جو ڇيد

جيئن ته هر هڪ جملي جا گهٽ ۾ گهٽ ٻه ڀاڱا ٿي سگهن ٿا. جملي جي پهرئين ڀاڱي ۾ فاعل ايندو آهي ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ فعل هوندو آهي.

جملي جي پهرئين فاعل واري حصي کي "مبتدا" چئبو آهي. مبتدا جي معنيٰ آهي "شروعات" يا "مُنڍ" ڇاڪاڻ ته فاعل هميشه جملي جي شروع ۾ ايندو آهي. جملي جو ٻيو ڀاڱو فعل وارو آهي. جيڪو فاعل يعني ڪم جي ڪندڙ جي باري ۾ ڪجهه ٻڌائي يا خبر ڏي ٿو. تنهن ڪري انهيءَ ڀاڱي کي "خبر" چئبو آهي.

جيڪا تفريق ۾ جملي کي ٻن ڀاڱن "مبتدا" ۽ "خبر" ۾ هيٺين ريت ورهائبو آهي.

مثال: 1. اڪبر پڙهي ٿو.

2. اصغرُ راند ڪيڏي ٿو.

| جملو | مبتدا (فاعل) | خبر (فعل) |
|---|---|---|
| 1. اڪبر پڙهي ٿو. | اڪبر | پڙهي ٿو |
| 2. اصغر راند ڪيڏي ٿو. | اصغر | راند ڪيڏي ٿو |

جيئن مٿي ٻڌايو ويو آهي ته "فاعل"، "مفعول" ۽ "فعل" سان لاڳاپو رکندڙ لفظ، انهن جو وڌاءُ يا لڳ آهن. مفرد جملن ۾ انهن جو استعمال هيٺين ريت ٿيندو.

# مفرد جملن جو ڇيد

1. بکايل بگهڙ هڪ ٿلهي متاري رڍ کي جهنگ ۾ ماري ڪاڏو.

| مبتدا | | خبر | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فاعل | فاعل جو لڳ | مفعول | مفعول جو لڳ | فعل | فعل جو لڳ |
| بگهڙ | بکايل | رڍ | ٿلهي متاري ۽ کي | ماري ڪاڏو | جهنگ ۾ |

# مرتب جملا Complex sentencis

جيئن مٿي ڄاڻايو ويو آهي ته جملن جو وڌاءُ صفتي ۽ ظرفي لفظن جي اصطلاحن گڏڻ سان ٿيندو آهي. جيئن ته:

1. نوڪر پيالو ڀڃي ڇڏيو. (مڪيہ جملو)

2. هن نوڪر جو هميشہ اسان وٽ آهي، منهنجو هڪ نئون پيالو ڀڃي ڇڏيو.

3. هن نوڪر، جو هميشہ اسان وٽ آهي، منهنجو هڪ نئون پيالو جو مون ڪالهہ خريد ڪيو هو، سو هٿ سان ڀڃي ڇڏيو.

پهرئين جملي ۾ نوڪر "فاعل" پيالو "مفعول" ۽ ڀڃي ڇڏيو" فعل آهي.

ٻئي جملي ۾ "هن" ضميري صفت آهي. جيڪا فاعل جو لڳ آهي. "جو هميشہ اسان وٽ" بہ فاعل جو لڳ آهي، ڇاڪاڻ ته فاعل جو صفاتي جملو آهي. جيڪو فاعل تي مدار رکي ٿو. "منهنجو هڪ نئون" مفعول پيالي جو لڳ آهي (صفاتي اصطلاح) جيڪو

مفعول تي مدار رکندڙ آهي.

ٽئين جملي ۾ "هٽ سان پچي چڙهيو" ظرفي جملو آهي. جيڪو ريت ٿو ڏيکاري، اهو فعل جو لڳ آهي (فعل تي مدار رکندڙ)

تنهن ڪري:

وصف: اهڙا جملا جن ۾ هڪ کان وڌيڪ فعل (جملا) هجن. مگر جملي ۾ مکيه جملو هڪ هجي، باقي جملا مداري (فاعل، مفعول ۽ فعل تي مدار رکندڙ) هجن تن کي مرتب (ترتيب وارا) جملا چئبو آهي.

# مداري جملن جا قسم

1. مداري جملا چئن قسمن جا آهن.

1. مداري صفاتي جملا
2. مداري اسمي جملا
3. مداري ظرفي جملا
4. مداري ظرفي سببي جملا.

## 1. مداري صفاتي جملا

مثال: 1. عليءَ مون کان منهنجو سٺو قلم وٺي، پچي چڙهيو.

1. عليءَ پچي چڙهيو .... مکيه جملو

2. منهن جوٽئون قلم مون کان وٺي .... مداري صفاتي جملو (فاعل سان لاڳاپو رکندڙ)

جملي ۾ علي فاعل، قلم مفعول ۽ "پچي چڙهيو" فعل آهي. اهو مکيه جملو آهي ٻئي جملي ۾ "منهنجو سٺو قلم" قلم مفعول جو وڌاءُ آهي. مفعول سان لاڳاپو رکندڙ صفاتي اصطلاح آهن. جنهن ڪري:

وصف: اهي جملا جن ۾ مکيه جملي جي فاعل توڙي مفعول جو بيان هجي تن کي مداري صفاتي جملا چئبو آهي.

## 2. مداري اسمي جملا

مثال: 1. ڪلفٽن جي ٿل تان بيهي ڏسبو ته سمنڊ ڪيئن نه پيو ڇوليون هڻي.

انهي جملي ۾ "پيو هڻي" مکيه فعل آهي ۽ "ڏسبو" مکيه فعل جو فاعل آهي تنهن ڪري اهو به اسم جي بدران فاعل ٿيو آهي.

2. هن اسان کي چيو ته ڪاپيءَ تي لکو.

مٿين جملن ۾ "چيو" مکيه فعل آهي "ڪاپيءَ تي لکو" مکيه فعل جو مفعول آهي. تنهن ڪري اهو به اسم بجي بدران اچي مفعول ٿيو آهي.

وصف: اهڙا جملا جي مرتب جملن ۾ مکيه فعل جا فاعل يا مفعول ٿي ڪم اچن. انهن کي اسمي جملا چئبو آهي.

## 3. مداري ظرفي جملا

مثال: هُن مون کي چيو ته علي اڄ صبح جو سوير آيو آهي.

. مٿين جملن ۾ "هن مون کي چيو" مکيه جملو آهي. "علي اڄ صبح جو سوير آيو آهي" مان وقت جي خبر پوي ٿي. اها ظرفي اصطلاح آهي. اهو مداري ظرفي جملو آهي.

وصف: اهي جملا جيڪي فعل جو بيان اهڙي ريت ادا ڪن جن مان وقت، جاءِ، ريت ۽ قدر جي معنيٰ نڪري انهن کي مداري ظرفي جملا چئبو آهي.

## 4. ظرفي سببي جملا

مثال: 1. هوائي جهاز جي مشين خراب ٿيڻ ڪري، ڪري پيو.

2. جيڪڏهن تون محنت ڪندين، ته امتحان ۾ پاس ٿيندين.

3. حسن گهوڙو نه وڪيو، ڇاڪاڻ ته هن کي انهيءَ سان پيار هو.

مٿين جملن مان پهرئين جملي ۾ ليڪ ڏنل جملو جهاز جي ڪرڻ جو سبب ٻڌائي ٿو.

ٻئي نمبر جملي ۾ ليڪ ڏنل جملو پاس ٿيڻ جو سبب ٻڌائي ٿو.

اهڙي طرح ٽئين نمبر جملي ۾ ليڪ ڏنل جملي مان گهوڙو نه وڪڻڻ جو سبب معلوم ٿئي ٿو. تنهن ڪري اهي ليڪ ڏنل جملا ظرفي سببي جملا آهن. ( جيئن ته اهڙا جملا ريت ۽ قدر جي معنيٰ ڏيکارين ٿا.)

وصف: ظرفي سببي جملا اُهي آهن جيڪي فعل سان لڳي ان جو سبب ڏيکارين.

# مشق لاءِ سوال

1. مرتب جملا ڇاکي چئبو آهي؟ مثالن سان سمجهايو.
2. مداري جملا گهڻن قسمن جا آهن؟ انهن جا نالا لکو.
3. اسمي جملو ڇاکي چئبو آهي؟ مثال به لکو.
4. صفاتي جملا ڪهڙا آهن؟ کولي سمجهايو.
5. ظرفي جملو ڇاکي چئبو آهي؟ مثال به لکو.
6. ظرفي سببي جملا مثالن سان سمجهايو.
7. هيٺين جملن مان مداري جملا چونڊيو. ٻڌايو ته اهي ڪهڙي قسم جا آهن
   1. استاد چيو ته، خط نه لکبو.
   2. آءٌ اچان ها، پر مون کي ضروري ڪم ٿي پيو.
   3. اسان ڏٺو آهي ته، اٺ وڏو جانور آهي.
   4. آءٌ ٺٽي ويس، اتي خوبصورت شاهجهاني مسجد ڏٺم.
   5. مريم ماني پچائي هئي، پر اها ڪتو کڻي ويو.

# مرتب جملن جو ڇيد

مرتب جملو ۽ ان جا مداري جملا سمجهايل آهن. هاڻي مرتب جملن جو ڇيد ڪرڻ آسان ٿيندو.

هيٺ ڏنل مثالي جملن جا ڏار ڏار ڀاڱا ڪري انهن جو ڇيد ڪجي ٿو.

مثال: هن شڪاريءَ ڪالهه هڪ وڏو بگهڙ ماريو، جنهن ڏنار جي ٻڪري جهنگ ۾ ماري ڪاڏي هئي.

| خبر | مبتدا (فاعل) |
|---|---|
| ڪالهه هڪ وڏو بگهڙ ماريو.<br>جنهن ڏنار جي ٻڪري جهنگ ۾ ماري ڪاڏي هئي. | هن شڪاريءَ |

هن ڪان پوءِ وري جيئن مفرد جملن جو ڇيد ڪرڻ وقت فاعل مبتدا واري خاني ۾ رکيو ويو. اهڙي طرح خبر واري خاني ۾ مفعول ۽ فعل جا خانا ڏار ڏار ڏاهي هيٺين ريت رکبا.

| خبر | | مبتدا |
|---|---|---|
| فعل | مفعول | فاعل |
| ڪالهه ماريو جهنگ ۾. | هڪ بگهڙ جنهن ڏنار جي ٻڪري ڪاڏي هئي. | هن شڪاريءَ |

هن ورهاست ڪان پوءِ جيئن مفرد جملي جو ڇيد ڪرڻ وقت "مبتدا" واري خاني ۾ فاعل جا لڳ ڏار ۽ خبر واري خاني ۾ مفعول "جا لڳ" ڏار، ۽ فعل جا "لڳ" ڏار رکيا ويا هئا. تيئن هتي به هيٺين ريت رکبا.

| خبر | | | | | مبتدا |
|---|---|---|---|---|---|
| فعل جو لڳ | فعل | مفعول جو لڳ | مفعول | فاعل جو لڳ | فاعل |
| ڪالهه جهنگ ۾ | ماريو | جنهن ڏنار جي ٻڪري ڪاڏي هئي | بگهڙ | هن | شڪاريءَ |

جيئن تہ هن جملي ۾ مفعول جو مداري جملو بہ آهي. جنهن جو بہ ڇيد ڪرڻو آهي. جنهن ڪري سڄي جملي جو ڇيد هيٺين ريت ٿيندو.

| | | | | | مبتدا |
|---|---|---|---|---|---|
| خبر | | | | | |
| فعل جو لڳ | فعل | مفعول جو لڳ | مفعول | فاعل جو لڳ | فاعل |
| ڪالهہ جهنگ ۾ | ماريو ماري ڪاڏي هئي. | هڪ وڏو ڏنار جي | ٻڪرو ٻڪري | هن | شڪاريءَ جنهن |

جهڙيءَ طرح مفعول جي مداري صفاتي جملي جو ڌار ڇيد ڪيو ويو آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن فاعل ۽ فعل جا مداري جملا هوندا. تہ انهي بہ اهڙي طرح ڇيد ڪيا ويندا. جيڪڏهن مرتب جملي ۾ هڪ مداري جملو هجي تہ پهرئين تي الف ۽ ٻئي تي "ب" ٽئين تي "ث" اهڙي طرح بيا نشان هڻجن.

## مرڪب جملا Compound sentences

مثال: 1. اسلم گهر ۾ ويٺو آهي ۽ سليم ٻاهر ويو آهي.

2. صدر صاحب پاڻ ايندو يا اُن جو ڪو وزير ايندو.

مٿين جملن مان هر هڪ جملي جا بہ ڀاڱا اهن. جن ۾ بہ فعل آهن ۽ انهن ٻنهي جملن جو خيال توڙي مطلب بہ هڪ ٻئي کان ڌار آهي. پر اهي ٻئي ڀاڱا پهرئين جملي ۾ "۽" ۽ ٻئي جملي ۾ "يا" حرف جملن وسيلي ڳنڍجي هڪ جملو ٿيا آهن. جيڪڏهن انهن جي وچ مان حرف جملو ڪڍي ڇڏبو تہ ٻئي جملا جدا معنيٰ ۽ مطلب وارا مفرد جملا ٿي پوندا. جن جو هڪ ٻئي سان ڪوبہ واسطو نہ رهندو. اهڙن جملن کي مرڪب جملا چئبو آهي.

وصف: مرڪب جملو اهو آهي. جنهن ۾ هڪ کان وڌيڪ جملا يا فعل هجن جن جو خيال توڙي مطلب هڪ ٻئي کان ڌار هجي، پر وچ ۾ حرف جملو اچڻ ڪري پاڻ ۾ ڳنڍيل هجن. جيڪڏهن وچ مان حرف جملو ڪڍي ڇڏجي تہ ٻئي ڌار معنيٰ ۽ مطلب وارا مفرد جملا ٿي پون. اهڙن جملن کي مرڪب جملا چئبو آهي. مرڪب جي معنيٰ آهي ڳنڍيل.

# مرڪب جملن جا قسم

جيئن مٿي ڄاڻايو ويو آهي ته مرڪب جملي جا چار قسم آهن.

1. عطفي جملا
2. ضديه جملا
3. سببي جملا
4. اختياريه جملا

## 1. عطفي جملا

مثال: 1. تون پلي هل ۽ آءٌ پوءِ ايندس.

2. چاڪر تڪو آهي ۽ چري مڏي آهي.

مٿين جملن ۾ هرهڪ جملي جا ٻه ڀاڱا آهن. هرهڪ ڀاڱي جو خيال ڌار ڌار آهي، پر "۽" حرف جملي جي وسيلي، ڳنڍجي هڪ جملو ٿيا آهن.

وصف: ڌار ڌار خيال وارا جملا، جيڪي حرف جملي وسيلي ڳنڍجي هڪ جملو ٿين، اهڙن جملن کي عطفي يا معطوفي جملا چئبو آهي (عطف معنيٰ ڳنڍڻ)

## 2. ضديه جملا

مثال: 1. ڊاڪٽر چيو ته، پرهيز ڪج، پر هن پرهيز نه ڪئي.

2. فاروق وٽ گهوڙو هو، پر تنهن هوندي به پنڌ ويو.

مٿين جملن مان هرهڪ جملي ۾ ٻه ڌار ڌار خيالن وارا جملا آهن. ٻئي جملا هڪ ٻئي جي خلاف آهن.

وصف: جن مرڪب جملن ۾ جملي جو هڪ حصو ٻئي حصي جي خلاف هجي. اهڙن جملن کي ضديه جملا چئبو آهي. انهن جملن جي وچ ۾ گهڻو ڪري "پر"، "يا"، "تنهن هوندي" ۽ "انهي هوندي" وارا حرف جملا هوندا آهن.

# 3. سببي شرطيہ جملا

1. اڄ آءٌ ٿڪل هئس، جنهن ڪري ڪم تي نہ ويس.

2. تون جيڪڏهن محنت ڪرين ها، تہ پهرين نمبر پاس ٿئين ها.

پهرئين جملي ۾ جملي جا ڀاڱا "جنهن ڪري" حرف جملي جي وسيلي پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن. ڪم تي نہ وڃڻ جو سبب "ٿڪ جو هئڻ آهي". تنهن ڪري انهي جملي کي سببي جملو چئبو آهي.

ٻئي نمبر جملي ۾ پهرين نمبر پاس تڏهن ٿئي ها، جڏهن محنت ڪرڻ جو سبب (شرط) پورو ڪيو وڃي ها، اهڙن جملن کي سببي شرطيہ جملا چئبو آهي.

وصف:

(الف) اهڙا جملا جي پنهنجي لاڳيتي جملي جو سبب هجڻ ڪري پا ڻ ۾ ڳنڍيل هجن، تن کي سببي جملا" چئبو آهي.

(ب) اهڙا جملا جن ۾ ڪنهن ڪم کي پورو ڪرڻ لاءِ شرط آيل هجي اهڙن جملن کي سببي شرطيہ جملا چئبو آهي.

# 4. اختياريہ جملا

1. نڪي تو اسان جي ماني کاڌي، نڪي پاڻي پيتو.

2. تون مضمون لک يا حساب ڪر.

پهرئين جملي مان معلوم ٿيو تہ انهي ۾ فاعل جي پنهنجي مرضي اختيار ڪيل آهي، ٻئي جملي مان معلوم ٿيو تہ فاعل کي اختياري ڏنل آهي تہ ڪريہ هڪ ڪم ڪري، يعني انهي ۾ هن جي مرضي (اختيار) چاڙابل آهي.

وصف: اهڙا جملا جن مان معلوم ٿئي تہ انهن ۾ پنهنجي اختياري هلايل آهي، يا پنهنجي اختياري هلائڻ لاءِ ڇڏيل آهي، اهڙن جملن کي اختياريہ جملا چئبو آهي.

# مشق لاءِ سوال

هيٺ ڏنل جملن جا قسم ٻڌايو

1. عمر يا حسن ڳوٺ ويندو.
2. استاد مريم کي سبق ياد ڪرڻ لاءِ چيو، پر هن ياد نہ ڪيو.
3. جيڪڏهن ٻنيءَ ۾ محنت نہ ڪندين، تہ فائدو حاصل ڪري نہ سگهندين.
4. مينهن وسي رهيو هو، جنهن ڪري آءٌ شاديءَ ۾ شريڪ ٿي نہ سگهيس.
5. تون پاڻ ڪم تي وڃ يا سليم کي موڪل.

مرڪب جملن جو ڇيد ڪرڻ

مرڪب جملي جو ڇيد ڪرڻ کان اڳ ان مان (ڪين ملائيندڙ) حرف جملو ڪڍي ڇڏڻ بعد، جيڪي مفرد جملا بچن، انهن مان هر هڪ جملي جو ڌار ڌار ڇيد ڪبو. باقي ملائيندڙ حرف جملي لاءِ مبتدا جي اڳيان، هڪ خانو هن ريت ڏاهبو، جنهن ۾ ڄاڻائبو تہ ملائيندڙ حرف جملو ڪهڙو آهي.

هيٺ مثالي جملي جو ڇيد ڪجي ٿو.

مثالي جملو: اج منهنجو مهمان آيو آهي، جنهن ڪري آفيس وڃي نہ ٿو سگهان.

## مرڪب جملن جو ڇيد

| جملو | قسم | حرف جملو | مبتدا | | خبر | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| | | | فاعل | فاعل جو لگ | مفعول | مفعول جو لگ | فعل | فعل جو لگ |
| اج منهنجو مهمان آيو آهي جنهن ڪري آفيس وڃي نٿو سگهان | سببي شرطيه | جنهن ڪري | مهمان | منهنجو | - | - | آيو آهي | اج |
| | | | آءٌ (ڳجهو) | - | - | - | وڃي ٿو سگهان | نہ آفيس |

نوٽ: ڇيد ڪرڻ وقت جيڪي بہ لفظ فاعل ۽ مفعول جو لڳ هئڻ کان بچن، انهن کي فعل جي لڳ واري خاني ۾ رکڻ گهرجي.

2. مرڪب جملي جو هرهڪ ڀاڱو، جيڪڏهن مرتب هجي تہ هرهڪ ڀاڱي کي ڌار جملو سمجهي ڌار ڌار ڇيد ڪرڻ گهرجي.

# مشق لاءِ سوال

1. مفرد ۽ مرڪب جملن ۾ فرق، مثالن سان سمجهايو.
2. مرتب جملي ۽ مرڪب جملن ۾ ڪهڙو فرق آهي، مثالن سان سمجهايو.
3. مرڪب جملي جا ڪهڙا قسم آهن؟
4. هيٺيان مرڪب جملا مثالن سان سمجهايو ۽ انهن جون وصفون ٻه لکو.
   1. عطفي جملا 2. ضديه جملا
5. مرڪب سببي شرطيه جملن ۽ اختياريہ جملن ۾ ڪهڙو فرق آهي، مثالن سان سمجهايو.
6. هيٺين جملن جا فاعل، مفعول ۽ فعل ڳوليو ۽ لکو.
   1. واڍو ڪرسي ٺاهي ٿو.
   2. ٻکي اڏامن ٿا.
   3. ڪتو گوشت کائي ٿو.
   4. احمد خط لکي ٿو.
   5. ڇوڪرا فوٽ بال کيڏن ٿا.
7. هيٺين جملن جو ڇيد ڪريو.
   1. رشيد بندوق سان هڪ تتر ماريو.
   2. هڪ وڏي ٻگهڙ ٺلهي ٻڪري جهنگ ۾ ماري کائي ڇڏي.
   3. صابو ڪنو ڇوڪر آهي جنهن ڪري سڀڪو هن کي ڌڪاري ٿو.
   4. خليل سندس نئون ڪتاب ڪالهه وڃائي ڇڏيو.
   5. اقبال روزانو تازي هوا کائي ٿو.
   6. اسان جو استاد پنهنجي دوست کي هڪ ڊگهو خط لکي رهيو آهي.
   7. اسان جي مشهور شڪاريءَ ڪالهه هڪ وڏو خطرناڪ شينهن ماري ڇڏيو.
   8. پير صاحب کي مطالعي جو ڏاڍو شوق هو.
   9. هن انهي عهدي کي نهايت ڪاميابيءَ سان هلايو.
   10. يتيم ڇوڪرو سڏڪا ڀريندو اچي منهنجي اڳيان بيٺو.

# باب پنجون

## بيهڪ جون نشانيون Punctuation

ٻولي انسان جي خيالن، جذبن امنگن ۽ احساسن جي اظهار جو هڪ ذريعو آهي. ٻولي کي ٻن صورتن ۾ ڪتب آڻجي ٿو. هڪ ڳالهائڻ واري صورت ۾ ٻئي لکت واري.

ڳالهائڻ جي ذريعي هڪ انسان ٻئي انسان کي پنهنجو دلي مقصد سمجهائڻ لاءِ ڳالهائڻ جا مختلف انداز ٿو اختيار ڪري، ڪٿي تيز ٿو ڳالهائي، ڪٿي ڌيرو ٿو ڳالهائي. ڪٿي ڳالهائڻ ۾ بيهي ٿو ۽ ڳالهائڻ سان مختلف ادائون ٿو اختيار ڪري، ڪٿي هٿن جي اشارن سان، ڪٿي اکين ۽ چهري سان مختلف ڍنگ اختيار ڪري، ٻئي کي پنهنجو مقصد ٿو سمجهائي. اهڙي طرح لکت ۾ لکڻ وارو چاهيندو آهي ته سندس تحرير جو مقصد اڳلو سمجهي. انهي مقصد لاءِ ڪي نشانيون مقرر آهن. جن کي "بيهڪ جون نشانيون" چئبو آهي. بيهڪ جي نشانين وسيلي لکندڙ جي لکت جو مقصد چٽو ٿي بيهندو آهي. مطلب چڱي طرح سمجهه ۾ ايندو آهي. هرهڪ بيهڪ جي نشاني ڪانه ڪا مراد ادا ڪرڻ لاءِ مقرر هوندي آهي. انهن کان سواءِ لکڻ، پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ مونجهارو پيدا ٿيڻ سگهي ٿو. ڇاڪاڻ ته انهن جو غلط استعمال جي ڪري جملي جو مطلب هڪ جو ٻيو نڪرندو آهي مثال: احمد پڙهه نه لک. هن جملي مان خبر نه ٿي پوي ته لکڻ لاءِ منع ڪيل آهي يا پڙهڻ لاءِ، ٻر جيڪڏهن "نه" جي اڳيان ٿورو دم (،) ڏبو جيئن ته: احمد پڙهه، نه لک.

هن مان سمجهڻ ۾ ايندو ته پڙهڻ لاءِ حڪم ٿيل آهي ۽ لکڻ لاءِ منع ڪيل آهي.

وري جيڪڏهن "نه" جي پٺيان ٿورو دم يا ڪاما ڏبو.

جيئن ته: احمد پڙهه نه، لک. هاڻي جملي مان معلوم ٿيو ته پڙهڻ کان منع ٿيل آهي ۽ لکڻ لاءِ چيو ويو آهي. بيهڪ جون مکيه نشانيون هي آهن.

| | | |
|---|---|---|
| 1. ٿورو دم | (،) | Comma |
| 2. اڌ دم يا سيميڪولن | (؛) | Seimcolon |
| 3. دم يا ڪولن | (:) | Colon |
| 4. پورو دم | (۔) | Fullstop |
| 5. ڊيش يا ننڍي ليڪ | (-) | Dash |
| 6 سوال جي نشاني | (؟) | Question mark |
| 7. عجب يا احساس جي نشاني | (!) | Exelemation |
| 8. واڪ جون نشانيون | ("") | Inverted commas |
| 9. ڏنگيون | (( )) | Brackets |

انهن مان پهريون جيڪي چار نشانيون آهن. انهن ابتدائي نشانين جو استعمال سڀني کان وڌيڪ ٿيندو آهي. انهن نشانين کي سمجهي، هرهڪ کي گهربل جاءِ تي استعمال ڪجي. هيٺ هرهڪ جي ترتيب وار سمجهاڻي ڏجي ٿو.

## ابتدائي نشانيون

گهڻو ڪري شاگردن کي گهڻي تڪليف ابتدائي نشانين کي استعمال ڪرڻ وقت ٿيندي آهي. اهي نشانيون جملن جي جوڙجڪ ۾ گهڻي ۾ گهڻو استعمال ٿين ٿيون. انهن نشانين کي استعمال ڪرڻ ۾ احتياط ڪرڻ ضروري آهي.

# 1. ٿورو دم (،) Comma

هيءَ نشاني اُبتي "واو" جي شڪل جھڙي هوندي آهي. بيهڪ جي نشانين مان هن نشانيءَ جو استعمال ٻين سڀني نشانين کان وڌيڪ ٿئي ٿو. ۽ اها نشاني سڀني نشانين ۾ اهميت واري هوندي آهي. ٿورو دم يا ڪاما استعمال ڪرڻ جو مقصد جملي کي ننڍن جملن ۾ ورهائي، ان جو مطلب ظاهر ڪرڻ هوندو آهي. ٿوري دم کان سواءِ جملي جو مطلب چٽو سمجهڻ ۾ نہ ايندو آهي.

جملي ۾ هيٺين حالتن ۾ انهيءَ جو استعمال ٿيندو آهي.

مثال: پهرئين حالت

1. ڳئون، مينهن، ٻڪري ۽ رڍ گهرو جانور آهن.
2. احمد هوشيار، محنتي، ايماندار ۽ بااخلاق ڇوڪرو آهي.
3. اسان، اوهان ۽ هنن سڀني کي گڏجي ڪم ڪرڻو آهي.
4. نرگس پڙهڻ، لکڻ، رڌڻ، پچائڻ ۽ سبڻ ۾ هوشيار آهي.

پهرئين جملي ۾ هڪ کان وڌيڪ اسم، ٻئي جملي ۾ صفتون، ٽئين جملي ۾ ضمير ۽ چوٿين ۾ اسم مصدر هڪ ٻئي پٺيان ڪم آيا آهن. هر هڪ جملي جي ساڳئي قسم جي پهرئين لفظن جي پويان ٿورو دم يا ڪاما ۽ آخري لفظ جي اڳيان "۽" حرف جملو آيو آهي. جنهن ڪري ڪنهن بہ جملي ۾ ٻہ يا ٻن کان وڌيڪ ساڳئي قسم جا لفظ (اسم، ضمير ۽ صفت وغيره) ڪم اچن تہ انهن جي پويان ٿورو دم يا ڪاما ۽ آخري لفظ جي اڳيان "۽" حرف جملو لڳائجي. جيئن مٿي مثالي جملن ۾ لڳايو ويو آهي.

☆ اهو ياد رکڻ گهرجي تہ سلسلي وار لفظ يا اصطلاح جي حرف جملي سان ڳنڍيل هجن تن ۾ ڪاما يا ٿورو استعمال نہ ڪجي مثال: زخمي ڪتو ڀيو ڦيريون ڏي ۽ ليٽي ۽ ڪوڪاٽ ڪري.

# 2

1. اقبال، عمر، حسن ۽ ڪمال ڪلاس مانيٽر ڪاڏي.

2. ٻر ڦاٽو ته ماڻهو دڪانن مان، گهرن مان، آفيسن مان ۽ ٻنين مان آواز ٻڌي ڊوڙندا آيا.

مٿين جملن ما ن پهرئين جملي جي "ڪاڏي" فعل جا گهڻا فاعل آهن، سڀني جي حالت ساڳي آهي، جنهن ڪري هرهڪ فاعل جي پٺيان ٿوري دم (ڪاما) جي نشاني آهي. ان کان پوءِ ٻئي جملي ۾ آيل اسمن جي بہ ساڳي حالت جري آهي، جنهن ڪري هرهڪ حرف جر جي پٺيان ٿورو دم (ڪاما) ڏنل آهي.

جملي ۾ ساڳي حالت وارا لفظ (اسم يا ضمير) وڌيڪ هجن تہ هرهڪ جي پٺيان ٿوري دم (ڪاما) جي نشاني لڳائجي ۽ آخري اسم يا حرف جي جي اڳيان حرف جملو "۽" لڳائجي. جيئن مثالي جملن ۾ ڏيکاريو ويو آهي.

# 3

مثال: 1. جانو ماني کائي، کهاڙي کڻي، ڍڳا ڪاهيندو ٻنيءَ تي ويو.

2. مينهن، طوفان ۽ خوفناڪ اونداهي رات ۾ فقير ٿڙڪندو، ڇرڪندو، ٿڙندو ٿاٻڙندو ۽ ڏڪا کائيندو وڃي وسنديءَ ۾ پهتو.

جيڪڏهن جملي ۾ ماضي معطوفي يا اسم حاليہ يا ٻئي هوندا تہ هر هڪ جي پٺيان ٿورو دم (،) ڏيڻ گهرجي.

# 4

1. پٽ، اسڪول وڃ.

2. اي ٻندا، هميشہ ڌڻي کي ياد ڪر.

3. يا الله، اسان کي سڌي واٽ ڏيکار.

4. عزيزو ۽ دوستو، اوهان کي ڏسي ڪري، مون کي ڏاڍي خوشي ٿي آهي.

ندائي ۽ خطابي لفظن جي پٺيان هميشہ ٿورو دم (ڪاما) ڏيئي جملي کان جدا بيهارجي.

# 5

مثال: 1. سنڌ جو هاري محنتي، ننڍيءَ ڏاڍي، اوير سوير، ڏينهن رات، پنهنجي ڪرت ڪي لڳو پيو هوندو آهي.

2. مرد هجي يا عورت، پيرو هجي يا جوان، مسڪين هجي يا مالدار ۽ سکيو هجي يا اڳهو سڀني کي ڌڻيءَ جي در سر نمائڻ لازمي آهي.

جڏهن اهڙي طرح هر جنس يا متضاد جنس جا لفظ جوڙو جوڙو ٿي ڪم ايندا آهن، تڏهن هر هڪ جوڙي جي وچ ۾ ٿورو دم (،) ڏيڻ گهرجي.

# 6

مثال: 1. بس ايندي، ته آءٌ هلندس.

2. مون وٽ جيڪا رقم هئي، سا خرچ ڪري ڇڏيم.

3. انسان پهرين ڪيتري به ڪوشش ڪري، پر ٿيندو اهو ئي جيڪو ڌڻيءَ کي منظور هوندو.

اهڙن مرتب جملن ۾ جملي جو هڪ ڀاڱو ٻئي ڀاڱي تي مدار رکندڙ هجي، ٻنهي ڀاڱن مان ڪوبه پنهنجي سر ڌار اچڻ جهڙو نه هوندو ته اهڙن ڀاڱن جي وچ ۾ ٿورو دم (ڪاما) ڏيڻ گهرجي.

# 7

مثال: 1. اهو بازار ويو ۽ سامان وٺي آيو.

2. هو بازار ويو، ۽ روڊ جي حادثي ۾ مري ويو.

مٿين جملن مان پهرئين جملي ۾ "۽" حرف جملي جي اڳيان ٿوري دم (ڪاما) جي نشاني نه ڏنل آهي ڇاڪاڻ ته جملي جي پهرئين ڀاڱي ۽ آخري ڀاڱي جي مطلب ۽ خيال ۾ فرق ڪونهي، پر ٻئي جملي جي پهرئين ڀاڱي ۽ آخري ڀاڱي جي مطلب ۽ خيال ۾ فرق آهي جنهن ڪري "۽" حرف جملي کان اڳ ۾ ٿورو دم ڪاما (،) ڏنو ويو آهي.

## 2. اڌ دم يا سيميڪولن (;) Seimcolon

مثال: شاهجهان جي نهرابل عمارتن مان تاج محل به هڪ عمارت آهي؛ جنهن جي برابري دنيا جي ڪابه عمارت ڪري نه سگهي آهي.

هن جملي جا به وڏا ڀاڱا آهن، جن جو پاڻ ۾ لاڳاپو آهي، انهن جي وچ ۾ ٿوري دم کان وڌيڪ بيهڻ جي ضرورت آهي؛ تنهن ڪري "به عمارت آهي" کان پوءِ هڪ نشان (;) ڏنو ويو آهي، انهي کي اڌ دم (;) چئبو آهي، هي نشاني ٿوري دم جهڙي آهي، پر مٿان نقطو ڏبو اٿس، هيءَ نشاني هيٺين ٻن مکيه سببن ڪري ڏبي آهي.

1. هڪ ته هرهڪ ننڍي جملي جي پڄاڻيءَ وٽ ڪجهه وڌيڪ بيهجي، جيئن سڀ ننڍا جملا گڏ پڙهڻ ۽ لکڻ سان معنيٰ ۾ ڪو مونجهارو پيدا نه ٿئي.

2. ٻيو سبب اهو آهي ته هرهڪ ننڍي جملي کي اثرائتو ڪجي، ته پڙهندڙ جو هرهڪ ننڍي جملي تي وڌيڪ ڌيان ٿئي.

ٿوري دم کان پوءِ وڌيڪ زور پري نشاني اڌ دم (;) آهي، مکيه جملي ۾ ڪي مداري جملا هوندا آهن، اهي خود مکيه جملي جهڙا زور پريا، جدا خيالن وار جملا هوندا آهن، جن کي جدا رکڻ اڌ دم (;) جي نشاني ڏبي آهي.

اهڙي طرح مکيه جملي ۾ ثانوي مدار رکندڙ جملو اهڙو زور پريو هجي، جيڪڏهن ان کي ڌار جملو ڪري سگهجي ته جدا جملو ٿي بيهي سگهي.

مثال

1. پاڻ سڳورا ﷺ ٻنهي جهانن جا سردار هئا؛ پر عام ماڻهن وانگر گهٽين ۽ رستن تي پيادا هلندا هئا.

2. عربن ۾ بهادريءَ جو جوهر اڳي ئي سمايل هو؛ پر حضور اڪرم ﷺ جي توحيد واري تعليم کين بي مثال بهادر بناعي ڇڏيو هو. مٿين مثالي جملن ۾ ڏسبو ته مکيه جملي ۽ مداري جملن جو خيال ته ساڳيو آهي، پر حرف جملن سان ڳنڍيل جملن جو خيال وڌيڪ زور وارو آهي. جنهن ڪري انهن جي وچ ۾ "ٿوري دم" جي بدران اڌ دم (;) جي نشاني استعمال ڪئي ويئي آهي.

# 3. دم (:) Colon

دم جي نشانيءَ جو استعمال هيٺين حالتن ۾ ٿيندو آهي.

(الف) جڏهن شين جو تفصيل، فهرست يا ياداشت ڏيڻي هوندي آهي.

مثال:

1. وڏي ۾ وڏي مخلوق جا ٽي قسم آهن: انسان، ملائڪ ۽ جن.

2. پاڪستان جا مشهور شهر هي آهن: ڪراچي، لاهور، اسلام آباد ۽ پشاور.

3. هيٺيون شيون موڪليندا: ڪتاب ڀهرئين درجي جا عدد تي درجن، پينسلون چار درجن ۽ اڇا پنا هڪ ريم.

4. اسان جي سماجي تنظيم هيٺيان ڪم ڪيا آهن: ٻوڏ ۾ ٻيڏ جي پاڻيءَ جو بندوبست ڪيو آهي؛ غريب شاگردن کي ڪتاب وٺي ڏنا ويا آهن ۽ بيواهن جي مدد ڪئي ويئي آهي.

(ب) جڏهن ڪنهن جي قول يا چوڻيءَ جو حوالو ڏيو آهي مثال:

1. شاه ڀٽائي رحه چيو ته: "ڳالهه مان ڳل پيدا ٿيندي جيڪو سڄيءَ سنڌ تي حڪومت ڪندو."

2. مشهور چوڻي آهي ته: "اهو کي ڪجي جو آئي ويل ڪم اچي.

3. ڳالهه ڪند آهن ته: هڪڙي بادشاه تخت ڇڏي فقيري اختيار ڪئي.

(ت) ڪنهن ذيلي عنوان ڪان ان جو وڌيڪ تفصيل لکڻ لاءِ هي نشاني استعمال ڪبي آهي.

مثال:

1. جهاد جا قسم: جهادِ اڪبر، جهادِ اصغر، جهادِ باالنفس ۽ جهاد باالمال وغيره

(ج) ڪنهن حقيقت کي دليل سان واضح ڪرڻو هوندو آهي ته به هي نشاني استعمال ڪبي آهي مثال: هو ولايت دولت ڪمائڻ ويو، پر پنهنجي گهر جي ٽوٽي ٽي نڪري ويس: "اهڙو سون ٽي گهوريو جيڪو ڪن چني.

نوٽ: دم يا Colon سان هن طرح به ليڪ ڏبي آهي. (:-)

## 4. پورو دم (.) Full stop

مثال: 1. هاشم هينئر حيدرآبا کان آيو آهي.

2. مون ڪارو نانگ ماريو.

3. خليل سپاڻي ڊيوٽيءَ تي ويندو.

4. ڪراچي پاڪستان جو وڏو شهر آهي.

مٿين جملن ۾ هرهڪ جملي مان پورو مطلب ظاهر ٿئي ٿو. هر هڪ جملي جي پڇاڙيءَ ۾ هيءَ نشاني (.) ڏني ويئي آهي، جنهن کي پورو دم يا فل اسٽاپ چئبو آهي. جنهن ڪري، جنهن بہ جملي مان پورو مطلب ظاهر ٿئي، انهي جي پڇاڙيءَ ۾ پوري دم جي نشاني ڏبي آهي.

ڪن نالن، علمي لياقتن ۽ جماعتن وغيره جي نالن کي ننڍين صورتن يا اختصار (مخفف) جي حالت ۾ لکڻ لاءِ پوري دم جي نشاني استعمال ٿيندي آهي.

جيئن تہ: ڊاڪٽريو. ايم. دائود پوٽو.

ايم. اي، بي. ايچ. ڊي.

۽ اقوام متحده لاءِ يو. اين. او. مخفف استعمال ٿيندو آهي.

## 5. ڊيش يا ننڍي ليڪ (-) Dash

هن نشانيءَ جو استعمال سنڌيءَ ۾ ٿورو ٿيندو آهي. هي نشاني ٿوري دم جي بدران استعمال ٿيندي آهي. هي هيٺين حالتن ۾ ڪتب ايندي آهي.

1. جڏهن مرتب جملي ۾ ٻهرئين فقري کان پوءِ ٻئي مداري فقري ۾ وڌيڪ اثر ڏيڪارڻو هوندو آهي تہ ٻنهي فقرن جي وچ ۾ ٿوري دم بدران ننڍي ليڪ (-) ڏجي جيئن تہ:

مثال:- هو اڳيئي ڏڪايل هو - پٽ جي فوت ٿيڻ جو ٻڌي اوچنگارون ڏيئي روئڻ لڳو.

2. هڪ موضوع تي ڳالهہ ڪندي اوچتو ٻيو خيال ظاهر ڪيو وڃي، يا ان جي سلسلي کي ٽوڙي ٻي ڳالهہ ڇٽي وڃي. جيئن تہ:

مثال:- ٻيءَ صابر سان ٻئي ڳالهايو- انسان ڇونہ ٿو پنهنجي خالق ۽ مالڪ کي سڃاڻي؟

3. ڪنهن واقعي جي باري ۾ خيال يا ويچار جي اظهار کان اڳ ننڍي ليڪ يا ڊيش ڏبي آهي. جيئن تہ:-

مثال:- ڪنهن شخص دعويٰ ڪئي ته هو ڪي ٽو جبل جي چوٽي سرڪندو - ۽ هن ائين ڪري ڏيکاريو.

4. جملي ۾ بيان يا عبارت جي وڌيڪ اظهار لاءِ جيڪڏهن ڪي لفظ يا اصطلاح ڪتب اچن ته انهن جي اڳيان ننڍي ليڪ يا ڊيش ايندي. جيئن ته:-

مثال:- بس گهڻو سامان کڻي پئي - خالي 10 ڪلوگرام چانور، 5 ڪلوگرام ڪڻڪ ۽ هڪ بنڊل چانهه.

5. مذڪر ۽ مؤنث يعني جوڙي جي ٻنهي اسمن جي وچ ۾ "ننڍي ليڪ" (ڊيش) ڏبي آهي جيئن ته:- زال - مڙس; نر - مادي; ماءُ - پيءُ; ڀاءُ - ڀيڻ; ڏاگهو - ڏاچي وغيره.

## 6. سوال جي نشاني (؟) Question mark

مثال: 1. تنهنجو نالو ڇا آهي؟

2. نارنگيءَ جو رنگ ڪهڙو آهي؟

3. پاڪستان جا ڪيترا صوبا آهن؟

4. انسان جي جسم ۾ هڏا ڪيترا آهن؟

مٿين جملن ۾ سوال پڇيل آهن، جن جملن ۾ ڪا ڳالهه پڇڻي هوندي آهي ته هي سوال جي نشاني (؟) جملي جي پڇاڙيءَ ۾ ڏبي آهي.

جيڪڏهن جملو سواليه آهي ته خالي سوال جي نشاني ڏبي پوري دم جي نشاني نه ڏيڻ گهرجي.

## 7. حرف ندا جي نشاني (!) Exclamation mark

1. الله ڪري، پٽ امتحان ۾ پاس ٿئي! (آس، تمنا)

2. استاد! احمد نقل پيو ڪري. (ندا، سڏ)

3. مارا عمارت ڪيڏي نه وڏي آهي. (عجب)

4. افسوس! جانو ويچارو اڄ فوت ٿي ويو. (افسوس)

5. واه واه! آءٌ امتحان ۾ پهريون نمبر پاس ٿيس. (خوشي)

6. ڳتون جيو، مينهن کي، هل ڙي! ڪاري ڪني! (ڌڪار)

7. ڪڏهن هوءَ اها بلا ٽري پئي. (نفرت)

جنهن جملي مان دل جي حالت (احساس) جهڙوڪ:- سڏ، سڏ، عجب، افسوس، خوشي ۽ نفرت يا ڌڪار جو اظهار ٿئي، انهي جملي ۾ ڄاڻايل هدايتن موجب حرف ندا جي نشاني استعمال ڪبي آهي "ندا" جي معنيٰ آهي "سڏ يا پڪار"

## 8. واڪ جون نشانيون (" ") Inverted commas

واڪ جي معنيٰ آهي چوڻ. واڪ جي نشانين مان مراد آهي ته ٻئي ڪنهن جا چيل لفظ، قول، فقرا، شعر، پهاڪا ۽ چوڻيون هوبهو تضمين طور جڏهن ڪنهن جملي يا عبارت ۾ ڪر آڻبا آهن ته واڪ جون نشانيون " " ڏيئي پڌرو ڪبو آهي جيئن ته:-

1. شاهه ڀٽائي رحه فرمائي ٿو. "واڳ ڌڻي وس، آءٌ ڪا پاڻ وهيٺي."

2. سچل سائين جو فرمان آهي:

"مڪڻ آڪر هيڪڙو سوئي ڪير سنڀاڻ،
اهو آهي اهڃاڻ، ڀلا انهي ڳالهه جو."

3. ٽيپو سلطان جو قول: "گدڙ جي سوءِ سال زندگيءَ کان شينهن جي هڪ ڏينهن جي زندگي بهتر آهي.

4. منهن مان اهڙو ته نوراني حُسن پيو ٻکندو هئس، جو سڏائيندائي "نوري" هئس.

## 9. ڏنگيون (( )) Brackets

ڪنهن لفظ يا جملي کي وڌيڪ صاف يا چٽو ڪرڻ لاءِ جملي جي وچ ۾ ڏنگين ۾ انهن جي وضاحت ڪبي آهي جيئن ته:

1. سلطان صلاح الدين ايوبي (جنهن صليبي جنگين ۾ عيسائين کي ترنا چٻايا) اسلام جو عظيم سپاهي هو.

2. احمد جو پيءُ (خدا کيس جنت نصيب ڪري) نهايت نيڪ انسان هو.

3. حضرت علي رضه جو لقب اسد الله (الله جو شينهن) هو.

4. شمس العلماءُ (عالمن جو سج) مرزا قليچ بيگ وڏو عالم هو.

5. شاهه عبداللطيف رحه (1689ع - 1752ع) عظيم شاعر ٿي گذريو آهي.

# مشق لاءِ سوال

1. بيهڪ جون نشانيون ڇو ضروري آهن؟ ڪولي سمجهايو.

2. اڻپوريون بيهڪ جون نهشانيون ڏيڻ سان ڪهڙو نتيجو نڪرندو؟ ڪولي سمجهايو.

3. ٿورو دم ۽ واڪ جون نشانيون ڪٿي ۽ ڪيئن ڪم آڻجن. مثالن سان سمجهايو.

4. اهڙو جملو ناهيو جنهن ۾ خوشيءَ جي نشاني استعمال ٿئي.

5. ٿورو دم سهني نشانين ڪان وڌيڪ اهم ڇو آهي؟

6. سوال جي نشاني ڪٿي ڏيڻ گهرجي؟

7. عجب جي نشاني ڪهڙين جاين تي استعمال ڪبي آهي؟

8. جيڪي نشانيون جملن جي پڇاڙيءَ ۾ ايندين آهن اهي ڪهڙيون آهن؟

9. هيٺين عبارتن ۾ مناسب جاين تي بيهڪ جون نشانيون استعمال ڪريو.

(الف)

اي خدا جون بنديون دل ۾ ٿورو ڏيان ڌريو جلسي واسطي توهين گهرن کي سينگاريو ٿيون فرش فروش گلم غاليچا وڇايو ٿيون ۽ چڱيءَ طرح ميزون ڪرسيون گلدستا بنايو رکو ٿيون پر انهي گهر جوبہ اوهان کي ڪڏهن خيال آيو آهي جنهن گهر ۾ سدائين رهڻو آهي وڏو خوفائتو سفر آهي اوڏانهن هلڻو بہ ضرور آهي رستو ڏکيو منزل سخت سنگتي نہ ساٿي اڪيلي جان الله نگهبان اڄ فلاڻي ويئي اڄ فلاڻي ويئي تہ اسين هت رهي رهي ڪيترو رهنديونسين بيشڪ اسان کي بہ پنهنجي انهيءَ هميشہ جي گهر ڏي هلڻو آهي

(ب)

فقير گودڙي رکي محلات ۾ سمهي پيو چوڪيدار چيس اٿ هتي ڇو ستو پيو آهين هي مسافر خانو نہ پر شاهي محلات آهي

# باب ڇهون

## اشتقاق Derivation

اشتقاق عربي لفظ آهي، جيڪو "شق" مان نڪتل آهي "شق" جي معنيٰ آهي چيرڻ، يعني لفظ کي چيري ٽوڙي اصليت معلوم ڪرڻ. اشتقاق مان لفظن جي اصليت ۽ بڻ بنياد جي خبر پوي ٿي. اشتقاق مان معلوم ٿئي ٿو ته لفظ جو اصل ڌاتو ڇا آهي؟ گھڻين ٻولين جا لفظ پاڻ ۾ ملي ڪري اصليت جي ماهيت وڃائي چڪا آهن. ان ڪري اشتقاق مان ٻولي جي لفظ جي ڌاتوءَ جي صحيح خبر پوي ٿي. هن هيٺ ڪجھ اشتقاق ڏجن ٿا:-

## الف

☆ الله تعاليٰ = ( الله = اعليٰ + تعاليٰ = وڏو يا مٿاهون) مٿاهون الله.

☆ اوڳڻ = (او = خراب + ڳڻ = لڇڻ) خراب لڇڻ.

☆ الهام = (لهم = آواز ٿيو) غيبي آواز.

☆ اَبو الفضل = (اَبو = مالڪ + ال = جو + فضل = لياقت) فضليت جو مالڪ، ماڻهو جو نالو.

☆ آبشار = (آب = پاڻي + شار = وهڪرو (مصدر: شاريدن = تيزي سان وهندڙ) تيزي سان هيٺ ڪرندڙ پاڻي جو وهڪرو.

☆ آب پاشي = (آب = پاڻي + پاشي (مصدر: پاشيدن= ڇنڪارڻ - پکيڙڻ) پاڻي پهچائڻ جو طريقو.

☆ آگبوٽ = (آگ = باهه + بوٽ Boat = ٻيڙي) باهه يا ٻاڦ تي هلندڙ ٻيڙي يا جهاز.

☆ اپار = (اَ = نه + پار = پريون پاسو، ڇيھ) جنهن جي حد نه هجي، اڻ ڪٿ

☆ اشرف المخلوقات = (اشرف = عزت بخشڻ +ال= جو + مخلوقات) = سڀني کان وڏي مرتبي واري مخلوق = انسان

☆ امير المئومنين = (امير= سردار+ ال= جو + مئومنين (واحد مئومن) مسلمان. مسلمانن جو سردار.

☆ اڻبوجهه = ( اَ= نہ + بوجهہ= سمجهہ) سمجهہ نہ رکندڙ بي سمجهہ

☆ اُپائڻهار = (اُپائڻ =پيدا ڪرڻ + هار = وارو) پيدا ڪندڙ يعني الله تعاليٰ

☆ انصاف = (نصف= اڌواڌ ڪرڻ) عدل ڪرڻ، نياءُ

☆ انتظام = (نظم = جوڙجڪ) بندوبست.

☆ آبادگار = (آباد+ گار = وارو) کيتي ڪندڙ آبادي ڪندڙ.

☆ اُم الخير = (اُم= ماءُ + ال = جي + خير= ڀلائي) ڀلائي جي ماءُ.

☆ اَناسي = (اَ= نہ + ناس= نڪ) بي نڪي، بيشرم، بي اثر.

☆ اعتقاد = (عقد= ڳنڍ ڏيڻ) ويساهہ، يقين.

☆ اڪثريت = (ڪثر= گهڻا) گهڻائي

☆ انيڪ = (اَن= نہ + يڪ =هڪ) گهڻا، بيشمار.

☆ امتحان = (محن= پورهيو ڪرڻ، محنت) آزمائش.

## ب

☆ بيت المقدس = (بيت =گهر +ال= جو مقدس پاڪ عزت وارو) پاڪ عزت وارو گهر، مسلمانن جو پهريون قبلو.

☆ بيمار = (بيم= ڊپ+ آور (مصدر: آوردن =آڻڻ) ڊپ جي حالت ۾ آيل، اڳهو.

☆ بندگي = (مصدر: بستن= ٻڌڻ) ٻانهن کي ڳچيءَ سان ٻڌل رکڻ، عبادت

☆ بالادست = (بالا= مٿاهون+ دست= هٿ) مٿاهون هٿ، اختيار وارو عملدار

☆ بختاور = (بخت= ڀاڳ+ آور (مصدر: آوردن= آڻڻ) ڀاڳ جو اڄڻ. سهاڳو

☆ بد ظن = (بد= ڀڇڙو + ظن= شڪ) ڀڇڙو شڪ، بدگمان.

☆ بيقرار = (بي =ڪانسواءِ + قرار= آرام) بي آرام، پريشان.

☆ بي باڪي = ( بي =ڪانسواءِ + باڪ = ڊپ) بنا ڊپ جي بي خوفي.

☆ بيشمار = (بي= ڪانسواءِ + شمار = ڳاڻيٽو) ڳاڻيٽي کان ٻاهر تمام گهڻو.

☆ بندوبست = (بند+ وَ = ۽+ بست (مصدر: بستن = ٻڌڻ) انتظام، جوڙجڪ

☆ بازيگر = (بازي= راند + گر (مصدر: گرفتن= وٺڻ) راند کندڙ کرتب ڏيکاريندڙ.

☆ بيوقوف = (بي=ڪانسواءِ + وقوف= سمجهه) بي سمجهه، نادان

☆ بيت المال = (بيت=گهر + ال= جو + مال =دولت) دولت جو گهر، خزانو

## پ

☆ پونچ = (پون= زمين+ وچ) زمين يا ملڪن جي وچ ۾ آيل هڪ سمنڊ.

☆ ڀاڳوند = (ڀاڳ= نصيب + وند =وارو) نصيب وارو، خوش نصيب.

## ت

☆ تصنيف = ( صنف= خيال سان ڪوڪتاب ناهڻ) ٺهيل ڪتاب.

☆ تندرست = (تن= بدن+ درست= صحيح) صحت وارو، سگهو.

☆ تڪليف = (ڪلف =سختي ۾ اچڻ) ڏکيائي، اهنج.

# پ

☆ پيغمبر = (پيغام= نياپو + بر (مصدر: بُردن =نيڻ، آڻڻ) نياپو آڻيندڙ مخصوص معنيٰ: الله جو رسول، نبي.

☆ پانڊيڙو = (پانڊي= پنڊ ڪندڙ+ ڙو (اسم تصغير جي نشاني) پنڊ ڪندڙ

☆ پاڪستان = (پاڪ + آستان= جاءِ) پاڪ جاءِ، ملڪ جو نالو.

☆ پيرسن = (پير = وڏو+ سن =سال) وڏ ڄمار وارو، پوڙهو.

☆ پروردگار = (پرورد (مصدر: پروردن= پالڻ + گار= وارو) پاليندڙ، رب

☆ پرهيزگار = (پرهيز=بچاءُ +گار=وارو) پرهيزوارو، نيڪ

# ج

☆ جوابدار = (جواب +دار (مصدر: داشتن= رکڻ) جواب ڏيندڙ، ڏوهي، ملزم

☆ جانباز = (جان= جسم+ باز (مصدر: باختن+ کيڏڻ) جان سان کيڏندڙ بهادر

# جه

☆ جهازراني = ( جهاز+ راني =(مصدر: راندن= ڪاهڻ هلائڻ) جهاز هلائڻ.

☆ جهان آرا = (جهان= دنيا+ آرا (مصدر: آراستن =سينگارڻ) دنيا کي سينگاريندڙ.

☆ جهانديده = (جهان =دنيا +ديدو (مصدر ديدن ڏسڻ) جنهن جي دنيا چڱي طرح ڏٺل هجي.

# چ

☆ چوبدار = (چوب = لٺ + دار (مصدر: داشتن+ رکڻ) لٺ رکندڙ چوڪيدار.

☆ چالبازي = (چال= روش + بازي (مصدر: باختن= کيڏڻ) چال جي کيڏ. چالاڪي

# خ

☆ خوردبيني = (خورد= ننڍي شيءِ + بيني (مصدر: ديدن = ڏسڻ) ننڍي شيءِ کي وڏو ڪري ڏيکاريندڙ اوزار.

☆ خط استوا = (خط= ليڪ+ استوا= وچ) زمين جي پوري وچ واري خيالي ليڪ.

☆ خوشخبري = (خوش+ خبر) خوشيءَ جي خبر- خوشيءَ جي چاڻ.

☆ خوبصورت = ( خوب= سٺو+ صورت) سٺي صورت وارو. سهڻو.

☆ خاڪ نشين = ( خاڪ= مٽي+ نشين (مصدر: نشتن= ويهڻ) مٽيءَ تي ويهندڙ.

☆ خيرخواهي = (خير= ڀلائي +خواهي (مصدر: خواهستن= چاهڻ) ڀلائي چاهڻ

☆ خود اعتمادي = (خود= پاڻ+ اعتماد= ڀروسو) پنهنجو پاڻ تي ڀاڙڻ.

☆ خاڪسار = (خاڪ= مٽي+ سار=وانگر) نهٺائي عاجزي اختيار ڪندڙ

☆ خودداري = (خود= پاڻ+ داري (مصدر: داشتن= رکڻ) ڪنهن جي ڪاڻ نہ ڪيڻ وارو

☆ خوش نما = (خوش= سٺو+ نما (مصدر: نمودن= ڏيکارڻ) دل کي وڻندڙ

## د

☆ دستورالمعاش = (دستور = رواج+ ال = جو +معاش = گذران) گذران جو طريقو يا نمونو.

☆ دوربيني = (دور= پري + بيني (مصدر: ديدن= ڏسڻ، جاچڻ) پري ڏسڻ جو اوزار.

☆ دست اندازي = (دست = هٿ+ اندازي (مصدر: اندختن= وجهڻ) ڪم ۾ هٿ وجهڻ، رنڊڪ پيدا ڪرڻ.

☆ دولتمند = (دولت + مند = وارو) دولت وارو، شاهوڪار.

☆ دڪاندار = (دڪان+ دار (مصدر: داشتن= رکڻ) دڪان وارو

☆ دسترس = (دست= هٿ +رس (مصدر: رسيدن= پهچڻ) اختيار ۾ هجڻ

☆ دستگير = (دست =هٿ+ گير (مصدر: گرفتن= وٺڻ) =هٿ وٺڻ، مدد ڪرڻ

☆ داستان گوئي = (داستان= وڏو قصو +گوئي (مصدر: گفتن= چوڻ) وڏو قصو چوڻ

☆ درس گاه = (درس= سبق+ گاه= جاءِ) سبق ڏيڻ جي جاءِ، مدرسو اسڪول.

## ڏ

☆ ڏند ڪٿا = (ڏند +ڪٿا =قصو) =هٿرادو ناهيل قصو.

## ر

☆ رواداري = (روا= درست + داري (مصدر: داشتن= رکڻ) = سنو سلوڪ ڪرڻ.

☆ راحت القلوب = (راحت= آرام + ال + قلوب = دليون) = دلين کي آرام پهچائيندڙ

☆ ريگستان = (ريگ = واري + آستان =جاءِ) = واريءَ وارو علائقو.

☆ رنگساز (رنگ + ساز (مصدر: ساختن = ناهڻ) = رنگ ناهيندڙ

☆ رومال = (روُ = مُنهن + مال (مصدر: ماليدن = مهٽڻ، اگهڻ) منهن صاف ڪرڻ جو ڪپڙو.

☆ رازدان = (راز= ڳجهه + دان (مصدر: دانستن= ڄاڻڻ) ڳجهه ڄاڻندڙ.

# ز

☆ زيردست = (زير= هيٺ + دست= هٿ) = هٿ هيٺ، حڪم هيٺ ڪم ڪندڙ.

☆ زميندار = (زمين + دار (مصدر: داشتن= رکڻ)= زمين جو مالڪ.

# س

☆ سنگتراش = (سنگ= پٿر+ تراش (مصدر: تراشيدن=ڇلڻ) پٿر ڇليندڙ سلاوٽ.

☆ سوڀياوان = (سوڀيا= سونهن + وان= وارو) سونهن وارو، سهڻو

☆ سُپنڊ = (سُ= چڱو+ پنڊ =صحبت)= چڱي صحبت

☆ سُتمگر = (سُتم = ظلم + گر (مصدر: گرفتن= وٺڻ) ظلم ڪندڙ ظالم

☆ سگنڌ = (سُ= چڱو + گنڌ= بوءِ) =خوشبوءِ، سرهاڻ.

☆ سڦلو = (سُ= چڱو+ ڦل= نتيجو) =سُٺو نتيجو.

☆ سرڪار = (سر= مٿو +ڪار=ڪم) ڪم جو اڳواڻ، حڪومت.

☆ سرخرو = (سرخ= ڳاڙهو+ روُ = منهن)= ڪامياب، عزت وارو.

# ش

☆ شمشير = ( شم = ننهن + شير = شينهن) = شينهن جي ننهن وانگر تيزيعني تلوار.

☆ شمس العلماء = (شمس = سج + ال + علماء = عالمر) عالمن جو سج يعني وڏو عالمر.

☆ شاگرد = (شا = شاه + گرد (مصدر: گشتن = ڦرڻ) استاد جي چوڌاري ويٺل يعني پڙهندڙ.

☆ شاباش = (شا (شاد) = خوش + باش (مصدر: باشيدن = هجڻ) خوش هجڻ آفرين.

# ض

☆ ضعيف = (ضعف = هيٺائي) = هيٺو، ڪمزور.

☆ ضرورتمند = (ضرورت = گهرج + مند = وارو) گهرج وارو.

# ط

☆ طاقتور = (طاقت = سگهه + ور (آور) (مصدر: آوردن = آڻڻ) = سگهارو، زور وارو.

☆ طلبگار = (طلب = گهر + گار = وارو) =گهر ڪرڻ وارو، گهرجائو.

# ع

☆ عينڪ = (عين = اک + ڪ (لاڳاپيل حرف) اهو اوزار جيڪو اک تي رکيو وڃي يعني چشمو.

☆ عاليشان = (عالي = وڏو + شان = مان) = وڏي مان شان وارو، وڏو.

☆ عبدالعزيز = (عبد = ٻانهو + ال = جو + عزيز = غالب حڪمت وارو) = الله جو ٻانهو، ماڻهو جو نالو.

☆ عملدار = (عمل = ڪم + دار (داشتن = رکڻ) = ڪم وارو، ڪامورو.

☆ عجائب گهر = (عجائب (واحد = عجيب + گهر) عجيب گهر، ميوزم.

☆ عالم آشڪار = (عالم = دنيا + آشڪار = پڌرو) دنيا ۾ مشهور.

☆ عبادت = (عبد = ٻانهو) = بندگي.

☆ عالمگير = (عالم = جهان + گير (مصدر = گرفتن = وٺڻ) = دنيا کي پنهنجي قبضي ۾ وٺندڙ دنيا تي ڇانيل، سڄي دنيا جو.

## غ

☆ غم خوار = ( غم + خوار (مصدر: خوردن = کائڻ) ڏک ڀائي، همدرد.

☆ غلط فهمي = ( غلط + فهمي (مصدر: فهميدن = سمجهڻ) = غلط سمجهڻ.

☆ غمگين = (غم + گين= ڀريل) = ڏک ۾ ڀريل، پريشان.

## ف

☆ فيلو = (دوست + سوفا = سيائپ) = سيائپ جو دوست، ڏاهو.

☆ فرمانبردار = (فرمان= حڪم + داري (مصدر: برداشتن = کڻڻ سهڻ) حڪم مڃڻ.

## ق

☆ قربان گاهه = (قربان = قرباني + گاهه= ميدان، جاءِ) = قربانيءَ جي جاءِ.

☆ قيامت = (قام = بيهڻ) = الله تعاليٰ جي اڳيان بيهڻ .

☆ قره العين = (قره = ٿڌاڻ + ال + عين = اک) = اکين ٺار، اکين کي ٿڌو ڪندڙ.

## ڪ

☆ ڪاسبي = (ڪسب = ڌنڌو) = ڌنڌو ڪندڙ.

☆ ڪاريگر = (ڪار = ڪم + گر (مصدر: گرفتن = وٺڻ) = ڪم جو ڄاڻو، ڪم ڪندڙ.

☆ ڪوهستان = (ڪوه = جبل + ستان = جاءِ) = جبلن واري جاءِ، جابلو علائقو.

☆ ڪربلا = (ڪرب وَبلا) ڪرب = ڏک + بلا = سختي، آفت) ڏک ۽ غم جي سختي (اها جاءِ جتي امام حسين رضي الله ۽ سندن سائين جي شهادت ٿي.)

☆ ڪارساز = (ڪار = ڪم + ساز (مصدر: ساختن = ناهڻ) = ڪم جو ناهيندڙ.

☆ ڪارخانو = (ڪار= ڪم + خانه = گهر) ڪم ڪرڻ جي جاءِ.

☆ ڪپوت = (ڪُ = خراب + پوت = پٽ) = نالائق پٽ

☆ ڪنياءُ = (ڪُ= خراب + نياءُ = انصاف) = بي انصافي، ظلم.

# گ

☆ گفتگو : (گفت = چيو + گو = چئو (مصدر: گفتن = چوڻ) = ڳالهه ٻولهه.

☆ گلاب = (گل + آب = پاڻي) گل جو قسم.

☆ گلستان = (گل + ستان = جاءِ) گلن جي جاءِ، باغ.

# ل

☆ لاغرض = (لا = نه + غرض = احتياج) احتياج نه ڪندڙ لاپرواهه

☆ لوهار = (لوهه + ڪار = ڪم) لوهه جو ڪم ڪندڙ لوهر

# م

☆ مهمان نوازي = (مهمان + نوازي (مصدر: نواختن= عزت ڪرڻ) مهمان جي عزت ڪرڻ.

☆ مجلس = (جلس= ويهڻ)= ويهڻ جي جاءِ ، گڏ ٿيڻ جي جاءِ.

☆ مدارالمهام = (مدار= آڌار + ال + مهام =وڏا ڪم) وڏا ڪم سنڀاليندڙ عملدار

☆ مسجد = (سجد = مٿو ٽيڪڻ) = عبادت ڪرڻ جي جاءِ.

☆ منصف = (نصف = اڌو اڌ ڪرڻ، معلوم ڪرڻ) انصاف ڪندڙ.

☆ منظوري = (نظر = ڏسڻ واسڻ) پسندي، مقبوليت.

☆ مهمانداري = (مهمان + داري (مصدر: داشتن = رکڻ) = مهمان جي سنڀال رکڻ.

☆ مُصنِف = (صنف = ناهڻ) = ڪتاب لکندڙ ليکڪ.

☆ مرحوم = (رحم = ٻاجهه، بخشش) = بخشيل، ٻاجهه ٿيل.

☆ مَنگهرو = (مَنَ = مَنُ، خراب + گهرو = چاهيندڙ) = ٻُرو چاهيندڙ.

☆ مخدوم = (خدم = خدمت ڪيل) = جنهن جي خدمت ڪجي.

☆ محتاج = (حاج = ضرورت) = ضرورت وارو.

☆ مهراڻ = (مها = وڏو + رڻ = وهڪرو)= وڏو وهڪرو (سنڌوندي)

☆ معلم = (علم = ڄاڻ) استاد.

☆ معرفتَ = (عرف = ڄاڻ چاتي) = ڏٺيءَ جي سڃاڻپ. الله تعاليٰ جي ذات ۽ صفات جي سڃاڻپ.

☆ مهمان = (مها = وڏو + مان = عزت) = وڏي عزت وارو.

☆ ماه منير = (ماه = چنڊ + منير = روشن) = روشن چنڊ.

☆ مجاهد = (جُهد = ڪوشش ڪرڻ) = جهاد ڪندڙ.

☆ مذهب = (ذهب = واٽ وٺڻ) = دين جي واٽ، عقيدو، طريقو.

☆ مُهذب = (هذب = نج) = تربيت ڪيل، سڌريل، خوبين وارو.

# ن

☆ ناجائز = (نا= نہ + جائز= درست) = درست نہ هئڻ.

☆ نجم الدين = (نجم = تارو + ال =جو + دين) = دين جو تارو. ماٺهو جو نالو.

☆ نقشبندي = (نقش = چٽ + بندي (مصدر: بستن = ٻڌڻ) = دل تي چِٽ چِٽڻ خاص طريقي سان ذڪر ڪندڙ مسلمان.

☆ نيم خوابي = (نيم = اڌ + خواب = ننڊ) اڌوگابري ننڊ.

☆ ناپديد = (نا = نہ + پديد = ظاهر) = ظاهر نہ ٿيندڙ، گجهو.

☆ نڪتچيني = (نڪته = چونڊ ڳالهه + چيني (مصدر: چِنيدن = چونڊڻ) = غلطيون ڪولي ڪڍائڻ.

☆ نرجو = (نر = سواءِ + جو = لڄ، شرم) بي شرم، بي حياءُ

☆ نادان = نا = نہ + دان (مصدر: دانستن = ڄاڻڻ) = اڻ ڄاڻ، بي سمجهه

☆ نستو = (نہ + ست = سگهه، طاقت) هيڻو، ڏٻرو.

☆ نصب العين = (نصب = بيهارڻ، قائم ڪرڻ + ال + عين = اک) = اصول، مقو.

## هہ

☆ همراز = (هم = ساڳيو + راز = لڪل ڳالهه) = هڪٻئي جو راز ڄاڻندڙ.

☆ هنرمند = (هنر + مند = وارو) = هنروارو.

☆ هوشيار = (هوش = عقل + يار = وارو) = عقل وارو، ڏاهو.

☆ هوادار = (هوا + دار (مصدر:داشتن = رکڻ) = هوا وارو، واسرو.

☆ هم چورس = (هم = ساڳيو + چورس) = جنهن جا چارئي پاسا هڪ جيڏا هجن.

☆ همدرد = (هم = ساڳيو + درد = سور، ڏک) ڏک ۾ ڀائيوار، ڏک ڀائي.

☆ همعمر = (هم = ساڳيو + عمر = وقت) = ساڳي وقت وارو.

☆ همراهه = (هم = ساڳيو + راهه = واٽ) = گڏ هلندڙ، سفر جو ساٿي.

## و

☆ واقفيت = (وقف = خبرداري) معلومات، ڄاڻ

## ي

☆ يڪ مُشت = (يڪ = هڪ + مُشت = مُٺ) = گڏ ٿيڻ، هڪ راءِ تي بيهڻ.

☆ يڪ جهتي = (يڪ = هڪ + جهت = طرف) = ٻڌي، ايڪو، اتحاد.

# اصطلاح Idioms

## (سمجهاڻي، ۽ مثالن سميت)

"اصطلاح" عربي لفظ آهي، "اصطلاح" انهن لفظن جو ميڙ آهي، جيڪو جملي ۾ حقيقي معنيٰ ۾ نه، پر مجازي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. انهي جي خاص وصف هيءَ آهي:

وصف: جڏهن ڪوبه فعل، اسم سان شامل ٿي، پنهنجي حقيقي معنيٰ ڇڏي مجازي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي، جيئن اهو اهل زبان جي روزاني ڳالهه ٻولهه مطابق هجي

جيئن ته:

"ٻه ته ٻارهن" هڪ اصطلاح آهي، جنهن جي معنيٰ يا مطلب آهي، ٻڌي يا اتحاد ۾ طاقت آهي، پر "ٻه ته ٻارهن" اهي لفظ پنهنجي اصلي معنيٰ ۾ نه، بلڪ مجازي معنيٰ ۾ استعمال ٿيا آهن، جيڪي ڳالهه ٻولهه ۾ به ائين استعمال ٿيندا آهن. انهي کي اصطلاح چئبو آهي.

اصطلاح جي لفظن کي بدلائي نٿو سگهجي، مثال: جيڪڏهن "ٻه ته ٻارهن" جي بدران چئجي ته "ٽي ته تيرهن" ته ائين چئي نٿو سگهجي. اصطلاح زبان جي جان آهي، ان جو وڏو فائدو اهو آهي، جيڪڏهن انهي کي مناسب جاين تي استعمال ڪيو وڃي ته مثل تحرير ۾ به هڪ جان پئجيو وڃي، نثر يا نظم جو درجو بلند ٿيو وڃي. اصطلاحن جي استعمال ڪري تحرير ۾ جيڪڏهن اها نثر يا نظم ۾ هجي، ته ان ۾ اهڙي طرح حُسن ۽ اثر پيدا ٿئي ٿو جهڙي طرح گلن سان ٻوٽن ۾ تارن سان آسمان ۾، زيورن سان ڪنوار ۾ وڌيڪ حسن ۽ خوبصورتي پيدا ٿئي ٿي. اهڙي طرح اصطلاحن سان نثر يا نظم کي وڌيڪ سينگاري سگهجي ٿو. ڪجهه اصطلاح هيٺ ڏجن ٿا.

# الف

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | آدرڀاءُ ڪرڻ | عزت ڪرڻ | مهمان جو آدرڀاءُ ڪجي. |
| ☆ | آگرين جا زور لائڻ | پوري طاقت لڳائڻ | عمر ڏهن ئي آگرين جو زور لڳايو پر ڪامياب نہ ٿيو. |
| ☆ | اوکيءَ ويل ڪم اچڻ | ڏکئي وقت ۾ مدد ڪرڻ | دوست اهو جو اوکي ويل ڪم اچي. |
| ☆ | انيءَ ۾ لوڻ برابر هئڻ. | تمام ٿوري انداز ۾ هئڻ | ڪلاس ۾ ذهين شاگرد انيءَ ۾ لوڻ برابر آهن. |
| ☆ | انجام پاڙڻ | وعدو پورو ڪرڻ | صابو وقت تي اچي ويو. انجام پاڙيائين. |
| ☆ | اوهاريون لهواريون هڏائڻ | مختلف ڳالهيون هڻڻ | دوست ملي ويو. جنهن اوهاريون لهواريون هڏايون. |
| ☆ | اکيون ٺڏيون ٿيڻ | خوشي حاصل ٿيڻ | اوهان جيئن اچڻ وسان اسان جون اکيون ٺڏيون ٿينديون. |
| ☆ | اک ڏيکارڻ | دڙڪو داب ڪرڻ | پيار ڪي پيار ۾ ڪجي، پر اک ۾ ڏيکارجيس. |
| ☆ | اپ ۾ ٽڪون اُچلڻ | اجائي ڳالهه ڪرڻ | جانو خواهہ مخواهہ پيو اپ ۾ ٽڪون اڇلائي. |
| ☆ | اپ ۾ تراريو هئڻ | وت ڪان ٻاهر هلڻ ڦوندجڻ | همراهہ کي نڪي واري نوڪري ملي آهي، سو پيو اپ ۾ تراريون هڻي. |
| ☆ | اک پچڻ | اشارو ڪرڻ | عمر اک پچڻ سان ڳالهہ سمجهي ويو. |
| ☆ | اک نہ هڏڻ | خيال ۾ ئي نہ آڻڻ | اڄ نہ ڪانديري جي اسان ۾ اک ئي ڪانہ ٿي هڏي. |

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | اکيون ڦيرائڻ | ڏيان هٽائي ڇڏڻ لاپرواهي ڪرڻ | همراهه کي ٻه پئسا ٿيا آهن، سو اکيون ئي ڦيرائي ڇڏيون اٿس. |
| ☆ | اک لڳڻ | ننڊ اچڻ، پنڪي اچڻ | ٿورو ليٽيس اک لڳي ويئي، گاڏي ڇٽي ويئي. |
| ☆ | اک کلڻ | هوش ۾ اچڻ | همراه جي تڏهن اک کلي، جڏهن مصيبت اچي مٿانس ڪڙڪي. |
| ☆ | اکين تي رکڻ. | خوشيءَ سان مڃڻ، احترام ڪرڻ. | سائين! منهنجا! اوهان جو حڪم اکين تي. |
| ☆ | اگرائي ڪرڻ. | زيادتي ڪرڻ، ناجائز هلت هلڻ | جيڪو اگرائي ڪندو، سو خطا کائيندو. |

## ب

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | بک ۾ بصر منو هئڻ. | بک جي حالت ۾ اڻ وڻندڙ کاڌو به لذيذ لڳندو آهي. | بک ۾ بصر به منو، سو خانو ڪجهو ٽڪر سپ کائي ويو. |
| ☆ | بک ۾ پاهه ٿيڻ | بک جي ڪري ڏبرو ٿي وڃڻ. | ڏڪار جي ڪري ماڻهو ۽ مال بک ۾ پاهه ٿيڻ لڳا آهن. |
| ☆ | باهه ٿيڻ. | تمام گهڻي ڪاوڙ ڪرڻ. | نوڪر ڪم نه ڪيو، جنهن ڪري سيٺ باهه ٿي ويو. |
| ☆ | باهه ٻاري ڏيڻ. | گهڻو تنگ ڪرڻ. | ڏاڙيلن ملڪ ۾ باهه ٻاري ڏني آهي. |
| ☆ | باهه ۾ ٽپي پوڻ. | جهيڙي ۾ شامل ٿيڻ. | هروڀرو پرائي باهه ۾ ٽپي پوڻ مان ڪهڙو فائدو؟ |
| ☆ | بخت ورڻ. | ڀاڳ کلڻ، آسودو ٿيڻ. | احمد جو بخت وريو آهي، جو سٺي نوڪري ملي اٿس. |

# ٻ

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | ٻانهن ٻيلي ٿيڻ | مدد ڪرڻ. | ڪمال غريبن جو ٻانهن ٻيلي آهي. |
| ☆ | ٻيگهي مچڻ. | موقعو هٿ اچڻ. | اڄڪلهه راشي ڪامورن جي ٻيگهي متي ٻيٺي آهي. |
| ☆ | ٻاٽون ڪاٽڻ. | ڪنهن مقصد لاءِ رُلڻ. | حسن ماني ٽڪر لاءِ ٻاٽون ٻيو ڪاٽي. |
| ☆ | ٻڏن کان ٻيڙ گهرڻ | اجائي اميد رکڻ. | هو پاڻ ٻڏو ٻڏي، سو تنهنجي مدد ڪيئن ڪندو؟ تون به ٻڏن کان ٿو ٻيڙ گهرين. |
| ☆ | ٻوٽو ٻارڻ | سڌارو ڪرڻ، همت ڪرڻ. | ڪمال به ڪو ٻوٽو ڪونه ٻاريو آهي، پاس مارڪون ڪٿي پاس ٿيو آهي. |
| ☆ | ٻه گهر ٻارڻ | ٻن جي وچ ۾ جهيڙو مچائڻ | ٻه گهر ٻارڻ منافق جو ڪم آهي. |

# ڀ

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | ڀڳيءَ ڀرتي ويهڻ | ڀيري ۾ اچڻ، موت کي ويجهو اچڻ | ڀيرو ڀڳيءَ ڀرتي ويٺو آهي، تڏهن به جهيڙا فساد نٿو ڇڏي. |
| ☆ | ڀٽ سان منهن لڳڻ | ڀڄتائڻ، شرمندو ٿيڻ، سيکت ملڻ. | جانوءَ چيو نه مڃيو، نيٺ وڃي ڀٽ سان منهن لڳس. |
| ☆ | ڀيرو ڀڃڻ | نه اچڻ. | دلي دوست ڪڏهن به ڀيرو نه ڀڃندو آهي. |
| ☆ | ڀائپي قائم رکڻ. | همدردي وارو سلوڪ قائم رکڻ. | اسان کي هميشه ڀائپي قائم رکڻ گهرجي. |
| ☆ | ڀڀ ڀرڻ | پنهنجو فائدو حاصل ڪرڻ | تون رڳو پنهنجو ڀڀ ڀر، ٻي غريبن کي به ڏيندو ڪر. |

# ت

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | تارا ڪڍڻ | ڪاوڙ جو اظهار ڪرڻ | مون تي تارا نہ ڪڍ، مون تنهنجو نقصان نہ ڪيو آهي. |
| ☆ | تڏو سُرهو ڪرڻ | پاڻ کي مان ڏيڻ | حسن مهمانن جي خوب خدمت ڪري، پنهنجو تڏو سرهو ڪيو. |
| ☆ | تڏو کڻائڻ | ختم ڪري ڇڏڻ. | پوليس چورن جو تڏو کڻائي ڇڏيو. |
| ☆ | تنگ چنائڻ | جان ڇڏائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ | نوڪر موڪل لاءِ گهڻائي تنگ چنايا، پر موڪل نہ مليس. |
| ☆ | تريون مهٽڻ | افسوس ڪرڻ | وقت وڃائي، پوءِ تريون مهٽڻ مان ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندو. |

# ٽ

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | ٽڪر سان مٿو هڻڻ | اجائي ڪوشش ڪرڻ | پاڻ کان سگهاري سان وڙهڻ آهي، ٽڪر سان مٿو هڻڻ. |
| ☆ | ٽڪ مان ور ڪڍڻ | سڌو ڪرڻ، سڌارڻ | استاد ڏنگي شاگرد جي ٽڪ مان ور ڪڍي ڇڏيو. |
| ☆ | ٽاڪوڙو وجهڻ | ڇڙوڇڙ ٿيڻ، ڦر ڦوٽ وجهڻ. | پوليس جي اچڻ سان جوارين ۾ ٽاڪوڙو پئجي ويو. |
| ☆ | ٽڪو لائڻ | عيبدار بنائڻ، پاڻ لڄائڻ | عارب چوري ڪري، پنهنجي عزت تي ٽڪو لاتو. |

# پ

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | پيچو ڪرڻ | پٺيان پوڻ | پوليس چور جو پيچو ڪيو. |
| ☆ | پلر پيٺڻ | مينهن جو پاڻي بيهڻ | ڪوهستاني ماڻهو پلر پيئندا آهن. |
| ☆ | پوپٽيون پڙهائڻ | سڌو ڪرڻ، سزا ڏيڻ | صوبيدار چور پڪڙي، ڪيس خوب پوپٽيون پڙهايون. |
| ☆ | پيٽ قوت ڪيڻ | روزگار حاصل ڪرڻ | پيٽ قوت ڪيڻ لاءِ سخت محنت ڪرڻي پوي ٿي. |
| ☆ | پول پڌرا ٿيڻ | اوڻايون ظاهر ڪرڻ | چور پاڻ ۾ وڙهي پيا، هڪ ٻئي جا پول پڌرا ڪيائون. |
| ☆ | پاڻي مان ڪيڻ | تنگ ڪرڻ، چيڙائڻ | دوستن قاسم سان چرچا ڪري ڪيس پاڻيءَ مان ڪڍي ڇڏيو. |

# ج

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | جنگ جوٽڻ | لڙائي ڪرڻ، مقابلو ڪرڻ | ڪشميرين آزادي لاءِ جنگ جوٽي آهي. |
| ☆ | جذبو جاڳائڻ | جوش ڏيارڻ، همت اڀارڻ | سپهه سالار تقرير ڪري سپاهين ۾ جهاد جو جذبو جاڳايو. |
| ☆ | جزا لوڻ | عملن جي سزا ڀوڳڻ | هرڪو انسان پنهنجن عملن جي جزا لوڻيندو. |

# چ

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | چوهه چنبڻ | ڪاوڙ ڪرڻ، غصي جو ظاهر ڪرڻ | ڪس پيالو ڀڃي وڌو، ماڻس مٿس خوب خوهه چنبيا. |

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | چِڙٻ ڏيڻ. | دڙڪو ڏيڻ، کهرو ڳالهائڻ | شاگرد سبق پڪو نہ ڪيو جنهن ڪري استاد چِڙٻ ڏنيس. |
| ☆ | ڇهہ ڇڄڻ. | زور گهٽجي وڃڻ، همت هارڻ. | 1761ع واريءَ لڙائيءَ ۾ مرهٽن جا ڇهہ ڇجي ويا. |
| ☆ | ڇنڇري لاهڻ. | سزا ڏيڻ. | بدمعاشي ڪندڙ شاگرد جي استاد ڇنڇري لاهي ڇڏي. |
| ☆ | ڇيٽا پور ڪرڻ. | گهڻ وڏ لائي چائي ڪري جهڙو وڏائڻ. | جانو رڳو ڇيٽا پور ڪري، وتي ماڻهن کي رڙهائيندو. |

# ح

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | حال اورڻ. | پنهنجي دل جي ڳالهہ ٻڌائڻ | عمر پنهنجي دوست سان حال اوريو. |
| ☆ | حرام جي هڏي پيٽ ۾ پوڻ. | رشوت، يا ناجائز طور مال ميڙڻ. | صابوءَ کي حرام جي هڏي پيٽ ۾ پيئي، جنهن ڪري حياءُ ڇڏي ڏني اٿس. |
| ☆ | حياتي زهر ٿيڻ. | زندگي مصيبتن ۾ گذارڻ. | ڏاڍيلن ڳوٺاڻن جي زندگي زهر ڪري ڇڏي آهي. |
| ☆ | حوصلا خطا ٿيڻ. | سڌ ڇڏي وڃڻ، هوش ختم ٿيڻ | اوچتو ڌماڪو ٿيو، همراهہ جا حوصلا خطا ٿي ويا. |

# خ

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | خلم ٻارڻ. | تباهي مچائڻ. | اڄڪلهہ دهشتگردن ملڪ ۾ خلم ٻاري ڏنو آهي. |

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | خاڪ ۾ ملائڻ. | ناس ڪرڻ، برباد ڪرڻ | پٽ نہ پڙهيو، پيءُ جون اميدون خاڪ ۾ ملائي ڇڏيائين. |
| ☆ | خطا کائڻ. | سزا ڀوڳڻ. | جيڪو اڳرائي ڪندو سو خطا کائيندو. |
| ☆ | خون جو پياسي هئڻ. | سخت دشمن هئڻ. | احمد ۽ نورل هڪ ٻئي جا خون پياسي آهن. |

## د

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | دل بهار بهار ٿيڻ. | خوش ٿيڻ. | خانو امتحان ۾ پاس ٿيو جنهن ڪري دل بهار بهار ٿيس. |
| ☆ | دل ۾ گهر ڪرڻ. | پيارو ٿيڻ. | مرشد جي محبت مريد جي دل ۾ گهر ڪري ويئي. |
| ☆ | دال نہ ڳرڻ. | پهچي نہ سگهڻ. | جانل جي خانل سان دال نہ ڳري سگهي. |
| ☆ | دل جو ٽپا ڏيڻ. | بيحد خوشي حاصل ٿيڻ. | پيءُ پٽ جي جمڻ جو ٻڌي دل خوشيءَ ۾ ٽپا ڏيڻ لڳس. |
| ☆ | دل ڪوسي ڪرڻ. | رنج ٿيڻ، ڪاوڙجڻ. | ماءُ جي ڪڏهن بہ دل ڪوسي نہ ڪجي. |

## ڏ

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | ڏاڪو جمائڻ. | مشهور ٿيڻ، رعب ويهارڻ. | نئين گورنر اينديء شرط ڏاڪو جمائي ڇڏيو آهي. |
| ☆ | ڏڪا ٿاٻا کائڻ. | تڪليفون ۽ ڏک ڏسڻ. | غريب جو پٽ ڏڪا ٿاٻا کائي پڙهي پيو. |
| ☆ | ڏڪ اچڻ. | نقصان يا ٽوٽو پوڻ. | پيرل کي واپار ۾ وڏو ڏڪ آيو. |

| | اصطلاح | معنىٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | ڌڌڙ ۾ پير هڻڻ. | الٽي وڃڻ، سچ نه ٻڌائڻ | چور صحيح حقيقت نه ٻڌائي ڌڌڙ ۾ پير هڻي ويو. |

## ڏ

| | اصطلاح | معنىٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | ڏند پيهڻ | ڪاوڙجڻ، غصي جو اظهار ڪرڻ. | سوالي کي نشو نه مليو آهي، سو پيو ڏند پيهي. |
| ☆ | ڏات گرم ڪرڻ | رشوت کائڻ | ڪاموزي جي ڏات گرم ڪيم، ڪم جلدي ٿي ويو. |
| ☆ | ڏينهن جا تارا ڏيکارڻ | سخت سزا ڏيڻ. | صوبيدار چور کي چيو ته " سچ ٻڌاءِ نه ته ڏينهن جا تارا ڏيکاريندو سانءِ" |
| ☆ | ڏندين آڱريون اچڻ. | عجب ۾ پئجي وڃڻ. | مداريءَ جا ڪرتب ڏسي ماڻهن جون ڏندين آڱريون اچي ويون. |
| ☆ | [illegible] | بي وس [illegible]. | صليبي لڙاين ۾ مسلمانن عيسائين جا ڏند ڪٽا ڪري ڇڏيا. |
| ☆ | ڏوئي ڍڪڻ گيهه ٿيڻ | وڏو فائدو حاصل ٿيڻ | نورل واپار ۾ هٿ وڌو، هاڻ ته ڏوئي ڍڪڻ گيهه ٿي ويو اٿس. |

## ر

| | اصطلاح | معنىٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | رت ٽهڪڻ | ڪاوڙجڻ، جوش اچڻ | غريبن تي ظلم ٿيندو ڏسي رت ٿو ٽهڪي. |
| ☆ | رڻ ٻاري ڏيڻ | تمام گهڻو ستائڻ | سنڌ ۾ ڌاڙيلن رڻ ٻاري ڏنو آهي. |
| ☆ | رت ولوڙڻ | سخت پورهيو ڪرڻ | مزدور رت ولوڙي قوم ۽ ملڪ جي خدمت ڪندو آهي. |

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | رڍن اڳيان رباب وڄائڻ | جاهلن اڳيان عقل جون ڳالهيون ڪرڻ | جاهل جي اڳيان حڪمت جون ڳالهيون ڪرڻ، ائين آهي جيئن رڍن جي اڳيان رباب وڄائڻ. |

# ز

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | زبان ڦيرڻ | وعدي تان ڦري وڃڻ | واعدو ڪري وري ڦري وڃڻ مڙس جو شان نہ آهي. |
| ☆ | زخمن تي لوڻ ٻرڪڻ | ڏکن ۾ واڌارو ڪرڻ | مظلوم کي ستائڻ، زخمن تي لوڻ ٻُرڪڻ برابر آهي. |
| ☆ | زهر جو ڍُڪ پيئڻ | نہ سهڻ جهڙي حالت کي برداشت ڪرڻ | هُن مون سان وڏو ظلم ڪيو، پر مون زهر جو ڍُڪ پِي ڪيس معاف ڪيو. |
| ☆ | زهر هارڻ | غصو ظاهر ڪرڻ. بدشد ڳالهائڻ. | جمال هينئر زهر هاري پوءِ هليو ويو آهي. |
| ☆ | زور جي ميندي نہ لڳڻ | رضامندي کان سواءِ ڪم جو پورو نہ ٿيڻ | شادي آهي مرضي جو اقرار نامو. زور جي ميندي نہ لڳندي آهي. |

# س

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | ساهہ ڏيڻ. | قرباني پيش ڪرڻ. ڦرب ڪرڻ. | ماءُ پنهنجي ٻچي تي ساهہ ڏيندي آهي. |
| ☆ | سازش سٽڻ. | منصوبو ناهڻ. | دشمن وڏي سازش سٽي حملو ڪيو. |

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | سِٽ سِٽڻ. | رٿ يا تجويز تيار ڪرڻ. | داناءُ ماڻهو هميشہ سٽ سٽي پوءِ ڪم ڪنهن ڪم ۾ هٿ وجهندو آهي. |
| ☆ | ساک ڀرڻ. | شاهدي ڏيڻ. | ڪائنات جي هر شي خالق جي وجود جي ساک ڀري رهي آهي. |
| ☆ | سرجو سانگو ڪرڻ. | جان بچائڻ جي ڪوشش ڪرڻ. | فوجين سرجو سانگو لاهي دشمن جو سخت مقابلو ڪيو. |
| ☆ | سر قلم ڪرڻ. | قتل ڪرڻ،مارڻ. | شاهہ بيگ ارغون ٺٽي ۾ ڪيترن جا سر قلم ڪري ڇڏيا. |
| ☆ | سينو ساهڻ. | مقابلو ڪرڻ، سامهون ٿيڻ. | ظالم جي اڳيان سينو ساهڻ وڏي جوان مردي آهي. |
| ☆ | سُڪيءَ ۾ ٻيڙيون هلڻ. | ڏاڍي ڳالهہ آلي وڃڻ. | سانوڻ کي چوري ڪندو ڏٺو ته ويو پوءِ ته سُڪي ۾ ٻيڙي هلي ويو. |
| ☆ | سوڙ آهر پير ڊگهارڻ. | هوند ۽ حيثيت آهر خرچ ڪرڻ. | آهر اجايو خرچ ڪرڻ بيوقوفي آهي. هميشہ سوڙ آهر پير ڊگهارجن. |
| ☆ | ساهہ مٺ ۾ اچڻ. | وڏي مصيبت ۾ ڦاسڻ. | فضا ۾ هوائي جهاز جي مشين خراب ٿيڻ ڪري، ساهہ مٺ ۾ اچي ويو. |

# ش

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | شرم کي اگڙيون ڏيڻ. | بي حيائيءَ جي ڪم کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪرڻ. | علڻ ڪڌو ڪم ڪري هاڻي پيو شرم کي اگڙيون ڏي. |
| ☆ | شينهن ڪلهي چڙهڻ. | نياڻي جي شادي ڪرڻ. | ادا! خير سان نياڻي به وڃي شينهن ڪلهي چڙهي آهي، هاڻي وڃي بار هلڪو ٿيو آهي. |

## ع

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | عملي جامو پهرائڻ. | ڪنهن ڪم کي مڪمل ڪرڻ. | قائد اعظم پاڪستان جي تصور کي عملي جامو پهرايو. |
| ☆ | عرش تي چاڙهڻ. | ڪوڙي تعريف ڪرڻ. | سليم ڪاموري کي عرش تي چاڙهي ڪم ڪڍي ويو. |
| ☆ | عزت کي ٽڪو لائڻ. | بدنامي جهڙو ڪم ڪرڻ. | خاتون غلط ڪم ڪري، پنهنجي عزت کي ٽڪو لاتو آهي. |
| ☆ | عزت وڃڻ. | بي عزتو ڪرڻ. | ميرل پريءَ ڪچهريءَ ۾ وڏيري جي عزت وڃي ڇڏي. |
| ☆ | عقل چرخ ٿيڻ. | حيران ٿيڻ. | سائنس جو ڪمال ڏسي عقل چرخ ٿيو وڃي. |

## ق

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | قلهير ۾ ڦوڪون ڏيڻ. | اجائي، بي فائدي ڪوشش ڪرڻ. | جاتو، سمجهه ڪان ڪم نٿو وٺي، اجايو پيو قلهري ۾ ڦ ڪون ڏي. |
| ☆ | قاتوڙو دهل هڻڻ. | هلڪي طبيعت وارو ماڻهو ڳالهه سانڍي نه سگهڻ وارو. | سانوڻ نه قاتورو دهل آهي، انهي سان ڳالهه نه ڪج! |

## ڪ

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | ڪسرون ڪڍڻ. | بدلو وٺڻ. فائدو حاصل ڪرڻ. | سجڻ کي ملي ويو موقعو سو، اڳيون پويون ڪسرون ڪڍيائين. |

| اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال | |
|---|---|---|---|
| ڪشالا ڪڍڻ. | تڪليفون ۽ ڏک. ڏاکڙا سهڻ. | سليم ڪشالا ڪڍي ڪامياب ٿيو. | ☆ |
| ڪاتيون ڪهاڙا کڻڻ. | وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ. مخالفت ڪرڻ. | ڪمون، جانورن جي پنيان ڪاتيون ڪهاڙا کڻي پيو آهي. | ☆ |
| ڪانگ اڏائڻ. | انتظار ۾ ويهڻ. | پيارا دوست! تنهنجي ملڻ لاءِ ويٺو ڪانگ اُڏايان. | ☆ |
| ڪچي ڦاڙڻ. | بيهج آهر خرچ ڪرڻ. | جيڪو ڪچي ڦاڙيندو سو ڏک نه ڏسندو. | ☆ |
| ڪاري وارا ڪک هڻڻ. | ڪجهه به نه هڻڻ. | ٻڌڻ ۾ آيو ته وڏو جلسو آهي، پر اتي ته ڪاري وارا ڪک هئا. | ☆ |
| ڪنن جو ڪچو هڻڻ. | ٻڌل ڳالهه تي جلدي ويساهه ڪرڻ. | خميسو خان ڪنن جو ڪچو آهي، جنهن ڪري منافق ماڻهو هن کي خراب ڪن ٿا. | ☆ |

# ک

| اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال | |
|---|---|---|---|
| کائي وڃڻ. | هيسائڻ، دٻائڻ "نکي وڃڻ. | نگ دڪاندار کانديري کي ليکي ۾ کائي ويو. | ☆ |
| کڏون کوٽڻ. | نقصان پهچائڻ جون رٿون رٿڻ. | جيڪو ٻين لاءِ کڏون کوٽيندو، سو پاڻ ان ۾ ڪرندو. | ☆ |
| کيرکنډ ٿيڻ. | پاڻ ۾ نهي وڃڻ، هڪ ٿي وڃڻ. | وڏيري متاري ٻنهي وڙهيل ڌرين کي کيرکنڊ ڪري ڇڏيو. | ☆ |
| ککر ۾ کٽو هڻڻ. | جهيڙو وڌائڻ، ڪنهن کي چيڙڻ. | ٻنهون جي اها کني عادت آهي جو هرو ڀرو ککر ۾ کٽو هڻندو آهي. | ☆ |
| کٽي تپائڻ. | زور ڀرڻ. | پٽ ٻڌسن لاءِ پيءُ جي کڙي تپائي ڏني. | ☆ |

# گ

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | ڳجهي ڳجهي وسڻ. | ڪاوڙ ظاهر ڪرڻ. | زال مڙس تي ڳجهي ڳجهي نيٺ وسي. |
| ☆ | ڳوءِ ڪٽڻ. | ڪٽڻ، سرسي حاصل ڪرڻ. | اسڪوائش راند ۾ جان شير سڀني رانديگرن کان ڳوءِ ڪٽي ويو. |
| ☆ | گل ڪڍڻ. | خراب نتيجو ظاهر ٿيڻ. | ٿورن ڏ شريف ڇوڪرو هو، ۾ هاڻي گل ڪڍڻ شروع ڪيا اٿس. |
| ☆ | گهڙي پل جو مهمان هئڻ. | پيرسن يا پڙهو هئڻ. | سانوڻ گهڙي پل جو مهمان آهي پوءِ ٻ چوري نٿو ڇڏي. |
| ☆ | گهات گهڙڻ. | منصوبو سٽڻ، سازش ڪرڻ. | ڀارت پاڪستان جي خلاف گهات گهڙيندو رهندو آهي. |

# ل

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | لڱ ڪانڊارجڻ. | خوف کان ڏڪڻ. | خوفناڪ حادثو ڏسي، منهنجا لڱ ڪانڊارجي ويا. |
| ☆ | ليڪو لنگهڻ. | حد کان وڌي وڃڻ، بي حيائي ڪرڻ. | جانڻ هاڻ سڀ ليڪا لنگهي ويو آهي، سو هاڻي ڇڏي ڏيوس. |
| ☆ | لاڪ لاهڻ. | سيڪت ڏيڻ، جٺ ڪرڻ. | لچاعي ڪرڻ تي، پيءُ پٽ جي چڱي لاڪ لاٿي. |

# م

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | مان لهڻ. | عزت حاصل ڪرڻ. | چڱو ٻار هر هنڌ مان لهندو آهي. |
| ☆ | منڊلي مچائڻ. | 1. محفل جاري رکڻ. | 1. چانڊوڪي رات ۾ خوب منڊلي مچائيسين. |

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | منزلون طئي ڪرڻ. | 2. همٿ سان رهڻ.<br>وڏا مرحلا پورا ڪري ڪاميا ب ٿيڻ. | 2. پيءُ جو فوت ٿيڻ کان پوءِ پٽ ساڳي منزلي مڃايو ويٺا آهن.<br>ڊاڪٽر دائود پوٽو وڏيون منزلون طئي ڪري شمس العلماءُ بڻيو. |

# ن

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | نوش جان ڪرڻ. | ڪاڌو کائڻ. | ناشتو نوش جان ڪري، شڪار تي نڪتاسين. |
| ☆ | تنبُ حرام ڪرڻ. | تنگ ڪرڻ، آرام ڦٽائڻ. | اڄڪلهه ڏاڍيلن ڳوناٺن جي تنبُ حرام ڪري ڇڏي آهي. |
| ☆ | نڪ ۾ دم ڪرڻ. | پريشان ڪرڻ. | بجلي جي اکيوٽ، شهرين جو نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو آهي. |
| ☆ | نڪ کي مرلاهڻ. | لڄارو نہ ڪرڻ، ڳلا يا ميارڪان بچائڻ. | راڄ جي ڏيتي ليتي ڏيڻ آهي، نڪ کي مرلاهڻ. |

# و

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | ويڇا وسارڻ. | معاف ڪرڻ، فرق ختم ڪرڻ. | دين اسلام اسان کي ويڇا وسارڻ جي تعليم ڏي ٿو. |
| ☆ | ويساهه آڻڻ. | يقين ڪرڻ، اعتبار ڪرڻ. | پورو ماڻهو هر ٻڌل ڳالهه تي ويساهه آڻيندو آهي. |
| ☆ | وار ونگو نہ ٿيڻ. | ڪو بہ نقصان نہ پهچڻ. | صفر حادثي ۾ صاف بچي ويو وار، بہ ونگو نہ ٿيس. |
| ☆ | وايون بتال ٿيڻ. | هوش وڃائڻ، حوصلا خطا ٿيڻ. | چورڪي اچي سپاهي پهتا، سو وايون ئي بتال ٿي ويس. |

## ھ

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | هٿ رکڻ. | پنهنجو بنائڻ، مدد ڪرڻ. | امير کي هميشه غريب تي هٿ رکڻ گهرجي. |
| ☆ | هٿ ڪاڙ ٿيڻ. | اجايو خرچ ڪرڻ. | هٿ ڪاڙ ماڻهو جي ٻچاڙي خراب ٿيندي آهي. |
| ☆ | هٿ ڪڍڻ. | مدد ڪرڻ ڇڏي ڏيڻ، تعلق ختم ڪرڻ. | عمر ٻه يوسف مان هٿ ڪڍي ويو هاڻي اڪيلو آهي. |
| ☆ | هٿ ٽنگڻ. | سوال ڪرڻ، مدد لاءِ واجهائڻ. | هميشه ڪفايت سان هلجي، جيئن هٿ ٽنگڻو نه پوي. |
| ☆ | هٿ هڻڻ. | پڇتائڻ، پريشان ٿيڻ. | جيڪو اجايو وقت وڃائيندو، اهو آخر ۾ هٿ هڻندو. |
| ☆ | هٿ مُنجهڻ. | پهچ نه هئڻ. | اڄڪلهه هٿ منجهيل پيو آهي، جنهن ڪري تنهنجي مدد ڪري نٿو سگهان. |
| ☆ | هٿ پير هڻڻ. | ڪوشش ڪرڻ. | هٿ پير هلائي روزي ڪمائيندڙ الله تعاليٰ جو دوست آهي. |
| ☆ | هٿ مهٽڻ. | افسوس ڪرڻ، پڇتائڻ | محنت نه ڪندڙ شاگرد، خراب نتيجي ظاهر ٿيڻ وقت هٿ مهٽيندو آهي. |
| ☆ | هاٿي ۾ هجڻ. | ڪنهن مصيبت ۾ ڦاسڻ | موروڙي جا پاڙ ويچارا هاٿي ۾ هجي ويا. |
| ☆ | هڏ ڪُرڪڻ. | دل ۾ درد پيدا ٿيڻ. | حضور اڪرم ﷺ کي هميشه امت لاءِ هڏڪُر ڪندو هو. |

## ي

| | اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|---|
| ☆ | يارغار هئڻ | گهري دوستي جو هئڻ | محمود ۽ عمر ٻاڻ ۾ ٻئي يار غار آهن. |

# پھاڪا Proverbs

## (سمجھاڻي سميت)

سنڌي ٻوليءَ ۾ بيشمار پھاڪا آھن. جيڪي صدين کان ٻولي ۾ پيا استعمال ٿين. اھي مختلف قصن، ڪھاڻين، زندگيءَ ۽ مذھبي روايتن مان حقيقتون ھٿ ڪري، اسان جي سياڻن سگھڙن ۽ اديبن ويھي ناھيا آھن. پھاڪا ٻولي کي سونھن بخشين ٿا. انھن مان اسان جي تھذيب ۽ تمدن جي خبر پوي ٿي. پھاڪا ٻولي جي شاھوڪار ھئڻ جو دليل آھن. موقعي ۽ محل سان مضمون ۾ استعمال ڪرڻ ڪري تحرير ۾ جان پيدا ٿئي ٿي.

پھاڪي جي لفظي معنيٰ بابت سنڌيءَ جو مشھور عالم ڊاڪٽر مرليڌر جيتلي لکي ٿو ته "سنڌي ۾ ھڪ مصدر آھي "ڀھڻ" ان جون مکيه معنائون آھن. خيال ڪرڻ، فيصلو ڪرڻ، صلاح ونڻ يا ڏيڻ، ملڻ، سوچڻ ۽ نبرڻ" "ڀھ" ڌاتوءَ ۾ "آڪو" پڇاڙي گڏڻ سان لفظ ٺھيو آھي. "پھاڪو" ان ريت فعل ڌاتوءَ ۾ "آڪو يا ڪو" پڇاڙي گڏڻ سان سنڌي ۾ پيا به اسم ناھيا آھن.

جيئن ته:

ميڙ (ميڙڻ) - ميڙاڪو

چٽ (چٽڻ) - چٽاڪو، چبڻ مان چبڪو.

لڇڻ - لڇڪو، چلڻ - چلڪو.

انھي ڪري "پھاڪو" لفظ جي معنيٰ آھي "اھو نڪتو يا گفتو، جنھن ۾ ڪو اونھو خيال يا ويچار سمايل ھجي.

ڪجھ پھاڪا ھيٺ ڏجن ٿا.

# (الف)

1. آئي تاندي ڪاڻ، ٿي ويلي بورچياڻي.

هن پهاڪي جو مطلب آهي ته ڪو ماڻهو ڪنهن جي گهر ۾ ٿوري دير لاءِ اچي پناهه وٺي، پوءِ گهر جو مالڪ بڻجي ويهي رهي.

2. انڌو اُهائي جا ڪوريءَ جي من ۾.

ظاهري طور هن پهاڪو ڪوري لاءِ چيل آهي، جيئن وڻيس، تيئن ڪپڙو اُڻي چاهي ڳهاٽو اُڻي يا ڇدو. پر حقيقت ۾ مطلب اِهو آهي ته سڀ ڪجهه ڌڻي تعاليٰ جي وس ۾ آهي، هو قدرت وارو آهي، حڪمت وارو ۽ بي نياز آهي، جيئن ڪيس منظور هوندو، ائين ڪندو.

3. اهو ڪي ڪجي، جو مينهن وسندي ڪم اچي.

مطلب تي ڏکئي وقت لاءِ ڪجهه بچائي رکجي، جيئن آئي ويل ڪم اچي.

4. اڏ ڪي چڙي جو سڄي ڏانهن ڊوڙي، تنهنجو اڏ به وڃي.

هن پهاڪي جو مطلب آهي ته جيڪو وڏيڪ لالچ ڪندو، سو نقصان ۾ ويندو.

5. اهڙو سون ئي گهوريو، جيڪو ڪن ڇني.

هن پهاڪي جو مطلب آهي ته جيڪو ڪم ظاهر ۾ فائدو وارو هجي، پر حقيقت ۾ اهو نقصان وارو هوندو آهي، انهي ڪري اهڙو ڪم ئي نه ڪجي.

6. اها زبان اس ۾ ويهاري، اُها زبان ڇانوَ ۾ ويهاري.

زبان جو استعمال صحيح ڪرڻ سان انسان هر هنڌ عزت ۽ مان پائيندو پر جيڪڏهن غلط استعمال ڪندو ته هرڪو ان کان نفرت ڪندو، ڪٿي به عزت حاصل نه ٿيندس.

7. اگر جاڻن، لهر جاڻي.

جيئن ته اگر لوهار جي هٿ ۾ آهن. ساڙڻ يا بچائڻ سندس هٿ ۾ آهي هن پهاڪي جو مطلب آهي ته. انسان کي کپي ته سڀ ڪم ڌڻيءَ جي حوالي ڪري يعني توڪل اختيار ڪري.

8. اکري ۾ مٿو وجهڻ، سي مُهريءَ کان نه ڊڄن.

مطلب ته جيڪي ماڻهو جوکائتي ڪم ۾ هٿ وجهن ٿا. اهي همت وارا ماڻهو نتيجي ۾ ايندڙ تڪليفن کان نه ڊڄندا آهن. جيئن اکري ۾ پيل جانور مُهري جي ڌڪن سان صاف ٿيندا آهن. اهڙي طرح انهن ماڻهن ۾ وڌيڪ همت ۽ پختگي پيدا ٿيندي آهي.

9. آئي سڱن ڪاڻ، ويئي ڪَنَ ڪپائي.

ڪو اچي فائدي لاءِ پر اٽلو نقصان پرائي.

10. آزمائي کي آزمائڻ، ڏوڙ منهن ۾ پائڻ.

جنهن ماڻهو کي ڪو ڪم يا جوابداري سونپي وڃي، اهو انهي کي پورو ڪري نه سگهي، ته اهڙي ماڻهو کي ٻيهر اهڙي جوابداري سونپڻ بيوقوفي آهي.

11. آه غريبان قهر خدائي، دُعا درويشان رحمت الاهي.

مطلب ته غريب جي آه ٿي ظالم جي بربادي لاءِ ڪافي آهي، نيڪن جي دُعا الله تعالي جي رحمت جو دروازو کولي ٿي.

12. اٺ اٺئي نه، چٺي سيٺ پاڙو ڏي.

ڊبل فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ لالچ ڪرڻ.

13. اُچي پڳ ۾ پس، اندر مڙيئي اگڙيون.

جنهن ماڻهو جو ٻاهريون ڏيک ٺٺ ناڻگر وارو هوندو آهي، پر گهر ۾ سُڃ لڳي پيئي هوندي اٿس، يعني گهر ۾ ڪجهه به نه هوندو اٿس، اهڙي ماڻهو لاءِ هي پهاڪو چئبو آهي.

14. اک نهي ڪان، چٺي کهڙ خان چنڊ ڏنو.

علم نہ هئڻ جي باوجود، وڏي ڄاڻ جي دعويٰ ڪرڻ.

15. اڻ گهريو ماءُ بہ، پٽ کي ببو نہ ڏي.

هن پهاڪي جو مطلب آهي تہ ڪوشش سان ڪاميابي حاصل ٿيندي آهي. خالي مان ڪري ويهڻ سان ڪجهہ بہ هٿ حاصل نہ ٿيندو.

16. انڌيءَ پيٺو، ڪُتيءَ چَٽيو.

هن جو مطلب آهي تہ ڪمزور انسان، ڪوڪر مشڪل سان پورو ڪيو، پر بي احتياطي ۽ بي خيالي ڪري، اها محنت بيڪار بنجي وڃي.

17. انڌا رکن روزا، تڏهن ڏينهن بہ وڏا ٿين.

مطلب تہ سُست ۽ آرام پسند ماڻهو، جيڪڏهن ڪنهن ڪم ۾ هٿ وجهندو تہ اهو ڪم سولو هوندي بہ هن کي ڏکيو لڳندو.

18. اويرو مهمان پٽائي پاڻ.

جيڪڏهن ڪو مهمان اويرو ايندو آهي، تہ ان جي ماني ٽڪي جي خدمت، ميزبان لاءِ ڏاڍي ڏکي ٿي پوندي آهي، ظاهري طرح ڪجهہ بہ چئي نہ سگهندو، پر دل ۾ ڪيس برو پلو چوندو. اهڙي موقعي تي هي پهاڪو استعمال ڪبو آهي.

19. اکين لونگ لڳا، جا فرو يا وسري.

لونگ ۽ جافر مصالحي جا قسم آهن. جن مان لونگ جافر کان وڌيڪ سنا آهن. ڪو ماڻهو جهونا دوست وساري، نوان دوست ڪري تہ هن کي مهڻو ڏيندي ائين چئبو آهي.

20. اگهہ ۽ ڳڀ جي سُڌ الله کي.

ڳڀ يعني پيٽ وارو بار ڏيءُ آهي يا پُٽ. اهڙي طرح سڀاڻي ڪهڙو اگهہ بيهندو مهانگو يا سهانگو. انهن ٻنهي حالتن جي خبر صرف الله کي هوندي آهي.

## (ب)

21. ٻانديءَ جي مَنَ ۾ هڪڙي، صاحب جي مَنَ ۾ ٻي.

انسان پنهنجي دل ۾ گهڻيئي سٽون سٽيندو آهي، ته هيئن ڪندس يا هيءُ ڪندس، پر ٿيندو اهو ئي، جيڪو الله تعاليٰ چاهيندو.

22. بک ٻجهڙو ٽول، داناءُ ديوانا ڪري.

جيئن بيماريءَ جي حالت ۾ حواس ڪم ڪري نه سگهندا آهن، اهڙي طرح بک جي حالت ۾ به عقل سات ڇڏيو ڏي، بک اهڙي ٻجهڙي حالت آهي، جو مجبوراً انسان کي ذليل ٿيڻو ٿو پوي.

23. ٻجهڙو ڪتو ڏٿي پٽائي.

ڏٿي پُٽائي يعني ڏٿيءَ کي گاريون ڏياري، خراب ڪتو ڪنهن کي ڏاڙهيندو ته گاريون ڪتي جي مالڪ کي ملنديون. اهڙيءَ طرح ڪو شخص ڪنهن سان خراب هلت هلندو ته پنهنجن مائٽن کي گلا ڏياريندو.

## (پ)

24. ٻڪريءَ کي ساس جي، ڪاسائي کي ماس جي.

جيئن ته ڪاسائي ٻڪريءَ کي ذبح ڪهندو آهي. تيئن هوءَ رڙيون ڪندي آهي، پر ڪاسائي تي انهن رڙين جو ڪوبه اثر ڪونه پوندو آهي. ڇاڪاڻ ته هن کي پنهنجي مقصد يعني گوشت حاصل ڪرڻو هوندو آهي. اهڙي طرح ظالم کي مظلوم جي دانهن ڪوڪن جو ڪوبه اثر نه ٿيندو آهي هو پنهنجو مطلب حاصل ڪرڻ لاءِ مظلوم تي ظلم ڪندو رهندو آهي.

25. ٻليءَ کي خواب ۾ به ڇيڇڙا.

جيئن ته ڇيڇڙا خراب ڪاڏر ٻلي جي پسند واري غذا آهي. هر وقت انهي کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رڌل رهندي آهي. اهڙي طرح برائي ڪندڙ ماڻهو هميشه برائي لاءِ سوچيندو رهندو آهي. بلڪ خواب ۾ به ان کي لڇائي نظر ايندي رهندي آهي.

26. ٻہ گدرا هڪ مُٺ ۾ نہ ماپن.

جيئن هڪ ئي وقت ۾ ٻہ گدرا مٺ ۾ اچڻ ناممڪن آهي. اهڙي طرح هڪ ئي وقت ۾ ٻہ يا ٻن ڪان وڌيڪ ڪمَ ڪري نٿا سگهجن يا هڪ ئي وقت ۾ ڊبل فائدو حاصل ڪري نٿو سگهجي.

27. ٻہ پائر نيون ليڪو.

مطلب تہ وهنوار هميشہ صحيح ڏجي ۽ وٺجي. پوءِ پلي ڪٽي سگهو پاڻ هجي انهي ڪري وهنوارکي ٽئين پاءُ جيتري اهميت ڏني ويئي آهي.

28. ٻہ تہ ٻارهن.

هن جو مطلب آهي ايڪو ۽ اتحاد قائم ڪرڻ. ٻن ڄڻن جي گڏيل طاقت ٻارهن ڄڻن جي گڏيل طاقت جيتري ٿي پوندي آهي.

29. ٻري تيل، ڪامي وٽ، واه ڙي ڏيا واهہ!

جڏهن ڏيو ٻرندو آهي تہ تيل ٻرندو ۽ وٽ ڪامندي آهي پر جشبو ائين تہ "پيلي! ڏيو واهہ جو ٿو ٻري" مطلب تہ سور سختيون سهن هڪڙا ۽ نالو ناموس ٿئي ٻين جي.

30. ٻڏي ٻيڙيءَ جون هريڙون بہ پليون.

ويل شيءِ مان ٿورو ڪجهہ ملي تہ اهو بہ چڱو.

31. ٻن ٻيڙين ۾ جيڪو چڙهي، تنهنجون ٽنگون ڦاٽن.

هڪ ئي وقت ۾ ٻہ ڪم ٿي نہ سگهندا آهن. جيڪڏهن ائين ڪبو تہ ان مان فائدي جي بدران الٽو نقصان ٿيندو.

(پ)

32. پلي بک پرم جي شال مَ وڃي شان.

هن پهاڪي جو مطلب آهي تہ پنهنجي عزت ۽ آبرو قائم رکڻ لاءِ بک برداشت ڪجي پر ڪنهن جي اڳيان هٿ نہ ٽنگجي.

33. ڀڳو گهوڙو ڏون ڏون ڪري.

جيئن ڀڳل گهوڙي جو عيب وڃائڻ سان ئي معلوم ٿيندو آهي تيئن اڻ ڄاڻ هلڪي طبيعت وارو ماڻهو ڳالهائڻ وقت اجائي بڪ بڪ ڪندو آهي. جنهن مان ئي سندس اوڻائي معلوم ٿيندي آهي.

34. ڀلن ڀليان ٿلهيون، ٿلهين ڀليان ڀليون.

هن پهاڪي جو مطلب آهي ته ڪڏهن نيڪ ڀلن ماڻهن جو اولاد به خراب نڪرندو آهي. ڪڏهن وري گهٽ درجي وارن انسانن جو اولاد نيڪ عالم ئي پوندو آهي.

35. ڀري ڀيڙيءَ ۾ واڻيو ڳرو.

هن پهاڪي جو مطلب آهي نزلو هميشه غريب ماڻهوءَ تي ڪرندو آهي. زور وارو مالدار ماڻهو هميشه پاڻ کي نقصان کان بچائي غريب کي قربانيءَ جو ٻڪرو بنائيندو آهي.

36. ڀُلي ڀُلي پاڻ آئي، سا به نه ڀُلي.

جيڪڏهن ڪو سنئين واٽ ڇڏي وڃي اوجهڙ ۾ پيو، وري پاڻ سنڀالي سنئين راهه تي آيو، سوچڻ ته ڀُليو ئي ڪونه هو.

37. ڀاڳين جا ڀاڻ، خالي ڪونه ٿيندا آهن.

ڀاڳ وارن جو مال ۽ دولت کٽندي نه آهي. ٻيو مطلب ته نيڪ شريف خاندانن ۾ ڪونه ڪو نيڪ هوندو ئي آهي.

38. ڀاڙين هٿان ڀت ڪانگن ڪيرائي وڌي.

جيڪي ماڻهو ڏڃا گيدي ٿين ٿا. اهي بنهه ڪمزور نيچ ماڻهن جي هٿان نقصان کائي ويهندا آهن.

## (ت)

39. تڪڙي ڪُتي انڌا ڄڻ ڄڻي.

ڪنهن به ڪم ۾ تڪڙ ڪرڻ سان هميشه نقصان پهچندو آهي.

40. تر جي ڳُٽي سوءَ چوٽون کائي.

ٿوري لاپرواهي يا اڻ ڄاڻائي ڪري، انسان گهڻي تڪليف ۾ ڦاسيو وڃي، تنهن

ڪري جيڪو ٻه ڪم ڪجي، سو سوچي سمجهي خيال ۽ ڌيان سان ڪجي.

41. ٽوڙي وڃي روم، ته ٻه ڊوڊو ۽ ٽوم.

روزگار جي تلاش ۾ ڪٿي ٻه ڪٿي وڃبو، ته ٻه روزي اها ئي ملندي جيڪا نصيب ۾ لکيل هوندي، وڌيڪ نه ملندي.

42. ترن جو تيل ترن مان ئي نڪرندو آهي.

ڪسرهٽي هنڌان نه، ٻر وري ٻه ساڳي فائدي ملڻ واري هنڌان حاصل ڪبي.

## (ٿ)

43. ٿوري ڪٽٿي، گهڻي برڪت.

ڪفايت ڪندڙ ماڻهو ٿوري ڪمائي هوندي ٻه خوش گذاريندو آهي. واپار ۾ ايمانداري سان ٿورو نفعو وٺڻ ۾ گهڻي برڪت ٿيندي آهي.

44. ٿڌو گهڙو پاڻ ڪي، پاڻ چانو ۾ رکائي.

جنهن گهڙي ۾ پاڻي جلدي ٺري، تنهن کي سيڪو پاڻ ئي چانو ۾ رکندو. اهڙي طرح ايماندار، هڏ ڏوکي وفادار ماڻهو هر هنڌ مان پائيندو آهي.

45. ٿورو ڏسي ارهو نه ٿجي، گهڻو ڏسي سرهو نه ٿجي.

مطلب ته خوشحالي ۽ غربت واريون حالتون سڀ ڏٺي تعاليٰ جي پاران آهن. تنهن ڪري خوشحالي ۾ الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪجي ۽ غربت واري حالت ۾ رب جي رضا تي راضي رهي، صبر ۽ شڪر واري زندگي گذارجي.

46. ٿورا ڪٺا ٿالهي م گهڻا.

ٿوري سٺي شيء، گهڻي خراب شيء کان بهتر آهي.

47. ٿڌو لوهه ڪُٽڻ مان، نڪي وري نڪي سَري.

موقعو هٿان وڃائڻ کان پوء ڪجهه ٻه هڙ حاصل نه ٿيندو.

## (ٽ)

48. ٽٽوءَ کي ٽارو تازيءَ کي اِشارو.

ٽٽو يعني ڍلو گهوڙو، ٽارو يعني لڪڻ. جيئن ته جيترو ھڏ ٽٽو لڪڻ سان هلندو، اوترو ڀلو گهوڙو اشاري سان هلندو. اهڙي طرح سياڻو ماڻهو جيترو ڪم اشاري سان ڪندو، اهو ڪم بيوقوف ماڻهو ڦٽ لعنت سان به مس ڪندو.

49. ٽيڏو ڏسي ٽي، ٽنهن ۾ ڏوهه ٽيڏي جو.

سٺي ڳالهه مان به برائي پيدا ڪرڻ، اها بُري عادت ٿيندي آهي.

50. ٽيڏو پسي ٽي، هوت آهي هڪڙو.

هر مقصد تائين پهچڻ لاءِ وات سڌي مقرر ٿيل آهي، پر جيڪڏهن ڪو مُنجهي ٻيون واٽون يا وسيلا اختيار ڪري ٿو ته، اهو سندس بي سمجهي جو ڏوهه آهي. ڪائنات کي خلقيندڙ الله تعاليٰ جي واحد هستي آهي، پر جيڪڏهن ڪو شڪ ڪري ٿو ته اهو سندس بي شعوري جو دليل آهي.

51. ٽڪو ڏنو، ٻرو ڇنو.

پئسن خرچ ڪرڻ سان ڪم سولو ٿئي ٿو ته، هرو ڀرو ٻين وسيلن ڏانهن نهاري تڪليف ۾ نه پئجي.

## (ٺ)

52. ٺلهو ڇڙو، وجي گهڻو.

ڇڙو يا ڇٽو پورو هوندو آهي، جنهن ڪري گهڻو وجي ٿو، پر جيڪڏهن نهرو هجي ته نه وجي ها. اهڙي طرح هلڪي طبيعت جو ماڻهو بڪ بڪ گهڻي ڪندو آهي، پر داناءُ ماڻهو بردبار ۽ ڌيرج وارو هوندو آهي.

53. ٺوڙهن کي ٺڪونتا ڇا ڪندا.

بي غرض ماڻهن کي ڇاڇي ڪاڻ ڪيڏي پوندي؟

54. نڪر ونجي تہ بہ نوڪي ونجي.

ٿوري قيمت واري شيءِ بہ جاچي ڏسي وائسي ونجي.

## (پ)

55. پاڻ نہ ٻلي، ڏوجهان متيان ڏيوي.

هي پهاڪو اهڙي ماڻهو لاءِ آيل آهي، جيڪو ٻين کي برائي کان بچڻ جي تہ نصيحت ڪري، پر پاڻ کي برائي کان نہ ٿو بچائي.

56. پاڻ نہ پاري ڪُتا ڏاري.

اهڙو ماڻهو، جيڪو پاڻ ٿوري هوند وارو هجي، پر ڪر هٽ ڦاڙ وارا ڪري، يعني قناعت ڇڏي فضول خرچ ڪري.

57. پاڻي کان اڳ ڪپڙا نہ لاهجن.

مطلب هي آهي تہ اڳڪٿي ڪيل ڳالهہ لاءِ فڪر ڪرڻ يا پريشان ٿيڻ سيائپ نہ آهي.

58. پنهنجي ڪُٺي جو نہ ڪو ويچ، نڪو طبيب.

هن پهاڪي جو مطلب آهي تہ جيڪو ماڻهو پنهنجو نقصان پاڻ ڪندو ان جو ٻيو ڪوبہ تدارڪ ڪري نٿو سگهي.

59. پرائي دهلين احمق نچي.

هن پهاڪي جو مطلب تہ جيڪو ماڻهو، پنهنجو ڪم ڇڏي، بيوقوفي ڪري ٻين جي ڪمن پر ٽپي پوي، سو بيوقوف آهي.

60. پنهنجي ڏر تي گدڙ بہ شينهن.

هن پهاڪي جو مطلب آهي تہ. هيڻو ڪمزور ماڻهو بہ پنهنجي گهر ۾ بهادر هوندو آهي.

61. پيٽ پر ٻڌي لڏ.

وهڻ کي پيٽ ڀري کارائبو تہ هو زياده بار کڻي سگهندو. اهڙيءَ طرح مزور کي مناسب مزوري ڏبي تہ هو وڌيڪ ڪم ڪندو.

62. پاڻي مٿي جهوپڙا موڙک اڄ مرن.

يعني درياءُ جي ڪپ تي ويٺا آهن، تنهن هوندي بہ اُڄ پيا مرن. اهو ٻهاڪو سُست ۽ نڪمي ماڻهن لاءِ استعمال ٿيندو آهي. جن کي سڀ وسيلا هوندي بہ هو محنت نہ ڪن ۽ هٿ هٿ تي رکي ويهي رهن.

63. پنهنجي ڏاڙهي ٻئي جي هٿ ۾ ڏيڻ.

پنهنجي عزت ٻئي جي هٿ ۾ ڏيڻ يا پنهنجي عزت پاڻ ٻئي جي هٿان وڃائڻ.

64. پرائي ماڙي ڏسي پنهنجو ڀنگو نہ ڍاهجي.

پنهنجي مالي ۽ خانداني حالت موجب زندگي گذارجي. ٻين جي اوچي زندگي ڏسي نہ هرکجي.

65. پرڻ چوي ڏونگي کي، هل ڙي؟ تہ تُنگا.

پرڻ کي گهڻا تنگ ٿين. ڏونگو جنهن کي تي تنگ ٿيندا آهن. مطلب تہ گهڻن عيبن وارو ٿورن عيبن وارن کي مهڻو ڏي. انسان پنهنجيو غلطيون نہ ڏسي، ٻين تي وتي نڪتہ چيني ڪندو.

66. پڙهيا ناهيون تہ بہ چاجي گهڻن جا ٿيا آهيون، "مُٺا نہ آهيون تہ بہ ڪانڌي گهڻن جا ٿيا آهيون.

جيڪڏهن دنيا جا گهڻا ڏک ڏاکڙا سر تي نہ سَٺا آهن. تنهن هوندي بہ تجربا گهڻا ڪيل آهن.

67. پرائي پلاءُ کان پنهجي پيچ بہ چڱي.

پنهنجي سادي کاڌي مان جيڪا لذت محسوس ٿيندي آهي. سا پرائي عمدي کاڌي مان حاصل نہ ٿيندي آهي.

# (ج)

68. جيڪي ڪُني ۾ هوندو، سو پاٽ ۾ پوندو.

ڪُنيءَ ۾ جيڪڏهن ڀلاهه هوندو ته ڀلاهه، جيڪڏهن رب هوندي ته رب ئي ڏوئي سان پاٽ ۾ ايندي، يعني جهڙوڪ ڪم ڪبو ان جو ڦل اهڙو ئي ملندو جيئن ته جو ٻوڪي ڪڻڪ ڪين لڻبي.

69. جيري لاءِ ٻڪري نه ڪجهي.

جيڪڏهن ڪنهن کي ٻڪري جي جيري جي ضرورت پوي ٿي، ته هو ان لاءِ سڄي ٻڪري ڪُهي ٿو. انهي ٿوري مقصد لاءِ سڄي ٻڪري ڪهڻ ناداني آهي يعني ٿوري مطلب لاءِ گهڻو زيان ڪرڻ ناداني آهي.

70. جتي پڇڻ ناهي جاءِ، اُتي پڇڻ ڪم ورڻ جو.

جنهن سان پڇي نه سگهجي ته اهڙي حالت ۾ پاڻ ڏاڍي ڪان پڇي جان ڇڏائڻ ڏاهپ جو ڪم آهي.

71. جتي وڻ نه آهي، اُتي ڪانڊيرو به درخت.

يعني جتي وڻ نه آهي، اُتي ڪانڊيري جهڙو ننڍڙو ٻوٽو به درخت ليکبو آهي، اهڙي طرح جتي اهليت وارو شخص نه هوندو آهي ته اُتي گهٽ اهليت واري ماڻهو کي به اهليت وارو ڪري شمار ڪبو آهي.

72. جوَن جو واهي گڏهه.

جو گڏهه جي خوراڪ آهي، سو جيڪڏهن گڏهه کي جوَن جو رکوالو ڪري رکبو ته اهو جوَ کائڻ کان سواءِ رهي نه سگهندو. اهڙي طرح خيانت ڪندڙ ماڻهو کي ڪا امانت حوالي ڪبي ته اهو ضرور ان ۾ خيانت ڪندو.

73. جيڏا اُٺ تيڏا لوڏا.

هن پهاڪي جو مطلب آهي ته هرهڪ انسان کي پنهنجي حيثيت آهر ذميداريون ۽ پريشانيون هونديون آهن. غريب جي مقابلي ۾ امير وڌيڪ پريشان هوندو آهي. ڇاڪاڻ ته ان جي آڏو وڏا معاملا ۽ مسئلا هوندا آهن. غريب کي رڳو پيٽ جي ڇنتا هوندي آهي.

74. جنهن جي گهر ۾ داڻا، تنهنجا چريا به سياڻا.

مطلب ته دولتمند ماڻهو جهڙو تهڙو معتبر سمجهيو ويندو آهي انهي جا چريا ڪريا ماڻهو به سياڻا سمجهيا ويندا آهن.

75. جتي لوهي هجن، اُتي ٺوڳي بک نه مرن.

لوڀ يا لالچ ڪري عقل هٿان ڇڏايو وڃي، جڏهن عقل ڪم نه ٿو ڪري ته پوءِ اهڙي حالت ۾ ٺڳ سولائي سان لوڀيءَ کي ڦريو وڃن.

76. جتي اُٺ ترندو اُتي ٻچ به ترندو.

مطلب ته جتي گهڻو خرچ ٿئي ٿو اتي معمولي خرچ به ان سان گڏ آسانيءَ سان ٿي ويندو.

77. جيڪي لڳي سو ڪاٺي اک ۾.

جيڪا به مصيبت يا پريشاني اچي ته اها نياڳي جي مٿان پوي.

(ج)

78. جب جي ترڪڻ کان پير جو ترڪڻ چڱو آهي.

جب جو ترڪڻ معنيٰ واعدو پورو نه ڪيو وڃي. انهي ڪري ٻين سڀني ڳالهين کان واعدي خلافي بڇڙي ڳالهه آهي.

79. جٽ جي چمار اڍائي ڪتا.

هن پهاڪي ۾ جاهل لاءِ نفرت جو اظهار ٿيل آهي. هن جي زندگي اڍائي ڪتا آهي جن مان ٻه پائي پراڻا ڪيا اٿس. ٽئين جو اڌ استعمال ڪيائين ته سندس زندگي جو خاتمو ٿيو. اٿين جهالت ۾ بنا مقصد جي حياتي گذاري مري ويو. بنا علم جي انسان نه خدا کي سڃاڻي سگهي ٿو. نه وري ڪيس زندگي جي مقصد جي خبر پوي ٿي. بنا علم جي انسان حيوان مثل آهي. بلڪ حيوان کان به بدتر.

80. جڄ ۾ جاٽن نه سڃاڻن، ڇٽي مان به گهوٽ جي پڳي.

ڪم ۾ ڪو واسطو نه هجي، پر هرو ڀرو پاڻ کي واسطيدار سمجهن.

81. جھڙي نيت تھڙي مراد:

سڀني عملن جو دارو مدار نيت تي آھي. جيڪڏھن نيت نيڪ ھوندي تہ مراد بہ نيڪ حاصل ٿيندي. جيڪڏھن نيت صحيح نہ ھوندي تہ ان جو بدلو بہ خراب ملندو.

82. جھڙا روح تھڙا ختما.

مطلب تہ جھڙي اھليت يا لياقت وارو ماڻھو ھوندو، انھي موجب انھي کي فائدو حاصل ٿيندو. جھڙو ارادو ھوندو اھڙو ئي مطلب پورو ٿيندو.

83. جھڙا ڪانوَ تھڙا ٻچا.

ڪانو ھڪ ڪارو ڪوجھو پکي آھي. ھو پکين ۾ تمام سياڻو پکي آھي. تنھن ڪري ان جا ٻچا بہ سياڻا ٿيندا آھن. اھڙي طرح سياڻي ماڻھو جو اولاد بہ اڪثر ڪري سياڻو ٿيندو آھي ۽ اياڻي جو اولاد بہ اڪثر اياڻو ھوندو آھي.

84. جھڙي چالي تھڙي ٻني، جھڙو گھوٽ تھڙي وَني.

جھڙي قسم جو مرض ھوندو آھي، علاج بہ انھي مطابق ٿيندو آھي. اھڙي طرح جھڙي لياقت جو گھوٽ ھوندو ڪنوار بہ انھي جھڙي ھوندي مطلب تہ جھڙي قسم جو ماڻھو ھوندو آھي. انھي سان سُلوڪ بہ انھي مطابق ڪيو ويندو آھي.

85. جھڙو منھن تھڙو موچڙو.

جيڪو جھڙي قسم جي برائي ڪندو تہ ڪيس ان جي سزا بہ اھڙي ئي ملندي.

86. جھڙا ڳڻ تھڙا آٽر.

جنھن شخص جي جھڙي اھليت ۽ افعال ھوندا، سماج ۾ ڪيس اھڙو ئي درجو حاصل ٿيندو.

87. جھونا ٿيا جھان سَٺَ نہ جھلين سڙھ جي.

جڏھن انسان ٻوڙھو ٿيندو آھي، تڏھن معمولي تڪليف بہ برداشت ڪري نہ سگھندو آھي.

# (چ)

88. چري پونڊي ۾ خوش.

بيوقوف ماڻھو جٽ ڦٽ ۾ ئي خوشي محسوس ڪندو آھي.

89. چري جو جوڙو ڪڏھن ٻانھن ۾ ڪڏھن تنگ ۾.

عورتون جوڙو ھميشه ٻانھن ۾ پائينديون آھن. پر چري جوڙو ڪڏھن ٻانھن ۾ ڪڏھن تنگ ۾ پائيندي آھي. اھڙي طرح جنھن ماڻھوءَ جو ھوش ۽ حواس سالم نہ ھوندا آھن تہ اھو ڪڏھن ڪھڙي حال ۾ ڪڏھن ڪھڙي حال ۾ رھندو آھي.

90. چرين ڪھڙا چت، مُئن ڪھڙا مامرا.

چت معنيٰ دل ۾ مطلب اٿس چنتا يا فڪر. جيئن مئل ماڻھو دنيا جي ڳڻتي فڪر کان آزاد آھي، تيئن پنھنجي حال ۾ مست چريو ماڻھو بہ دنيا جي ڪرت ڪاروبار کان ڇٽل رھندو آھي.

91. چمڙي جي گھرو يا مھمان، جي اسين پيا لٽڪون، اوھان نہ لٽڪو.

برو ھميشه بري صلاح ڏيندو آھي.

92. چور جي ڏاڙھي ۾ ڪک.

غلط ڪر ڪڏھن بہ لڪي نہ سگھندو، جلدي پڌرو ٿي پوندو.

93. چريا ڳڏيا چرين سان. ادا عيد مبارڪ!

جنس، جنس کي ڳولي لھندي آھي. چرين کي دوستي بہ چرين جي وڻندي آھي.

94. چنڊي مڱڻھار کي گھور مھل لڳي حاجت.

: نڀاڳي ماڻھو کي نصيب ڪلهہ وقت بہ ڪانہ ڪا اَڙ آڏو ايندي ٿي ايندي آھي.

95. چڱائي ڪر جت سان تہ ڦيري ھٽي پٽ سان.

بيوقوف ماڻھو سان ڪيتري بہ چڱائي ڪجي، پر ھو ان کي بڇڙائي سمجھي سامھون ٿيندو.

# (چ)

95. چتي ڪتي جي دوا پتر.

هن پهاڪي جو مطلب آهي ته ڏنگو ماڻهو سوا، سزا جي نه سمجهندو جيئن اردو ۾ پهاڪو آهي ته: " لاتون ڪي ڀوت باتون سي نهين مانتي"

96. چوڪري جائي ناهي، اڳئي نانيءَ مهانديءَ.

مراد حاصل ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي اميدون رکڻ بيوقوفي آهي.

97. چا ڪوري چا ترارون؟

مطلب ته بزدل ڊڄڻو ماڻهو، هشيار هلائڻ يا پنهنجي جان جوکي ۾ وجهڻ جي سگهه نه رکندو آهي.

98. چا گدڙ چا گلقند؟

نالائق ماڻهو کي نوازڻ ائين آهي جيئن گڏهن کي گلقند کارائڻ. مطلب ته نا اهل ماڻهو کي نوازڻ بيڪار آهي.

99. چوڙو چوڙي ڪنهن نه اوڙو.

ائين هڪ ٻئي کان جدا ٿيڻ، جيئن وري ڪڏهن به ملڻ نه ٿئي.

# (ح)

100. حلوائي جو حلوو مٺو، حلوائي سان وير.

جن ماڻهن جي سڀاءَ ۾ ڏنگ هوندو آهي، اهي نيڪ ماڻهو جي چڱائين کي ڏسندي به انهي سان وير رکندا آهن.

101. حمايتڻ گڏهه، عراقيءَ کي لتون هڻي.

"عراقي"، گهوڙن جي هڪ سٺي قسم جو نالو آهي. پهاڪي جو مطلب آهي ته، جو ڪميڻي ماڻهو کي حمايت ملي ويئي، ته شريف ماڻهو سان اٽڪندي دير ئي نه ڪندو.

102. حلوائي جو دڪان ۽ ڏاڏا مرحوم جي فاتح.

بي رحمي سان لٽائڻ. يا پرائي هٿ آيل دولت کي پنهنجو سمجهي خرچ ڪرڻ.

103. حرام ۾ بهانو برڪت.

ناجائز طريقي سان ڪمائڻ مان ڪوبه فائدو ڪونهي.

## (خ)

104. خون ڪٿوري ڳجها نه رهن.

ڪٿوري کي ڪٿي ڪيترو به لڪائجي ته به سندس خوشبو نه لڪي سگهندي. اهڙيءَ طرح خون کي به لڪائي نٿو سگهجي.

105. خان جي خاني مانيءَ مان پڌري.

مهل اچڻ تي وڏ ماڻهپي ظاهر ٿيو پوي.

106. خوش رهه ڏومڻي، تنهنجو ڏوم سلامت آيو.

حيثيت کان وڌيڪ ڪم ۾ حصو وٺڻ. شرمسار ٿيڻو پوند و آهي. يا بزدل جاڪوڙ ۾ شامل ٿي پاڻ تان ماڻهو ڪلائيندو.

107. خير ۾ خدا به راضي آهي.

نيڪ ڪمن ۾ خدا راضي رهندو آهي.

## (د)

108. دل ڪوڙي ته عذر گهڻا.

جنهن جي دل ۾ کوٽ هوندي، اهوڪم نه ڪرڻ جا گهڻا بهانا ڪندو آهي.

109. دائي کان ڪو پيٽ ڳجهو آهي.

رازدارن کان حقيقت لڪل نه هوندي آهي يا حال محرم کي سموري حالت معلوم هوندي آهي.

110. درياءَ جي پر تي چوکر کڏي، اچ نہ ٻڏي نہ سُهان ٻڏي.

جوکائتي ڪمن ۾ هٿ وجهڻ سان سلامتي جي اميد رکڻ اجائي آهي.

111. دال روٽي ڪڏهن نہ کوٽي.

سانڍي صرفي يعني ڪفايت سان هلڻ وارو ڪڏهن بہ بک نہ مرندو.

112. دل ڪاري ءَ کان منهن ڪارو چڱو آهي.

مطلب هي آهي تہ دل ۾ کوٽ، مڪاري، دغا ۽ ٺڳي ڪري پاڻ کي بزرگ پيش ڪرڻ کان بهتر آهي، تہ پاڻ کي اصلي روپ ۾ ظاهر ڪري.

113. درتي پير نہ ليي، نانءُ باغ شاهہ.

سُجو ماڻهو اجاين ٺٺاڪن مان پڌرو ٿي پوندو آهي.

114. دولتمندن جا ڏاند ويامن.

ڏاندن جو ويامڻ هڪ نہ ٿيڻ جهڙي ڳالهہ آهي، پر پهاڪي جو مطلب آهي تہ پاڳ واري ماڻهو کي ناممڪن هنڌ ان بہ فائدو حاصل ٿي سگهي ٿو.

115. دير پيا درست ٿيا يا دير آيد درست آيد.

ڪڏهن دير ڪرڻ مان فائدو حاصل ٿيندو آهي ۽ ڪم جي راس ٿيڻ جو سبب بنجندي آهي.

116. ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي کهڙا پرين؟

پنهنجي وطن وارن سان محبت رکجي، پرديسي ٿورو وقت رهي پوءِ هليا ويندا ۽ ناتو نڀائي نہ سگهندا.

(ڏ)

117. ڏکو ڪٽجي پاءُ لڳ، شاهدي ڏجي الله لڳ.

پاءُ لاءِ وڙهجي، پر جيڪڏهن شاهدي ڏيڻي پوي تہ هميشہ الله تعاليٰ جي حڪم موجب سچ ڳالهائجي.

118. ڏٿيءَ وٽ دير آهي، پر انڌير ڪونهي.

ڏٿي تعاليٰ جي دربار ۾ حڪمت عمليءَ جي ڪري دير ٿئي ٿي. پر وٽس بي انصافي ڪانهي.

119. ڌوٻي جو ڪُتو نہ گهر جو نہ گهاٽ جو.

جيئن ڌوٻيءَ جو ڪُتو ائين ئي رُلندو وتندو آهي، اهڙي طرح بي مقصد زندگي گذارڻ وارو شخص بہ اجائي رُلڻ ۾ زندگي برباد ڪري ڇڏيندو آهي.

120. ڌڻ تہ ڌني، نہ تہ وڪڻ ڪٽي.

هرڪو ڪم پنهنجو پاڻ ڪرڻ، يا پنهنجي نظرداري هيٺ ڪرڻ ۾ ڪاميابي آهي، نہ تہ فائدي جي بدران الٽو نقصان ٿيندو.

121. ڌوٻي منجھ درياءُ، تہ بہ اوجھ نہ ڇڏي اوجھري.

بدمعاش ماڻهو جيڪڏهن نيڪ صحبت ڪري نيڪ ٿي وڃي، تہ بہ پراڻي عادت کان نہ مُڙندو.

122. ڌوڙ پائجي تہ وڏي ڏِڳَ مان پائجي.

مطلب تہ معمولي ڪڌو ڪم ڪري پاڻ کي بدنام نہ ڪجي

(ڏ)

123. ڏاهو ڪانءُ ٻہ چنگهو ڦاسي.

ڪانءُ ڏاڍو سياڻو پکي آهي، ان کي ڦاسائڻ ڏاڍو مشڪل آهي، پر ماري اهڙي طرح منڊ منڊيندو آهي، جو سندس ٻئي ٽنگون ڦاسي پونديون آهن. اهڙي طرح سياڻو ماڻهو ڦاسندو ئي نہ آهي، پر جيڪڏهن ڦاٿو تہ اهڙو سوگهو ٿيندو، جو وري سندس ڇٽڻ مشڪل ٿي پوندو آهي.

124. ڏاڍي جي لٺ کي ٻہ مُنا.

مطلب تہ ظالم ماڻهو جيڪي وڻيس سو ڪري سگهي ٿو.

125. ڏيري ڏور کي مڇر گھڻا.

مطلب تہ هيٺي ماڻهو کي هڪ ئي وقت گھڻيون مصيبتون گهيري وينديون آهن.

126. ڏڏو کير ٿڻن ۾ نہ پوي.

جيئن تہ ڏڌل کير واپس ٿڻن ۾ اچڻ ناممڪن آهي، تيئن گذري ويل وقت يا وهي موٽي اچڻ، نہ ٿيڻ جهڙي ڳالهہ آهي.

127. ڏنيجي گڏھ، سور ٿئي سا تياڻي کي.

جيئن گڏھ جي ڏنيجڻ تي ساڻياڻي کي سور ٿيڻ بيوقوفي آهي. اهڙين ڏوهاريءَ کي پنهنجن ٻُرن ڪمن جي سزا پوڳيندو ڏسي بيوقوف ماڻهو ان تي ترس کائيندا آهن.

128. ڏهتي ٿي نانيءَ کي وير سيکاري.

هڪ سيکوات تجربيڪار کي سيکارڻ جي دعوي ڪري تہ اها اجائي آهي اڻ ڄاڻ ڄاڻوءَ کي ڇا سيکاري سگھندو؟

129. ڏند لين ٿي ڪونہ شوق هڏا ڪرڻ جو.

پيريءَ ۾ جواني جا شوق ڪرڻ نہ ٿا سونهن.

130. ڏائڻ بہ هڪ گهر ٽاريندي آهي.

بڇڙو ماڻهو بہ هڪ اڌ تي ترس کائيندو آهي.

131. ڏاڍو سو ڳاڀو.

زبردست جوهر شيءِ تي قبضو هوندو آهي يا طاقتور جيڪي ڪري سو صحيح آهي.

132. ڏاڇي هٽي ڏھ تہ توڏر هٽي تيرهن.

هڪ ٺڳ ٻئي ٺڳ کان ٺڳجي ۾ وڌيڪ نڪرندو آهي.

133. ڏيري جو ڏٽي سوير پلاڻي.

جيئن سفر ۾ ڏيري سواريءَ وارو سوير نڪرندو آهي، تيئن گهٽ سگھہ وارو ماڻهو پنهنجي ذميداري چڱي طرح نباهڻ لاءِ اڳوات ڪوشش ڪندو آهي.

134. ڏيڍري ءَ کي بہ زڪام ٿيو آهي.

گهٽ اهليت وارو ماڻهو، اعليٰ درجي جا خيال ظاهر ڪري، ڀڃاڪ هٿي تڏهن مي ڀڃاڪو استعمال ڪيو آهي.

135. ڏي ڏاتار پيٽ ڦاٽي ڀانڊار جو.

ڪنجوس ماڻهو ٻئي ڪنهن کي سندس جائز حق ڏيڻ مهل بہ پيو ڪرڪندو آهي.

136. ڏڪڻا مينهن نہ وسڻا، وسي تہ ٻوڙي، ڪانئر ڏڪ نہ هڻڻا هڻي تہ جهوري.

ڏکڻ پاسي مينهن نہ وسندو آهي، وسيو تہ گهڻو نقصان ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح ڍڄڻو ڪمزور ماڻهو وڙهندو ئي نہ، پر جيڪڏهن وڙهيو تہ اهڙو ڏڪ هڻندو جو مقابلو ڪندڙ وري اٿڻ جي قابل ئي نہ رهندو.

## (ڍ)

137. ڍونڍي ٻيڙي پڳهہ گهڻا.

جڏهن انسان ٻوڙهو ٿيندو آهي، تڏهن سڀ عضوا ست ڇڏي ويندا آهن.

138. ڍڄ انهي جي ڍاءُ جنهن جي واٽي پر ورگهڻا.

جنهن ماڻهو جي زبان تي ڀروسو نہ هجي، هڪ ڏينهن هڪ ڳالهہ ڪري ٻئي ڏينهن ٻي، اهڙي ڦرندڙ گهرندڙ طبيعت واري شخص کان ڍڪ رکي پاسو ڪجي.

139. ڍڳو نہ ڍور، آڳونڻو ٻڌيندو چور.

جنهن وٽ ڪجهہ بہ مال ملڪيت نہ هوندي ان کي وري چور جو کهڙو ڍپ.؟

140. ڍءُ جهلي هڪڙي مينهن پيو واڻيو.

جيئن تہ مينهن هڪ وڏ پيٽو جانور آهي، انهي تي پيٽ ڀري ڪاٽڻ جو اثر پڌرو ڏسڻ پر نہ ايندو آهي، اهڙي طرح واڻئي وٽ ڪيتري بہ ملڪيت هوندي، تہ بہ ان جو اثر ظاهر نہ ڪندو آهي.

141. ڍڳيءَ کي پنهنجا سڱ ڳرا ڪونہ لڳندا آهن.

ماءُ پنهنجي اولاد جي پالنا کي بار نہ سمجهندو آهي.

## (ر)

142. رڍن اڳيان رباب وڄائيندي ورهه ٿيا.

جاهل ماڻهو کي سمجهائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، ان کي ڪيتريون نصيحتون ڪبيون ته به هو نه سمجهندو. ڪيس سمجهائڻ ۾ گهڻو وقت لڳندو آهي.

143. رن ته ويئي پر رلي به ڪٺي ويئي.

فائدو ڪجهه به حاصل نه ٿيو، الٽو نقصان برداشت ڪرڻو پيو.

144. رڍ اڳيئي مرڻي، بوچ پيئي بگهڙ تي.

نقصان اڳيئي ٿيڻو هو، پر بدناميءَ جو ٽڪو ٻئي تي لڳڻو هو.

145. رنون رب رلايون ڏاڙهين کهڙو ڏوهه؟

مڪار چالاڪ عورتون ضد ڪري، مردن کي مجبور ڪنديون آهن جنهن ڪري هو لاجواب ٿي ڪجهه به ڪري نه سگهندا آهن.

146. روزن پٺيان عيدون.

ڏکن ڏاکڙن کان پوءِ خوشي حاصل ٿيندي آهي.

147. رڍ جو پيٽ ڀرجي ته ڏڙيون ٽپڻ شروع ڪري.

نرڄو بي لڄو ماڻهو جڏهن زور وٺندو آهي، تڏهن اوڙي پاڙي کي تنگ ڪرڻ شروع ڪري ڏيندو آهي.

148. رب راضي ٿئي ته ڏوڙ مان به ڏن ٿئي.

جيڪڏهن الله تعاليٰ جو راضپو هوندو ته نقصان واريءَ شي مان به فائدو حاصل ٿيندو آهي.

149. رڌي سَهن، پرٺي ڪين سَهن.

نفعي لاءِ ته گهڻو وقت انتظار برداشت ڪري وڃجي، پر جڏهن فائدو حاصل ڪرڻ جو وقت اچي ته ان مهل اهڙائي ڪري بي صبري جو اظهار ڪجي.

150. روئڻ بنا ماءُ بہ ٿڃ نہ ڏي.

ڪوبہ مقصد تيستائين حاصل نہ ٿيندو. جيستائين ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش نہ ڪبي.

## (ز)

151. زبان چم جي، ڪنهن نہ ڪم جي.

زبان هڪ ننڍڙو عضوو آهي، پر جيڪڏهن ان کي پنهنجي وس ۾ نہ رکبو تہ ڪڏهن ان مان اهڙا بڇڙا لفظ نڪري ويندا آهن. جنهن ڪري پوءِ پڇتائڻو پوندو آهي.

152. زبان شيرين، ملڪ گيري.

مٺو ڳالهائيندڙ هر ڪنهن کي وڻندو آهي، اهو پنهنجي زبان جي ميٺ سان هر ڪنهن کي پنهنجو دوست بنائي وٺندو آهي.

153. زيور سپڪا پائي، پر ڪازيور نمڪائي بہ ڏيکاري.

پنهنجي فن ۾ ماهر هئڻ جي دعويٰ تہ سپڪو ڪندو آهي، پر صحيح معنيٰ ۾ چاڻو اهو آهي، جيڪو پنهنجي فن جي مهارت جو اظهار بہ ڪري ڏيکاري.

## (س)

154. سنگ تاري ڪُسنگ ٻوڙي.

سنگ جي معنيٰ چڱن جي صحبت اختيار ڪند و تہ انهي ۾ سندس فائدو آهي، جيڪڏهن بُرن جي صحبت اختيا رڪندو تہ انهي ۾ سندس بربادي آهي.

155. سچ جي ٻيڙي لُڏي، پر ٻڏي ڪين.

سچار ماڻهو کي شروعات ۾ ٿوري تڪليف آڏو ايندي آهي، پر آخر ۾ ڪاميابي سندس قدم چمندي.

156. سُڪن ڳڌ آلا ٻرن.

جيئن سُڪل وڻ کي باھ ڏبي آهي تہ ان جي ڀر وارو سائو وڻ بہ ٻري ويندو. اهڙي

طرح لچن جي صحبت ۾ رهڻ ڪري شريف ماڻهو بہ نقصان هيٺ ايندو آهي.

157. سچڻ سچي ٻانهن ڏي تہ سچي نہ گهچي.

هن جو مطلب آهي تہ ڪو دوست ڀروسو ڪري يا مهرباني ڪري تہ ان جي آڙ وٺي ان تي گهڻو بار نہ وجهجي ۽ نہ ئي دوست جي اعتماد کي ڇيهو رسائجي.

158. سڱا سيئي سيڻ، جنين پڪا اوڏڙا.

سيڻ يعني مائٽ، پڪا اوڏڙا معنيٰ پاڙيسري. هن جو مطلب آهي تہ ويجهو مائٽ اهو پاڙيسري چئبو، جيڪو گڏ رهي ٿو، جيڪو آئي ويل ڪم اچي ٿو.

159. سونَي هجي ساڻ، تہ گڏه گوهي نہ ڪري.

جيئن تہ گڏه ڏنگو جانور آهي، خاص ڪري جڏهن ڪائي ٻيٺ پرينڊو آهي تہ پُستيون ڪندو آهي، اهڙي طرح پوءِ ڏاهو بدمعاش ماڻهو دولت جي نشي ۾ ٻين کي ستائيندو آهي، سماج ۾ اهڙي ماڻهو لاءِ سزا هئڻ گهرجي، جيئن هو برائي کان پاسو ڪري.

160. سُرمو سيڪا پائي، ٻہ اک، اک جو ڦير.

سُرمو هڪ ڪاري شي آهي، جيڪا هٿ ٻير ڪارو ڪري، ٻہ جيڪڏهن سهڻي اک ۾ وجهبو تہ اک وڌيڪ سهڻي لڳندي، ٻہ جيڪڏهن تيڏيءَ اک ۾ پائبو تہ خراب لڳندي، اهڙي طرح جيڪو ڪم هڪ هوشيار جي هٿان سڌرندو اهو ساڳيو ڪم ڪنهن اناڙي ڪيو تہ اهو بگاڙيندو.

161. سخي کان شوم ڀلو جو ترت ڏي جواب.

اهڙو سخي جيڪو خالي آسرا ڏيئي رُلائي، انهي کان اهڙو بخيل ڀلو آهي جيڪو صاف انڪار ڪري ترت جواب ڏي.

162. سَلوسو، جو انگورين ڀلو.

جيڪڏهن ٻج جو سلو زمين مان ڀلو ۽ مضبوط نڪتو تہ اها نشاني آهي سندس بهترين واڌ جي ۽ سَني وڻ ٿيڻ جي. اهڙي طرح ٻار جا ننڍپڻ ۾ جيڪڏهن لڇڻ چڱا آهن، تہ انهي مان سمجهبو تہ ٻار ڀلو انسان ٿيندو. جيئن تہ چوندا آهن تہ: "سڪيلڌو ٻٽ پينگهي ۾ پڌرو."

163. سوناري جا سوءِ ڏڪ، لوهار جو هڪڙو ڏڪ.

جيئن سونارو سوءِ ڏڪ هڻڻ سان هڪ ڪم پورو ڪندو آهي، پر لوهار ڪو ڪم هڪ ڏڪ سان پورو ڪري وٺندو آهي. اهڙي طرح ڍلو چت ماڻهو جو ڪم، گهڻي محنت ۽ تڪليف سان مس ڪري سگهي، سو ڪم ڏاهو هوشيار ماڻهو ٿوري محنت سان، ٿوري وقت ۾ ڪري وٺندو.

164. سڄڻ پيٽان وڏيا، وڏين پيٽان سڄا.

مطلب ته ڪڏهن شريفن جو اولاد بہ ڪميڻو نڪرندو آهي. ڪڏهن وري گهٽ درجي وارن جو ماڻهن جو اولاد لائق ۽ نيڪ ٿيندو آهي.

165. سوءِ وڃائجي، پر ساهه نہ وڃائجي.

مطلب ته پنهنجو مالي نقصان ڪجي، پر پريت ڪي هٿان وڃڻ نہ ڏجي.

166. سياري جي سوڙ، سڀڪو پاڻ ڏي سيري.

هن پهاڪي جو مطلب آهي تہ، هرڪو انسان چاهي اهو مائٽ يا دوست هجي، پر سڀڪو پنهنجو نفعو ڳوليندو آهي.

167. سهڻا ٿوهر پٽن مر گهٽا.

ٿوهر جهنگلي ول ۾ ٿيندڙ هڪ سهڻو ڦل آهي. پر سواد ۾ تمام ڪڙو هوندو آهي. اهڙي طرح ڪنهن ماڻهو جو ٻاهريون ڏيک سهڻو ڏسي نہ ڀلجي تہ ڪو سياڻو يا اشراف هوندو، ٿي سگهي ٿو هو ٿوهر وانگر ٻرو هجي.

168. ست ڪٺا ڪائي ٻلي هلي حج تي.

هن پهاڪي جو مطلب آهي تہ ڪي ماڻهو هميشہ بڇڙن ڪمن ۾ رڌل هوندا آهن، پر دنيا کي ڏيکارڻ لاءِ ريا، واري عبادت ڪندا آهن ۽ پاڻ کي نيڪ شريف ظاهر ڪندا آهن.

169. سون پرکجي ڪسوٽيءَ، چاندي پرکجي باهہ، ماڻهو پرکجي تڏهن، جڏهن پاڙو پاڙي سان لائي.

جيئن سون کرو يا کوٽو هڻڻ ڪسوٽيءَ سان پرکبو آهي. تيئن ماڻهن جي لڇڻ مان، تڏهن واقف ٿبو، جڏهن ساڻس لڳ لاڳاپو رکبو يا ڪاروهنوار ڪبو.

170. سچ تہ بيٺو نچ، ڪوڙ جي مُنهن ۾ ڌوڙ.

جيڪو سچ ڳالهائيندو آهي ان کي ڪا بہ پرواهہ نہ هوندي آهي، هو سدائين خوش گذاريندو آهي، ڪوڙ ڳالهائيندڙ جي مُنهن ۾ جوت نہ هوندي آهي ۽ اهو سدائين خوار خراب رهندو آهي.

171. ساڍن سان سنمڪ، پنڃن سان پورو.

چالاڪ ماڻهو اٽڪل بازي ڪري. پاڻ کي ٻنهي ڌرين وٽ مانائتو بنائيندو آهي.

## (ش)

172. شينهن نہ ڏٺيا ڏيک ٻلاڙا، چور نہ ڏٺيا ڏيک سونارا.

جيئن تہ ٻلي جو بدن جو نمونو شينهن سان ڪجھ هڪ جهڙائي رکي ٿو. تنهن ڪري ٻليءَ کي ڏسي شينهن جي بدن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. اهڙي طرح سونارو بہ سون ۾ ملاوت ڪندو آهي، جنهن ڪري چور سڃاڻجي ٿو.

173. شير شاهہ جو شڪرو گهر جا ڪڪڙ ماري.

بي همت گيدي ماڻهو ٻين سان ٻچي نہ سگهندو آهي، پوءِ پنهنجي گهر کي نقصان پهچائي، پنهنجي پهلوانيءَ جو اظهار ڪندو آهي.

174. شينهن مَري تہ بہ ڏپ نہ چري.

شينهن کي ڪيتري بہ بک هوندي تہ بہ گاهہ نہ کائيندو. اهڙي طرح باهمت بهادر ماڻهو ڪيترين مصيبتن ۾ مبتلا هوندي بہ ڪو بہ اهڙو بي غيرتي جهڙو ذليل ڪم نہ ڪندو.

175. صبر جني جو سير، تير نہ گسي تن جو.

جيڪو صبر ڪان ڪم وٺندو، اهو پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيندو. ارشاد رباني آهي:

اِنَّ اللہَ مَعَ الصّٰبِرِيْنَ

بيشڪ اللہ تعاليٰ صبر ڪندڙن سان آهي.

# (ع)

176. عمر نيٺي نيٺي ماري نيندو ٿر تہ ڪون ٿيلهيندو.

طاقتور شخص وڏ ۾ وڌ پنهنجي طاقت استعمال ڪري، پنهنجي چاهت پوري ڪندو، وڏيڪ سڄي مُلڪ کي تہ نهوڙي ڪون ڇڏيندو.

177. عيسيٰ نہ موسيٰ، وڏا پير پيسا.

پيسا يعني جنهن وٽ ڌن دولت جهجهي هوندي آهي، انهي کي ڪامياب سمجهيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ تہ گهڻيون مشڪلاتون پئسن سان حل ٿينديون نظر اينديون آهن، پر اهو نظر جو دوکو آهي. ڪاميابي ايمان ۽ عمل صالح ان حاصل ٿيندي آهي.

178. عشق ۽ مُشڪ، لِڪائي نہ لڪندو.

جيئن مشڪ جي خوشبو لڪائڻ سان لڪي نہ سگهندي، جوڏاري پڪڙجي ويندي، تيئن عشق بہ لڪي ڪين سگهندو، ظاهر ٿي پوندو.

# (ق)

179. ڦڙي ڦڙي تلاءُ.

هن پهاڪي مان بچت ڪرڻ جو مطلب نڪري ٿو، جيڪڏهن ٿورو ٿورو ڪري گڏ ڪبو تہ گهڻو ٿي پوندو.

180. ڦرڪان اڳ چرنہ ڪڍجي.

هن پهاڪي جو مطلب آهي تہ ڪي ماڻهو ڪم ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ اجائي تڪڙ ڪندا آهن، يعني ترتيب کي ڇڏي ڏيندا آهن، انهن جو مثال ائين آهي، جيئن ڦرڪان اڳ چر ڪڍڻ ناممڪن آهي، تيئن ترتيب کان سواءِ فائدو حاصل ڪرڻ ناممڪن آهي.

181. ڦاڙهو جتي چري، اُتي اوجهہ ڏي.

شڪاري ڦاڙهي کي ڦاسائڻ لاءِ، جهنگ ۾ گاهہ رکي ڇڏيندا آهن، جنهن تي اچي ڦاڙها هِرندا آهن، شڪاري وجهہ وٺي انهن کي ماري وجهندا آهن، يعني لالچ اُتي آڻي مارائي ٿي، اهڙي طرح لالچ بہ انسان کي مارائي ٿي.

# (ف)

182. فقير، فقير جو وري يا فقير، فقير کي نہ سهندو آهي.

ساڳي ڌندي وارو ماڻهو، پنهنجي هم پيشي واري ماڻهو کي ترقي ڪندي پسند نہ ڪندو آهي.

183. فقيري تہ ڦند، نہ تہ نسورو گند.

هتي "فقيري" مان مراد ٺڳي، چالاڪي ۽ مڪاري آهي، يعني ٺڳي جو ڪم ڪجي تہ پوري چالاڪي سان ڪجي، نہ تہ فائدي جي بدران نقصان ۽ بدناميءَ جو سبب ٿيندي.

# (ق)

184. قاضي جاٽي، قيامت جاٽي.

انسان کي گهرجي تہ هو الله تعاليٰ تي توڪل رکي، پنهنجو ڪم محنت ۽ سچائي سان ڪري، پوءِ نتيجو ذاتي تعاليٰ تي ڇڏي، جيئن وڻيس تيئن ڪري.

185. قرض ڪوڙهہ جو ٽڪو آهي.

هن پهاڪي ۾ قرض کي ڪوڙهہ جهڙي موذي مرض سان تشبيهہ ڏني ويئي آهي. جيئن تہ ڪوڙهہ جو مرض، سڄي بدن ۾ پکڙجندو آهي. اهڙي طرح قرض کڻڻ بہ هڪ بري عادت آهي. انسان کي ڪوڙهہ وانگر داغي عيبدار بنايو ڇڏي.

# (ڪ)

186. ڪڏهن پري ۾، ڪڏهن پاڪر ۾.

"پريءَ ۾ ۽ پاڪر ۾" ٻئي اصطلاح آهن. جن جي معنيٰ آهي "گهڻو ۽ ٿورو" پهاڪي جو مطلب آهي تہ: انسان هميشہ هڪڙي حالت ۾ نہ ٿو رهي. ڪڏهن امير آهي تہ ڪڏهن غريب.

187. ڪُتو ﺑہ ڪاڌو ڪُڪَ ﺑہ ﻧہ پَري.

ڪو ماڻھو ناجائز فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ ٻجڙا ڪم (جھڙوڪ رشوت وغيره) ڪري پر حاصل ڪجھ ﺑہ ﻧہ ٿيس يا ٿورو ٿيس، ﺗہ پوءِ اھڙي حالت ۾ ھي پھاڪو استعمال ڪبو آھي.

188. ڪِني آگر وڍي پلي.

سماج ۾ جيڪڏھن ڪا برائي پيدا ٿي پوي ﺗہ ان ڪي پاڙاٽون پٽڻ گھرجي، جيئن ناسور وانگر وڌي ﻧہ وڃي، ان جو خاتمو ٿي وڃي.

189. ڪٿي چور سُجا، ڪٿي ڍور سُجا.

ڏٺي جا رنگ ﺑہ نيارا آھن، ڪٿي چور چوريءَ لاءِ وتن رلندا، ڪٿي وري خزانا، خالي پٽن ۾ بنا نگھبان جي پيا آھن. اھڙيءَ طرح ڪڏھن بازار ۾ شيون ڪوڙ ھونديون آھن ﺗہ خريدار ﻧہ ھوندا آھن ۽ جڏھن وري خريدار ڪوڙ ھوندا آھن. ﺗہ شيون ﻧہ ملنديون آھن.

190. ڪَکَ جو چور، سو لک جو چور.

معمولي چوري ﺑہ وڏي بدنامي جو داغ آھي، چوري بري عادت آھي. جيڪو ماڻھو ھڪ دفعو ٿوري چوري تي ھريو. اھو وڏي چوري ڪندي ﺑہ ڪين گسندو.

191. ڪک ھيٺ لک پيو آھي.

ھن پھاڪي ۾ ڏٺي تعاليٰ جي وڏائي ڏيکاريل آھي. مطلب ﺗہ ڳجھ جي خبر سواءِ خدا تعاليٰ جي ٻئي ڪنھن کي ﺑہ ﻧہ آھي.

192. ڪڏھن مانِي مٽ تي، ڪڏھن مانِيءَ مٿان مَٽُ.

ماني انھي مهاڻي کي چئبو آھي، جيڪو مٽ تي چڙھي وچ درياءَ ۾ مڇي ماريندو آھي. ماني جڏھن سڪيءَ تي ايندا آھي ﺗہ وري مَٽ ڪلھي تي ھوندو اٿس.

193. ڪتو ڇا ڄاڻي ڪٽڪ جي مانيءَ مان.

ڪمينو نيچ ماڻھو ھميشہ ٽڪ ٻَجي سان سمجھندو آھي. "شاباس"، "آفرين" جھڙن لفظن مان ﻧہ سمجھندو.

194. ڪڏهن ڳاڙهو گهوٽ، ڪڏهن مڙهه مُقام ۾!

ڪالهه اهو شخص ڳهٽ جي صورت ۾ گلن جي هارن سان سينگار جي سيج تي وينو هو. اڄ اهو شخص گلن سان سينگارجي، متيءَ ۾ پيڙو ٿئي ٿو. اها آهي زندگيءَ جي حقيقت. پوءِ ان تي ناز ۽ غرور ڪرڻ ناداني آهي.

## (ڪ)

195. ڪيرجو ڪانيل، جهڙ ڪي ٻه ڦوڪي پيئي.

ڪو ماڻهو هڪ ڀيرو ڪنهن ڪم مان نقصان پائي يا ڏک ڏسي، ته پوءِ ٻيو دفعو ٻلي اهڙي ڪم مان نقصان نه پر فائدو هجي ته به هو ٻهرئين نقصان ڪي سامهون رکي ان ڪم کان پڇندو.

196. ڪنيو ڪائي فقيں لئيون جهلي پولڙو.

مطلب ته تڪليفون مصيبتون سهي هڪڙو، فائدو وري ٻيو حاصل ڪري.

197. ڪنل واپاري ڪندا ساري.

واپاري جڏهن ڏيوالو ڪيندو آهي، ته پوءِ وري پراڻيون وهيون ويهي جاچيندو آهي. ته مانَ ڪنهن ڏانهن پل چوڪ ۾ رهيل رقم نڪري اچي ته اها اڳاڙي وٺي.

198. ڪڳاڪوهه ۾، مانڊئي مرچ مصالحا پيا ڪُٽجن.

ڪنهن شيءِ جو وجود ئي نه هجي. انهي جي تياري لاءِ اڳواٽ سامان سڙو تيار ڪجي.

## (گ)

199. گنجو ڪنهڻ ڪان نه رهي.

گنجو ماڻهو خارش سببان، ڪنهڻ ڪان سواءِ رهي نه سگهندو آهي. تيئن لچو، بدمعاش ماڻهو لچائي ڪان سواءِ ڪڏهن به رهي نه سگهندو.

200. ڳڌهن اهو ٿي آٿرپيا.

ڪم ذات هلڪي طبيعت وارو ماڻهو، پنهنجو ٺٺ ٺانگر ڏيکارڻ لاءِ نوان ويس وڳا پائي، ٻاهر نڪرندو آهي، ته اهڙي ماڻهو لاءِ اهو پهاڪو استعمال ڪبو آهي.

201. ڳدڙ ڏاک نه پڄي آکي ٿو کٽا.

جڏهن ڪو ماڻهو پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيندو آهي تڏهن همت هاري چوندو آهي ته "انهي ڪم ۾ ڪو فائدو ڪونهي"

## (گھ)

202. گھٽڻ ڪنڻي چپر به ڪجهيو وڃي.

گھٽڻ جي ڪوشش سان مشڪل ڪم به پورو ڪري سگهجي ٿو.

203. گهر جو پير چُلهه جو مارنگ.

ڪن ڏن پٿرن تي تڏو يا ديڳچي رکي، هيٺان باهه ٻاري ڪاڌو تيار ڪجي انهن پٿرن کي مارنگا چئبو آهي. پير جيڪڏهن گهر جو ماڻهو آهي، سدائين گڏ رهي ٿو ته انهي تي عقيدو به اهڙو رهندو جهڙو چلهه جي مارنگ تي، مطلب تي جيڪي به مائٽ يا دوست سدائين گڏ آهن تن سان محبت گھٽ رهندي آهي.

## (ل)

204. لعل به لبي، پريت به رهجي اڇي.

اهڙو قدم کڻجي جو محبت به قائم رهي ۽ مقصد به حاصل ٿي وڃي.

205. لکيو منجهه نراڙ قلم ڪياڙيءَ نه وَهي.

ڀلي ڪيترين به تدبيرون ڪجن، پر ٿيندو اهو ٿي جيڪي قسمت ۾ لکيل هوندو هر انسان پنهنجي قسمت جو لکيو ٿو ڀوڳي.

206. لترڪي پهچي چڪر.

جيئن لٽر وهڻ چڪر کان ڪٽ ڪندو آهي، تيئن لچ بدمعاش ماڻهو بہ لچ بدمعاش کان ڊڄندو آهي.

## (م)

207. ميان جي مڏي، بہ ڏنڊڻ نين تڏي.

ڪي ماڻهو ڪنگال هوندي بہ هوند جون ڊاڙون هڻندا آهن. جڏهن اصل حقيقت عوام کي معلوم ٿيندي آهي، تہ پوءِ هيءُ پهاڪو استعمال ڪبو آهي.

208. مُنهن ۾ موسيٰ، اندر ۾ ابليس.

اهڙو ماڻهو جو ظاهر ۾ تہ شريف پيو ڏسبو آهي، پر اندر ۾ کوٽو شيطان جهڙو هوندو اهي.

209. ماديءَ ڪڪڙ بہ ڪڏهن ٻانگ ڏني؟

جيئن تہ مادي ڪڪڙ جو ٻانگ ڏيڻ ناممڪن آهي، اهڙي طرح ڊڄڻو بزدل ماڻهو ڪڏهن بہ بهادري ۽ همت وارو ڪم ڪري نہ سگهندو.

## (ن)

210. نادان دوست کان داناءُ دشمن ڀلو.

نادان دوست پنهنجي ناداني ڪري، ڪڏهن بہ نقصان پهچائي سگهي ٿو. پر ان جي مقابلي ۾ داناءُ دشمن کان ايترو خطرو نہ هوندو آهي.

211. نهن سان ڇڇي، تہ ڪاتي ڇو وجهجي.

جيڪو ڪم مٺ محبت سان ٿي سگهي ٿو تہ ان لاءِ سختي اختيار ڪرڻ نہ گهرجي.

212. نيچ نوڪري، اُتم ڪيتي وڏندڙ واپار.

هن ٻهاڪي ۾ نوڪري کي نيچ ڪونيو ويو آهي، ڪيتي ٻه سٺو ڌنڌو آهي، پر واپار سڀني ڌنڌن ۾ وڌيڪ سٺو ڌنڌو آهي.

213. نچڻ هلي تہ گهونگهٽ ڪهڙو؟

جيڪو ماڻهو برائي ۽ بي حيائيءَ جا ڪم ڪري، پوءِ انهي کي دنيا کان پنهنجو پاڻ کي لڪائڻ مان ڪهڙو فائدو؟

214. نير جو ٽڪو لهي، پر گلا جو ٽڪو نہ لهي.

نير جو رنگ پڪو هوندو آهي، پر تنهن هوندي بہ آخرڪا پڇاڙيءَ ۾ لهي ويندو آهي پر گلا جو داغ اهڙو اهي، جيڪو هرگز نٿو لهي.

(و)

215. ويئي سگن لاءِ ڪن بہ ڪپائي آئي.

مطلب تہ فائدو ٿي چاهيائين، پر ان جي بدران نقصان پلئہ پيس.

216. ويهي دريا ئي جي ڪپ تي، وجهي واڳوءَ سان وير.

مطلب تہ پاڻ کان ڏاڍي جي پاڙي ۾ رهي ڪري، انهيءَ سان قتائڻ ۾ ڀلائي ڪانهي، پر نقصان آهي.

(هہ)

217. هٿ جي ڪنگڻ کي آرسيءَ جو ڪهڙو ضرور؟

نڪ ۽ گلي جي زيورن کي آرسي ۾ ڏسڻ جي ضرورت ٿئي ٿي، پر هٿ جو ڪنگڻ بنا آرسي جي بہ ڏسي سگهجي ٿو. اهڙي طرح جيڪا شيءِ پڌري ڏسڻ ۾ اچي ان لاءِ ٻين کان پڇڻ ناداني آهي.

218. هڻ ڏيءُ کي تہ سکي ننهن.

هن پهاڪي جو مطلب آهي تہ ٿوري سزا هڪڙي کي ڏبي، تہ ٻيو پاڻ ان مان سبق پرائي پاڻ کي سڌاريندو.

219. هاٿي جا ڏند کائڻ جا هڪڙا، ڏيکارڻ جا ٻيا.

اهڙا ماڻهو جيڪي ظاهر ۾ شريف ڏسڻ ۾ ايندا آهن، پر اندر انهن جو پاپن سان ڀريل هوندو آهي، ڳجهي نموني ڪُڌا ڪم ڪندا آهن.

220. هٿ جنين جو هيٺ، ڀرئين پتڻ سي لنگهيندا.

هٿ جنين جو هيٺ مان مراد اهي ڏيڻ وارو هٿ. جيڪو ڏيندو سو پتڻ جي ڀرئين پور ۾ لنگهيندو، مطلب تہ جيڪو ماڻهو سخاوت ڪندو، تنهنجي هر مشڪل آسان ٿيندي.

221. هرڻي اڳي نچڻي، ويتر پيس گهنڊڻي.

هرڻي هڪ تيز ڊوڙندڙ جهنگلي جانور آهي، ڪيس گهنڊڻي ٻڌبي تہ ويتر وڌيڪ ٽهندي ۽ نچندي. اهڙي طرح بدمعاش ماڻهو اڳي ئي برائي لاءِ وَرڪئيو ويٺا هوندا آهن، تن کي جيڪڏهن دولت هٿ لڳي تہ مست ٿي خدا جي خلق کي وڌيڪ آزاريندا.

# ضد Antonym

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| آقا | غلام | اياڻو | سياڻو |
| آخر | اول | اڻبوجهه | سمجهه |
| آغاز | انجام | اڪثريت | اقليت |
| اڀتو | سبتو | امير | غريب |
| ارهو | سرهو | اوڪو | سوڪو |
| اوير | سوير | اوراهون | پراهون |
| اولو | سولو | اڳياڙي | پڇاڙي |
| اوت | موت | اوڏو | ڏور |
| اگهو | سگهو | اڇو | ڪارو |
| اگهائي | سگهائي | اصل | نقل |
| اعليٰ | ادنيٰ | اهل | نااهل |
| اتفاق | نفاق | افتتاح | اختتام |
| انصاف | ظلم | اشراف | [illegible] |
| ابتدا | انتها | اعتراض | اعتراف |
| ابتدائي | انتهائي | اجايو | سجايو |
| اقرار | انڪار | استاد | شاگرد |
| آباد | برباد | الفت | ڪلفت |
| آسان | مشڪل | انسان | حيوان |
| اهنج | سهنج | آمدني | روانگي |
| اپت | کپت | اويل | سويل |
| آشنا | نا آشنا | اوير | سوير |
| اٿاڻو | سٿاڻو | اٺڻ | ويهڻ |
| اندروني | بيروني | اڳاڻو | پاڇاڻو |

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| اُتر | نيچ | انفرادي | اجتماعي |
| اوندهه | سوجهرو | اوچ | نيچ |
| آسمان | زمين | اوڏر | روڪڙ |
| احسان | ايذاء | آڻڻ | نيڻ |
| اجاڻ | سُجاڻ | ابهرائي | ڏيرج |
| انتشار | اتحاد | اپت | کپت |
| اوچو | سادو | امانت | خيانت |
| اچن | سادن | انسانيت | حيوانيت |
| اڳتي | پوءِ تي | اول | آخر |
| اوڪي | سوڪي | اڪبر | اصغر |
| آلو | سڪو | اقليت | اڪثريت |
| اورتي | پرتي | | |

ب

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| بهار | خزان | بر | بحر |
| بري | بحري | بيدار | غافل |
| باقي | فاني | بلندي | پستي |
| بالادست | زيردست | باطل | حق |
| بهشت | دوزخ | بکيو | ڊائو |
| بادشاهه | فقير | بدخواهه | خيرخواهه |
| بهتر | بدتر | بدي | نيڪي |
| بيمار | تندرست | بقا | فنا |
| باهه | پاڻي | باطن | ظاهر |
| بدبخت | نيڪ بخت | | |

## ٻ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
| --- | --- | --- | --- |
| ٻيٽ | ڍنڍ | ٻار | ٻڍو |
| ٻڌي | ڦوٽ | ٻانهي | سائڻ |

## ڀ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
| --- | --- | --- | --- |
| ڀلو | ڍلو | ڀڳل | سڄو |
| ڀاڳ | نڀاڳ | ڀريل | خالي |
| ڀلائي | برائي | ڀڙ | ڏڏ |

## ت

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
| --- | --- | --- | --- |
| ترقي | تنزل | تونگر | مفلس |
| تواضع | تڪبر | تانگهو | تار |
| تقدير | تدبير | تائيد | ترديد |
| تعريف | توهين | تيز | ڪُند/مُڏو |
| تقرير | تحرير | تکڙا | ڍلا |
| تڏهوڪو | هاٺوڪو | | |

## ٿ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
| --- | --- | --- | --- |
| ٿڌو | ڪوسو | ٿورو | گهڻو |
| ٿلهو | سنهو | | |

ٽ ٽ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| ٽانڊو | ڪوئلو | ٽاهوڪو | بي ڊولو |

ٿ

| لفظ | ضد |
|---|---|
| ثواب | گناهه |

پ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| پاڪ | پليد/پليت | پري | ويجهو |
| پيادو | سوار | پنهنجائپ | ڌاريائپ |
| پورب | پڇم | پهلوان | ڪمزور |
| پستي | بلندي | پراڻو | نئون |
| پاڙ | چوٽي | پيڪا | ساهرا |

ج

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| جديد | قديم | جنم | وفات |
| جوان | پوڙهو | جوڳ | اجوڳ |
| جنگ | امن | جمهوريت | آمريت |
| جزا | سزا | جسماني | روحاني |
| جفا | عطا | | |

## ڇ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| ڇالاڪ | ڏڏ | ڇريو | ڏاهو |
| ڇست | سُست | چور | ساڌ |
| ڇوٽي | ترو | چاق | ناچاق |
| ڇيلو | گرو | ڇڱائي | بڇڙائي |
| ڇگو | مَٺو | | |

## ح

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| حق | باطل | حاضر | غائب |
| حياتي | مماتي | حَسين | قبيح |
| حاڪم | محڪوم | حلال | حرام |
| حقيقي | مجازي | حال | ماضي |

## خ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| خادم | مخدوم | خواب | حقيقت |
| خدا پرست | بت پرست | خلاف | موافق |
| خوشبوءِ | بدبوءِ | خوبيون | خاميون |
| خوبصورت | بدصورت | ختم | آغاز |
| خوشحال | بدحال | خانگي | سرڪاري |
| خالق | مخلوق | خير | شر |
| خاص | عام | خوش نصيب | بدنصيب |

## د

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| ديانت | خيانت | دلير | ڳيدي، ڊڄڻو |
| دوست | دشمن | دنيا | آخرت |
| ديس | پرديس | دشوار | آسان |
| دوري | نزديڪي | ديندار | بي دين |
| داناءُ | نادان | | |

## ڌ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| ڌٽيڪو | نڌٽڪو | ڌيرج | اٻهرائي |

## ڏ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| ڏيهه | پرڏيهه | ڏاهو | چريو |
| ڏڪار | سُڪار | ڏنگو | سڌو |
| ڏک | سُک | ڏنو | ورتو |
| ڏينهن | رات | ڏکي | سُکي |
| ڏور | ويجهو | ڏاڍو | هيڻو |
| ڏيڄ | ونڄ | ڏاڍو | نرم |
| ڏاتار | پينار | | |

## ڊ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| ڊگهو | بندرو | ڊيگهه | ويڪر |

## ڊ

| لفظ | ضد |
|---|---|
| ڊکيل | ڪلل |

## ر

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| رحمت | زحمت | راجا | پرجا |
| روحاني | جسماني | روئڙ | ڪلڙ |
| رنج | راحت | رهبر | رهزن |
| روشني | اونداهي | رفيق | رقيب |
| ريتائتو | ڪُريتو | روز | شب |

## ز

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| زبردست | زيردست | زندگي | موت |
| زنده | مرده | زمين | آسمان |
| زال | مڙس | زوال | عروج |

## س

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| سفيد | سياح | سباجهو | نباجهو |
| سلجهيو | ڪلجهيو | سکيو | ڏکيو |
| سجايو | اجايو | سنگ | ڪسنگ |
| سُهاڳ | ڏهاڳ | سٽبو | اٽبو |

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| سارڻ | وسارڻ | سخت | نرم |
| ٻيج | ڪوڙ | سرگ | نرگ |
| سِياڻو | اَياڻو | سنگ دل | موم دل |
| سُڄاڻ | اَڄاڻ | سائو | سڪل |
| سخي | بخيل | ستڙ | اوتڙ |
| سادي | اوجي | سدورو | ندورو |
| سوڀ | هار | سفر | حضر |
| سڪيلڌو | اڪيلڌو | ساڳيو | ويڳو |
| سوڙهو | ويڪرو | سوار | پيادو |
| سڏو | ڦڏو | سوال | جواب |
| سک | ڏک | سهٽو | ڪوجهو |
| سائين | سانئڻ | سيارو | اونهارو |
| سڄڻ | ڏڄڻ | سلامتي | خطرو |
| سڀاڳو | اڀاڳو | سانجهي | صبح |
| سرهو | ارهو | سرد | گرم |
| سهتيو | ڪهتيو | سهنج | اهنج |
| سحر | افطار | | |

## ش

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| شيردل | بزدل | شريف | ڪمينو |
| شاهه | گدا | شڪست | فتح |
| شادي | غمي | شهر | ڳوٺ |
| شاهوڪار | مفلس | شوم | سخي |
| شيرين | تلخ | | |

# ص

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| صحيح | غلط | صغير | ڪبير |
| صادق | ڪاذب | صبح | شام |
| صلح | فساد | صاف | ميرو |

# ض

| لفظ | ضد |
|---|---|
| ضعيف | قوي |

# ط

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| طالب | مطلوب | طاقتور | ڪمزور |
| طمع | بي غرض | | |

# ظ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| ظالم | مظلوم | ظلم | رحم |
| ظاهر | باطن | | |

# ع

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| عالم | جاهل | عورت | مرد |
| عزت | ذلت | عيب | ثواب |

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
| --- | --- | --- | --- |
| عرش | فرش | عروج | زوال |
| عام | خاص | علميت | جاهليت |
| عاشق | معشوق | عدم | وجود |
| عاقل | غبي | | |

## غ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
| --- | --- | --- | --- |
| غلط | صحيح | غبي | ذڪي |
| غم | خوشي | غني | محتاج |
| غريب | امير | غلام | آزاد |
| غافل | بيدار | | |

## ف

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
| --- | --- | --- | --- |
| فنا | بقا | فاني | باقي |
| فتح | شڪست | فائدو | نقصان |
| فاعل | مفعول | فرش | عرش |
| فراق | وصال | | |

## ڦ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
| --- | --- | --- | --- |
| ڦڙت | چالاڪ | ڦڪو | چهرو |

# ق

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| قريب | بعيد | قاتل | مقتول |
| قناعت | طمع | قديم | جديد |
| قهر | رحم | قوي | ڪمزور |

# ڪ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| ڪمال | زوال | ڪماليت | زواليت |
| ڪُهتيو | سهتيو | ڪامياب | ناڪام |
| ڪُهت | سهت | ڪنوار | ڳهوٽ |
| ڪمزور | طاقتور | ڪڙو | مٺو |

# ک

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| کٽو | مٺو | کرو | کوٽو |
| کوٽ | واڌ | کاٻو | ساڄو |

# گ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| گيان | اگيان | گرمي | سردي |
| گڻ | اوگڻ | گناهه | ثواب |
| گوڙ | سانت | گرم | سرد |
| گل | خار | گڏ | ڌار |
| گرو | چيلهو | | |

# گھ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| گهوٽ | ڪنوارو | گهٽ | وڌ |
| گهڻو | ٿورو | گهاٽو | ڇڊو |

# ل

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| لائق | نالائق | لسو | کهرو |
| لاهي | چاڙهي | ليل | نهار |
| لهوارو | اوڀارو | لاهيون | چاڙهيون |
| لوهه | ميڻ | | |

# م

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| مهانگو | سهانگو | ماضي | مستقبل |
| مرشد | مريد | مخالفت | موافقت |
| مدح | هجو | مسرت | حسرت |
| ميو | اڻ ميو | مالڪ | نوڪر |
| ملاقات | الوداع | مرده | زنده |
| مهمان | ميزبان | مخالف | موافق |
| مفرد | مرڪب | مختصر | طويل |
| مدائي | ڇگائي | مغرب | مشرق |
| متارو | ڍهرو | مردانگي | نامردي |
| موت | حيات | موجود | ناموجود |
| ميٺ | ليٺ | | |

# ن

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| نفعو | نقصان | نهٺو | هٺيلو |
| نثر | نظم | نيچ | اتم |
| ناڪام | ڪامياب | نهرو | ٻورو |
| نياءُ | ڪُنياءُ | نفاق | اتفاق |
| نيڪ | بد | نفرت | محبت |
| ناز | نياز | | |

# و

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| وحدت | ڪثرت | وسيع | تنگ |
| ونهيو | ولهو | واحد | جمع |
| ور | وني | وصال | فراق |
| وفا | جفا | وَسندي | سُڃَ |
| وارث | لاوارث | | |

# ھ

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| هستي | نيستي | هوڙيان | ڏاويان |
| هاڪار | ناڪار | هار | جيت |
| هٿرادو | قدرتي | هاري | زميندار |
| هيٺو | ڏاڍو | هَٺَ | نوڙت |

# ي

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| يار | اغيار | ياد | وسر |

# باب ستون

# مختلف اعرابن وارا جدا جدا لفظ

## (الف)

مختلف اعرابن وارا جدا جدا معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ. سنڌي ۾ ڪيترائي اهڙا ساڳيا لفظ آهن، جيڪي مختلف اعرابن جي ڪري انهن جون معنائون جدا جدا آهن.

1. اَنُ = اناج

اَنُ = پٿر

اِنَ = هن (ضمير)

2. اَبر = ڪڪر

اِبرَ = سُوئي

3. اَتر = جو سنڌي جي مقاستا ۾ معنيٰ ڏجي

اُتَرُ = طرف جو نالو.

اُتر = هوا جيڪا اتر طرفان لڳي

4. اَڄ = آڄ (اڄ)

اُڄَ = شهر جو نالو

5. الو = ٻاڙ جي ڇڻنگ

آلو = گهنيل

6. اڏ لک = پنجاهه هزار

اڏ لک = ڪوري جو هڪ اوزار.

اڏ لک = ڪرهه مان پاڻي ڪڍڻ وقت وزن لاءِ ڏول سان ڳنڍيل پٿر

# (ب)

7. بابو = پيءُ
بابو = فقير
بابو = ٽڪيٽ ونندڙ (ريلوي ملازم)

# (ٻ)

8. ٻَٽَ = ڪٽيل جوڙو
ٻِٽَ = ان جي ٻِٽَ
ٻُٽَ = گرمي، مُنهن تي ويڙهيل ڪپڙو ڪاڏ ٻڌل.
9. ٻُڌُ = (ٻڌڻ مصدر جو امر واحد) سوگهو ڪر.
ٻُڌُ = سُڻ (ٻڌڻ مصدر جو امر واحد)
ٻُڌُ = سُڌ، عقل

# (ڀ)

10. ڀِتِ = ديوار
ڀَتُ = ڪاڌي لاءِ رڌل چانور.
11. ڀَڄَڻُ = ڀُڪڻ
ڀَڄَڻُ = آلو ٿيڻ، ڀُسڻ

# (ت)

12. تَرُ = هاري جو اوزار (ڪيٽيل زمين کي سنئو ڪرڻ لاءِ)
تَرُ = ترڻ مصدر جو امر واحد
تَرُ = ترو (اونهائيءَ جو)
تِرُ = تيلي ٻج جو هڪ قسم
تِرُ = بدن تي ننڍڙو ڪارو داغ
تَرَ (جو) = آس پاس جو

13. تَڪُ = حصو، حد

تَڪُ = سوئي جو ڪاڪو

تَڪُ = هر آواز لفظ

تَڪُ = جاچي ڏس (تڪڻ مصدر جو امر واحد)

تِڪُ = هڪڙي ساهڻي سان پاڻي پيئڻ.

## (ٿ)

14. ٿَرُ = رڻ پٽ، مٽي جو ڍير ڍڙو ريت. لَٽ

ٿَرُ = مٿيون تهه. ٿلائي

ٿِرُ = هڪ جاءِ تي ٽڪاءُ. بقا. بيهڪ

## (ٽ)

15. ٽَڪَرُ = جبل

ٽُڪَرُ = ٽڪرو حصو

## (پ)

16. پَرُ = پريل (تمتار)

پِرُ = ريت، رسم

پُرُ = ڪنب، پک. ڪنهڙاتي

پَرُ = اوپرو ڏاريو

پَرَ = (حرف جر) مگر ليڪن. نه ته

17. پَڙُ = ڍڪ- رلي جو تهه

پِڙُ = ميدان

پُڙُ = چادر يا ڪپڙو جو ڪنهن قبر تي وجهجي.

پَڙُ = ساهمي جو هڪ پاسو.

| | | | |
|---|---|---|---|
| 18. | ڀَڪَ | = | يقيناً |
| | ڀِڪَ | = | لپ، ٻُڪَ |
| 19. | پلٽڻ | = | اُٿلڻ |
| | پلٽڻ | = | فوج جو حصو |
| 20. | ڀَسڻ | = | ڀاڻيءَ ۾ پچڻ. |
| | ڀَسڻ | = | ڏسڻ |
| 21. | پَٽَ | = | ريشم |
| | پَٽَ | = | ميدان |
| | پُٽَ | = | فرزند، نرينو اولاد |
| | پِٽَ | = | پاراتو، بددعا. |
| 22. | پورو | = | اندران خالي هجي. |
| | پورو | = | مڪمل |
| 23. | پَارَ | = | طرف، پاسو |
| | پارَ | = | ندي جو ٻيو ڪپ |
| | پارَ | = | موتيءَ تي آواز سان روئڻ، نوح |
| 24. | پتِ | = | پتي جي رس، جيڪا ڪاڏي کي هضم ڪندي آهي. |
| | پَتِ | = | اعتبار، ويساهه، ڀروسو. |

## (ج)

| | | | |
|---|---|---|---|
| 25 | جَامُ | = | جهجهو، گهڻو، زيادهه |
| | جَامُ | = | پيئڻ جو ٿانءُ، پيالو |
| 26. | جو | = | (ضمير) جهڪو ته، جو |
| | جَوَ | = | اناج جو هڪ قسم |
| 27. | جوءِ | = | زال |
| | جوءِ | = | جاءِ، هنڌ، ماڳ |

## (جهہ)

| | | | |
|---|---|---|---|
| 28. | جَهلَ | = | (مصدر جهلڻ مان اسم) روڪ، رنڊڪ |
| | جِهلَ | = | وڻ جو قسم. |

## (ڃ)

| | | | |
|---|---|---|---|
| 29. | چاڪُ | = | لکڻ جو چاڪ Chalk |
| | چاڪَ | = | چير، ڦٽ، زخم |
| 30. | چَٽَ | = | برباد |
| | چِٽُ | = | نقش، گلڪاري |
| | چِٽَ | = | تيز گرمي جا ڏينهن. |
| 31. | چَرَ | = | ڪڏ، چري |
| | چُرَ | = | حرڪت، ڪٿونس |
| | چُرَ | = | ڏر، اڏ |
| 32. | چَڪُ | = | وات جو چڪ |
| | چَڪُ | = | ڪنهار جو چڪ |
| | چَڪُ | = | کوهه جي تري ۾ اوساري رکڻ لاءِ ڪاٺ جو گول چڪرو. |
| | چُڪُ | = | چيلهه ۾ سور |
| | چُڪُ | = | اکري ۾ مرچ مصالحو ڪٽڻ لاءِ ڪاٺ جو يا پٿر جو دستو. |
| | چِڪ | = | گپ |
| | چُڪَ | = | ڀل، غلطي |
| 33. | چمڙو | = | کَلَ، چوڙو |
| | چمڙو | = | پکيءَ جو قسم |

## (چ)

| | | | |
|---|---|---|---|
| 34. | چِڪ | = | ڪشش |
| | چِڪَ | = | ننج |

## (ح)

35. حرف = لفظ

حرف = ڏوھ قصور

## (خ)

36. خَلقَ = ماڻھو رعيت

خُلقَ = سڀاءُ، چڱو لڇڻ يا لڇڻ

## (د)

37. دِل = من، ھنيون

دَل = ذات جو قسم

38. دِلو = گھڙو

دَلو = لچو، بدمعاش (صفت)

39. دَم = ساھ

دُم = پڇ

## (ڌ)

40. ڌُڪر = لٺ

ڌُڪر = انومان

ڌِڪر = ٿاپر

## (ڏ)

41. ڏَر = خوف

ڏَرِ = جانورن جي چر

42. ڏور = ڌاڳو، لغڙ جي ڏور

ڏور = ٻري

ڏورِ = ڪنھن جي ڳولا ۾ رلڻ

## (ڊ)

43. ڏَڪَ = پاڻي جو سُرڪ (ڍڪ)
ڏِڪَ = ميٺهن جي رنپ
ڏَڪَ = ڏکڻ
ڏِڪَ = اها جاءِ جتي ٻيل ڪيل چوپايو مال بند رکيو وڃي.

## (ر)

44. رَتَ = خون
رُتِ = موسم، مند
45. رِڃَ = جانور جو نالو
رَڃَ = اها جاري جنهن ۾ مڇي ڦاسائجي.

## (س)

46. سَڌَ = تمنا، آرزو
سُڌَ = خبر چار
47. سَٽَ = ڌاڙو
سِٽَ = ويچار
سَٽَ = ڇڪَ
سِٽَ = لائن، اکرن جي سٽ
48. سُرَ = آواز
سِرَ = مٿو، منڍي
سِرَ = مٽيءَ جو پڪل بلاڪ
49. سارَ = يادگيري
سار = تت، اختصار
50. سُرڻ = پيٽ ۾ رڙهڻ
سَرڻ = حاصل ٿيڻ
سرڻ = ٽورو هڻڻ
سِرڻ = بازيڪيءَ جي جنس

## (ش)

51. شڪاري = شڪار ڪندڙ
شڪاري = پنکي
52. شَڪَرُ = ڪنڊ
شُڪُرُ = شڪرانو، ٿورو

## (ع)

53. عالِم = داناءُ، ڄاڻندڙ
عالَم = دنيا، جهان

## (ڦ)

54. ڦڏو = جهيڙو رنڊڪ
ڦِڏو = ڏنگو، ٽيڙهو

## (ق)

55. قَسم = سُونهَن، حلف
قِسم = نمونو
56. قوت = ڪاڌو
قُوت = طاقت

## (ڪ)

57. ڪار = ڪم
ڪار Car = موٽر
58. ڪَڇڻ = ماپڻ
ڪُڇڻ = چوڻ

59. کَل = سڀ
کَلَ = مشين
60. ڪَلَ = گهراٽو
ڪِنَ = ڪچرو گندگي
61. ڪُنَ = گرداب
ڪَرَ = خبر
ڪَرِ = قوم
ڪِرِ = تاندي جي ڪر

## (گ)

62. گجي = صابڻ جي جهاڳ
گِجي = پکي جي گجي
63. گلَ = ڦل
گِلِ = مٽي

## (ڳ)

64. ڳرَ = گردو
ڳرَ = سان, ويجهو (حرف جر)

## (گھ)

65. گهتَ = پوست
گهت = ٿورو

## (ل)

66. لِڏِ = گڏھ جو ڇيڻو
لَڏَ = بوجو, بار

## (م)

| | | | |
|---|---|---|---|
| .67 | مور | = | پکي جو نالو |
| | مورَ | = | وڻ جا گونچ |
| | مُورَ | = | موڙي واري رقم |
| | مورِ | = | هرگز (حرف جر) |
| .68 | مِلو | = | ميڻاج وارو |
| | مَلو | = | خراب پائڻ يا سمجهڻ |
| .69 | مُلڪ | = | ڏيهه |
| | مَلَڪ | = | فرشتو |
| | مَلِڪ | = | بادشاهه |
| | مِلڪَ | = | ملڪيت |
| .70 | مَڪِ | = | جيت |
| | مُڪَ | = | وات |
| | مِڪَ | = | ٿري وارو گودو |
| .71 | مِچَ | = | ميڇالو |
| | مُچَ | = | ڪٺيل ڦوا (پيس) يا ڊپ |
| .72 | مُهرَ | = | ڪابين |
| | مَهرَ | = | ڪابين |
| | مُهرَ | = | ٺپو Stamp |
| | مِهرَ | = | مهرباني، شفقت |

## (ن)

| | | | |
|---|---|---|---|
| .73 | نور | = | روشني |
| | نورَ | = | جانور جو نالو. |

## (و)

| | | | |
|---|---|---|---|
| 74. | وَٽَ | = | ٻنيءَ جي وٽ |
| | وَٽَ | = | وروڪڙ |
| | وَٽَ | = | آڏ |
| | وَٽَ | = | آڏ |
| | وَٽَ | = | حصو |
| | وٽ | = | پرسان (حرف جر) |
| 75. | وَرُ | = | مڙس |
| | وَرُ | = | ڏنگ، ڪوتائي |
| | وَرُ | = | وکڙ ڦيرو |

وَرُ ٻر ڪونهي ور

ڏيرن ور وڏو ڪيو.

(شاه ڀٽائي رحہ)

| | | | |
|---|---|---|---|
| 76. | ويرَ | = | وقت |
| | وِيرُ | = | بهادر |
| | وِيرُ | = | لهر |

## (هہ)

| | | | |
|---|---|---|---|
| 77. | هَرَ | = | کيتي جو اوزار |
| | هُرَ | = | يادگيري |
| 78. | هَرَڻُ | = | دل سان لڳڻ |
| | هَرَڻُ | = | مرگهہ (جانور) |

## (ک)

79. کنبھ = پکيءَ جا پک يا پَرَ

کُنبھ = ڏوهي جي ٻلي

80. ڪارو = ڪارو ذائقو

ڪارو = ٽوڪرو

81. کَٽ = چارپائي

کَٽ = درگاهه تي رکيل نذرانو.

## (ب)

اهڙا لفظ جن جو آواز تقريبا هڪ جهڙو آهي، پر معنيٰ ۽ صورتخطي ۾ گهڻو تفاوت ٿئي ٿو.

1. آر = پيار

عار = اعتراض - عيب، غيرت

2. ابد = هميشه

عبد = ٻانهو

3. اشڪ = اک جو ڳوڙهو

عشق = محبت

4. اسرار = ڳجهه

اصرار = ضد، زور ڀرڻ

5. بقا = جٽاءُ

بُڪا = روئڻ

6. باقي = بچت

باڪي = ڏپ وارو

7. بحر = سمنڊ، شعر جو وزن

[illegible] = واسطي

| | | | |
|---|---|---|---|
| .8 | توڙ | = | انداز توڙ مان اسر |
| | طور | = | طريقو |
| | طُور | = | جبل جو نالو |
| | تور | = | ساڳي چمار واروبار، هڪ تهي |
| .9 | تاڪ | = | تاڙ |
| | طاق | = | دروازي جو اڌ |
| .10 | جامہ | = | ڪپڙو پهرياڻ |
| | جامع | = | گڏ ڪندڙ پورو |
| .11 | حلال | = | جائز |
| | هِلال | = | پهرئين تاريخ جو چنڊ |
| .12 | حيات | = | زندگي |
| | هيات | = | منهن، شڪل |
| .13 | هل | = | "هلڻ" جو امر واحد |
| | حل | = | آسان طريقو |
| | حل | = | پڪو |
| .14 | خطن | = | خط جو جمع |
| | خُطن | = | شهر جو نالو |
| .15 | سفر | = | مسافري |
| | صفر | = | مهيني جو نالو |
| .16 | سور | = | ڏک، درد |
| | سُوَرُ | = | مرون، خنزير |
| | صوَر | = | صورت جو جمع |
| | صور | = | ناد |
| .17 | سبا | = | يمن جي هڪ قبيلي جو نالو |
| | صبا | = | اپرندي جو واءُ، صبح جي هوا |
| .18 | سلوڪ | = | قرب، تصوف جي وات |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | سلوڪ | = | |
| .19 | | = | شڪ وارو، بدگمان |
| | شڪ | = | گمان |
| | شق | = | چير |
| .20 | صواب | = | سنئون |
| | ثواب | = | چڱو ڪم |
| .21 | صلاح | = | مشورو |
| | سلاح | = | هٿيار |
| .22 | صحر يا صحرا | = | رڻ پٽ |
| | سِحر | = | جادو |
| | سحور | = | اسحور، روزي رکڻ جو وقت |
| | سَحر | = | صبح |
| .23 | محل | = | جاءِ، محلات |
| | مهل | = | وقت |
| .24 | صورت | = | شڪل، مُنهن |
| | سورت | = | قرآن مجيد جي سورت |
| .25 | صيد | = | شڪار |
| | سيد | = | سردار |
| .26 | طوطو | = | چتون، مٺو |
| | توتيو | = | دوا جو نالو |
| .27 | عمل | = | ڪم |
| | اَمَل | = | آفيم |
| | اَمَلُ | = | بي ملهو |
| .28 | عمر | = | حياتي، جمار |
| | اَمر | = | نه مرندڙ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 29. | عَلَمُ | = | جهنڊو |
| | عِلم | = | ڄاڻ |
| | الم | = | غم |
| 30. | عرض | = | وينتي |
| | ارض | = | زمين |
| 31. | عمان | = | نارجو نالو |
| | امان | = | سلامتي |
| 32. | عليل | = | بيمار |
| | اليل | = | ڇريو پور |
| 33. | اثر | = | تاثير |
| 34. | عصر | = | زمانو |
| | عاصي | = | گنهگار |
| 35. | آسي | = | اميدوار |
| | فقر | = | غربت |
| 36. | فڪر | = | انتظار ڳڻتي، سوچ |
| | قابل | = | لائق، هوشيار |
| 37. | ڪابل | = | شهر جو نالو |
| | قيصر | = | بادشاه جو لقب |
| | ڪيسر | | زعفران |
| 38. | قيس | = | ماڻهوءَ جو نالو |
| | ڪيس | = | واردات، رنگ |
| 39. | قَلَقُ | = | ارمان |
| | ڪَلَڪُ | = | ٺڪر |
| | ڪِلڪ | = | ڪانهن جو قلم |
| 40. | قُل | = | ڇٺو |
| | ڪَلُ | = | سڀ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 41. | قلعو | = | ڪوٽ |
| | ڪلو | = | ڪاٺ يا لوھ جو ڪلو |
| | ڪُلو | = | ٽوپي |
| 42. | ڪسرت | = | ورزش |
| | ڪثرت | = | گهڻائي |
| 43. | 43. ڪثر | = | واڌ |
| | ڪسر | = | سستي |
| 44. | محنت | = | جفا ڪشي، پورهيو |
| | مُهنت | = | هندن جو وڏو پائو |
| 45. | مقرر | = | ثابت ٿيل |
| | مڪرر | = | وري، ٻيهر |
| 46. | محل | = | جاء محلات |
| | مهل | = | وقت |
| 47. | مشق | = | ڪاهي |
| | مُشڪ | = | ڪستوري |
| 49. | نقطو | = | ٽهڪو |
| | | = | نازڪ خيال ڳالھ |
| 50. | نذر | = | پيتا |
| | نظر | = | ديد |

## مرڪب لفظ Compound words

1. اڳاڙيون = سابقہ = Prefix
2. پڇاڙيون = لاحقہ = Suffix

سنڌيءَ ۾ ڪيترائي اهڙا مفرد لفظ آهن، جن جي اڳاڙيءَ ۾ يا پڇاڙيءَ ۾ فارسي، عربي ۽ سنسڪرت ٻولين جو نشانيون لڳائڻ سان مرڪب لفظ ٺهندا آهن.

جيئن تہ "ملهہ" لفظ جي اڳيان "اَ" (انڪاري حرف آهي جنهن جي معنيٰ آهي "نہ") حرف لڳائڻ سان ٺهندو اَ + ملهہ = اَملهہ معنيٰ جنهن جو ڪو ملهہ نہ هجي.


## مرڪب لفظ Compound words

1. اڳاڙيون = سابقہ = Prefix
2. پڇاڙيون = لاحقہ = Suffix

سنڌيءَ ۾ ڪيترائي اهڙا مفرد لفظ آهن، جن جي اڳاڙيءَ ۾ يا پڇاڙيءَ ۾ فارسي، عربي ۽ سنسڪرت ٻولين جو نشانيون لڳائڻ سان مرڪب لفظ ٺهندا آهن.

جيئن تہ "ملهہ" لفظ جي اڳيان "اَ" (انڪاري حرف آهي جنهن جي معنيٰ آهي "نہ") حرف لڳائڻ سان ٺهندو اَ + ملهہ = اَملهہ معنيٰ جنهن جو ڪو ملهہ نہ هجي.


اهڙيءَ طرح "دل" هڪ مفرد لفظ اهي. جنهن جي پڇاڙيءَ ۾ فارسي علامت "افروز" (مصدر افروختن = روشن ڪرڻ) حرف لڳائڻ سان مرڪب لفظ ٺهندو "دل افروز" جنهن جي معنيٰ آهي، دل کي روشن ڪندڙ.

اهڙيءَ طرح "املهہ" ۽ "دل افروز" مرڪب لفظ ٿيا ۽ مفرد لفظ پنهنجي جاءِ تي قائم آهن. پهريون مثال اڳاڙين جو آهي ۽ ٻيون مثال پڇاڙين جو آهي.

# اڳاڙيون Prefix

## مرڪب لفظ

أ معنيٰ نہ "أ" انڪاري لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "نہ"

| | | |
|---|---|---|
| أملهہ | = | (أ+ ملهہ) جنهن جو ڪو ملهہ ٿي نہ هجي. |
| أتوٽ | = | (أ + توٽ) نہ ٽٽڻ وارو مضبوط. |
| أڳڻت | = | (أ + ڳڻت) نہ ڳڻندڙ تمام گهڻو. |
| ألکو | = | (أ + لکو( (لکڻ = ڏسڻ) = ڏسڻ ۾ نہ اچڻ. |
| أبوجهہ | = | (أ + بوجهہ = سمجهہ) = سمجهہ نہ رکندڙ بي سمجهہ. |
| أروٽ | = | (أ + روٽ = ڀڪل ماني) نہ ڀڪل، ڪچي ماني. |
| أنياءِ | = | (أ + نياءُ = انصاف) = ظلم، انڌير. |
| أٺاسو | = | (أ + ناسا = نڪ) = نڪ کان سواءِ، بي نڪو، بيشرم. |
| أورچ | = | (أ + ورچ) ڪڪ نہ ٿيندڙ، محنتي. |
| أڀاڳو | = | (أ + ڀاڳ) جنهن جو ڀاڳ نہ هجي نڀاڳو |
| أوديا | = | (أ + وديا = علم) = جهالت، اڻ ڄاڻائي. |

.اڻ معنيٰ نہ (انڪاري لفظ آهي)

جيئن تہ: اڻ لڀ، اڻبس، اڻ توريو، اڻ ڄاڻ، اڻ ڏٺو، اڻ پڙهيل، اڻ تارو، اڻ ميو، اڻ سونهون، اڻ ڪونيو، اڻ مرٽ، اڻ واقف، اڻ ورچ، اڻ هوند وغيره

## مرڪب لفظ

## اڳاڙيون

"بي" انڪاري حرف آهي، جنهن جي معنيٰ آهي سواءِ، بغير، فارسي علامت آهي،

جيئن تہ :

| | | |
|---|---|---|
| بيشمار | = | (بي + شمار= ڳاڻيٽو) = بي انداز، تمام گهڻو |
| بيوقوف | = | (بي + وقوف) = ناسمجهہ، بي عقل |

| | | |
|---|---|---|
| بيشرم | = | (بي + شرم) = جنهن کي حياءُ نہ هجي. |
| بي وفا | = | (بي + وفا)= جيڪو دوستي نہ نباهي |
| بيڪار | = | (بي + ڪار= ڪم) = بنا ڪم جي، بغير ڪم جي. |
| بيرحم | = | (بي + رحم) سواءِ ٻاجھہ جي، ظالم |
| بي هوش | = | (بي + قرار= آرام) = بنا آرام جي، پريشان. |
| بي مثال | = | (بي + مثال) جنهن جهڙو ڪوبہ نہ هجي. |

☆ "با" معنيٰ سان، وارو، همراهہ

☆ فارسي علامت آهي.

جيئن تہ: باقاعدي، باخبر باادب، باوفا، بامراد، باحيا"، باوقار وغيره.

☆ "بر" معنيٰ تي، مٿي.

فارسي علامت آهي، جيئن تہ:

برخلاف، برحق، برطرف، برعڪس، برپا وغيره

☆ "بد" معنيٰ بڇڙو خراب

فارسي علامت آهي. جيئن تہ:

بدمعاش، بدخواهہ، بدتميز بدچال، بدافعال، بداعتقاد، بدبخت، بدنصيب، بدبوءِ، بدڪار، بدنام، بدشڪل وغيره.

☆ "غير" معنيٰ سواءِ انڪاري حرف آهي. عربي علامت آهي،

غير حاضر غير موزون، غير ذميدار غير موجود، غير آباد وغيره.

☆ "لا" معنيٰ نہ

لا عربي علامت آهي، انڪاري حرف آهي

جيئن تہ:

| | | |
|---|---|---|
| لافاني | = | (لا = نہ + فاني= بقا") = جنهن کي بقا" يا جتا" نہ هجي. |
| لاثاني | = | (لا = نہ + ثاني= مَٽَ،برابر) = جنهن جو ڪو مٽ نہ هجي. |
| لاپرواهہ | = | (لا = نہ + پرواهہ) = جنهن کي پرواهہ نہ هجي بيپرواهہ. |
| لاوارث | = | ( لا= نہ + وارث) = جنهن جو وارث نہ هجي، نڌڻڪو. |

لاطمع = (لا = نہ + طمع = لالچ)= جنهن کي لالچ نہ هجي.

لا مذهب = (لا = نہ + مذهب) = جنهن جو ڪو مذهب نہ هجي ملحد

لاغرض = (لا = نہ + غرض = پرواهہ) = بي پرواهہ.

## مرڪب لفظ

☆ هم معنيٰ ساڳيو، پاڻ ۾

هم جنس = هم + جنس) = ساڳي جنس وارو يا واري.

هم راز = (هم = ساڳيو + راز = ڳجهہ) = هڪ ٻئي جي ڳجهہ کان واقف

همعصر = (هم = ساڳيو + عمر = وقت) = هڪ وقت يا ساڳي وقت وارو يا واري، سنجوڳي.

همدرد = (هم = ساڳيو + درد = ڏک، سور) = ڏک ڀائي.

هم پيشہ = (هم = ساڳيو + پيشہ = ڌندو) = ساڳئي ڌندي وارو

هم آواز = (هم + آواز) = سرُ يا راڳ ۾ شريڪ.

☆ نيم معنيٰ اڌ

فارسي علامت آهي. جيئن تہ:

نيم ملا = (نيم + ملا) = اڌ ملئون، ٿوري علم وارو.

نيم حڪيم = (نيم + حڪيم) = حڪمت جي ٿوري ڄاڻ وارو.

نيم جان = (نيم + جان = ساهہ) = اڌ مئل.

نيم قطر = (نيم + قطر) = اڌ قطر، گول جي گهري کان مرڪز تائين سڌي ليڪ، جاميٽريءَ جي اصطلاح.

☆ سر معنيٰ مٿو، چوٽي، شروعات. (فارسيءَ جي علامت)

سربراهہ = اڳواڻ، انتظام رکندڙ.

سرپرست = سنڀاليندڙ، مددگار.

سرتاج = آقا، مالڪ.

سرفراز = ممتاز، بلند.

سرمست = بيهوش، مجذوب، نشي ۾ چور.

# مرڪب لفظ

## پچاڙيون Suffix

☆ آرا = سينگارڻ وارو سينگاريندڙ

فارسي علامت آهي. مصدر: آراستن = سينگارڻ.

| | | |
|---|---|---|
| بزم آرا | = | مجلس کي سينگاريندڙ. |
| جلوه آرا | = | جلوو پسائيندڙ |
| صف آرا | = | صف کي سينگاريندڙ |
| معرڪ آرا | = | جنگ جي ميدان کي سونهن بخشيندڙ زبردست |

☆ آميز فارسي علامت آهي.

(مصدر: آميختن = گڏڻ) مان ورتل آهي.

جيئن ته:

| | | |
|---|---|---|
| شرارت آميز | = | شرارت سان ڀريل، شرارتي. |
| نصيحت آميز | = | نصيحت وارو، نصيحت سان ڀريل. |
| مصلحت آميز | = | نصيحت وارو، نصيحت سان ڀريل. |
| مصلحت آميز | = | مصلحت وارو. |

☆ افزا = وڌائيندڙ، فارسي علامت آهي.

مصدر ائس: افزودن = وڌائڻ.

جيئن ته:

| | | |
|---|---|---|
| روح افزا | = | روح کي آرام ڏيندڙ. |
| صحت افزا | = | صحت کي وڌائيندڙ. |
| رونق افزا | = | سونهن کي وڌائيندڙ. |
| همت افزا | = | همت ڏياريندڙ يا وڌائيندڙ. |

☆ انديش = فڪر ڪندڙ، سوچيندڙ.

فارسي علامت آهي.

مصدر: انديشيدن = سوچڻ

| | | |
|---|---|---|
| دور انديش | = | وڏي سوچ وارو، پري سوچيندڙ. |
| بد انديش | = | خراب سوچ وارو، خراب سوچيندڙ. |
| عاقبت انديش | = | پڇاڙي لاءِ سوچيندڙ، آخرت لاءِ فڪر ڪندڙ. |
| ڪوتاهه انديش | = | گھٽ سوچ رکندڙ. |

☆ باز = ڪيڏندڙ وري وري (فارسي علامت آهي)

مصدر: باختن = ڪيڏڻ، هارڻ

| | | |
|---|---|---|
| دغاباز | = | دغا ڪندڙ. |
| دوکي باز | = | ڌوکو ڪندڙ. |
| راست باز | = | سچار. |

☆ بين = ڏس. (فارسي علامت آهي)

مصدر: ديدن = ڏسڻ.

| | | |
|---|---|---|
| باريڪ بين | = | اونهي سوچ وارو، تيز سوچ رکندڙ. |
| خوردبين | = | ننڍيون شيون ڏسڻ جو اوزار. |
| دوربين | = | پري واريون شيون ڏسڻ وارو اوزار، وڏي سوچ رکندڙ. |

☆ پذير = قبول ڪيل، پسند (فارسي علامت آهي)

مصدر: پزيرفتن = قبولڻ، پسند ڪرڻ.

| | | |
|---|---|---|
| ترقي پذير | = | اڳتي وڌندڙ، ترقي پسند ڪندڙ |
| قيام پذير | = | دير تائين رهائش اختيار ڪندڙ |
| دل پذير | = | دل کي وڻندڙ. |

☆ پيما = ماپ (فارسي علامت آهي)

| | | |
|---|---|---|
| ڪوهه پيما | = | جبل ماپيندڙ. |
| فلڪ پيما | = | آسمان ماپيندڙ. |
| حرارت پيما | = | گرمي ماپيندڙ، ٿرماميٽر. |
| بارش پيما | = | مينهن ماپڻ جو اوزار (Raingauge) |

☆ خواهہ = گھر (فارسي علامت آهي.)

مصدر: خواهستن = گهرڻ، چاهڻ.

| | | |
|---|---|---|
| بدخواهہ | = | برو چاهيندڙ. |
| خيرخواهہ | = | ڀلو چاهيندڙ. |
| خاطرخواهہ | = | مرضي مطابق. |

☆ دان = ڄاڻندڙ، جڳهه، جاءِ هنڌ

فارسي علامت آهي. (مصدر: دانستن = ڄاڻڻ)

| | | |
|---|---|---|
| نادان | = | بي سمجهه، بيوقوف |
| قدردان | = | قدر سڃاڻندڙ عزت ڪندڙ |
| غيب دان | = | ڳجهه جو علم رکندڙ. |
| قلمدان | = | قلم رکڻ جي جاءِ. |
| روشندان | = | اهو هنڌ جتان روشني اچي، منگهه (Ventilator) |

☆ - فارسي علامت آهي

زار- جڳهه، هنڌ، مَقام، گهڻائي.

| | | |
|---|---|---|
| گلزار | = | گلن واري جاءِ، باغ، رونق. |
| لالہ زار | = | اهو باغ جنهن ۾ لالہ جا گل هجن. |

☆ گاهہ = جڳهه، مڪان، جاءِ (فارسي علامت آهي)

| | | |
|---|---|---|
| درس گاهہ | = | سبق جي جاءِ، مدرسو، اسڪول |
| عيدگاهہ | = | اهو ميدان جتي عيد نماز ادا ڪجي. |
| رصد گاهہ | = | تارن جي گردش کي جاچڻ واري جاءِ |
| آرام گاهہ | = | آرام ڪرڻ جي جاءِ |
| سجده گاهہ | = | سجدي جي جاءِ، مسجد. |
| منزل گاهہ | = | منزل ڪرڻ جي جاءِ. |
| شڪارگاهہ | = | شڪار ڪرڻ واري جوءِ. |
| چراگاهہ | = | مال جي چرڻ واري جوءِ. |
| پناهہ گاهہ | = | پناهہ وٺڻ جي جاءِ. |
| تماشہ گاهہ | = | تماشي جي جاءِ. |

# ٻيا مرڪب لفظ

مرڪب لفظ ٻن يا وڌيڪ ڀاڱن مان ٺهي ٿو. هر هڪ ڀاڱي جي معنيٰ ڌار ڌار آهي ۽ انهن مان انهي لفظ جي معنيٰ جڙي ٿي. جيئن ته گهڻگهرو لفظ آهي. جنهن جا ٻه ڀاڱا آهن "گهڻ ۽ گهرو" ٻنهي ڀاڱن جي معنيٰ ڌار ڌار آهي. انهي سڄي لفظ جي معنيٰ ٿيندي ڀلو چاهيندڙ يا سچو دوست.

گهڻا اهڙا مرڪب لفظ آهن. جيڪي گهڻو استعمال ٿين ڪري مخفف ٿي ويا آهن. مفرد ٻيا معلوم ٿين. جيئن ته "شهنشاهه" جيڪو اصل لفظ هو شاهه شاهان يعني بادشاهن جو بادشاهه.

ڪي مرڪب لفظ ڪنهن اسم. صفت ۽ عدد ملائڻ سان جڙن ٿا.

جيئن ته:

| | |
|---|---|
| اسم سان : | گهرڌڻي، راڄ ڌڻي، ڳوٺ ڌڻي، ڪٺا مار، هٿ ڦاڙ ۽ شهر نيڪالي وغيره. |
| صفتن سان: | چڱو ڀلو، اڳهو سڳهو، لولو لنگڙو، امير غريب شاهه گدا وغيره. |
| عددن سان: | گهٽ وڌ، ٻيٽا ٽيٽا، سوين هزارين، ٻه ٽي، ست پنج، ٻيهري، چوماسو، هڪدم وغيره |

# هيٺيان لفظ مرڪب آهن

ريل گاڏي، پليٽ فارم، رفيق حيات، جميعه المسلمين، تبليغ اسلام، جامع الازهر، تاحيات، ڪاروهنوار، ڏينهون ڏينهن، راتو رات، باوفا، آمدرفت، خريد و فرخت، غمگين، سنگدل، پرهيزگار، پاڪستان، غريب پرور، شاهاڻو ۽ ڪم فهم.

# ٻٽا لفظ

سنڌيءَ ۾ خواه ٻين ٻولين ۾ ٻٽا لفظ ٿيندا آهن جن جون چار صورتون آهن:
هڪڙا اهڙا لفظ جيڪي ٻئي سنڌي جا ٻنهي جي معنيٰ ۾ ساڳي هوندي آهي. ٻئي صورت ۾ هڪ لفظ سنڌي جو ته ٻيو لفظ ٻئي ٻوليءَ جو هوندو آهي. مگر معنيٰ ٻنهي جي ساڳي هوندي آهي ٽئين صورت ۾ ٻئي لفظ سنڌيءَ جا هوندا آهن. مگر ٻنهي جي معنيٰ هڪ ٻئي جي ابتڙ هوندي آهي. چوٿين اهڙي صورت، جنهن ۾ هڪ لفظ سنڌي ته ٻيو لفظ مهمل يعني بي معنيٰ جيڪو ناليءَ پراءِ يا وزن پورو ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي.

مثال طور:

پهرئين صورت: آس اميد، اهنج ايذاءَ، اڌواڌ.

ٻئي صورت: ڦٽ لعنت، لڄ لوفر، لڄ شرم.

ٽئين صورت: اڄ وڄ، انڌو منڊو، اڪهوسڪو، امير غريب، اڳ پوءِ اڳيان پٺيان.

چوٿين صورت: پاڻي ڇاڻي، ٻهاري سهاري، چڊو ٻاڊو، ٽڪر ٽانپو، ٻسو ٻنجڙ وغيره

آ : آ: آڌر ڀاءُ، آب تاب، آيو ويو، آفي باقي، آل جال، آند مانڊ، آنيار سانپار، آمهون سامهون، آزي نيزاري، آکڙ شاکڙ وغيره

الف : اڄ وڄ، انڌو منڊو، ابو ڏاڏو، اڪهو سکهو، اويل سويل، اڳ پٺ، اگڙي ٽگڙي، ايندي ويندي، الڳ الڳ، ابتا سبتا، اکن چکن، الرپلو، اڏو گابرو، اڏگيڊو اٽ ويهه، اجايو سجايو، ايڪڙ ٻيڪڙ، انگوونگو، اونگهه سونگهه، انعام اڪرام، انڌو سونڌو، اوسي پاسي، اوڙو پاڙو، اوهي واهي، اوکي سوکي، اوٺو پوٺو، وغيره.

ب : بدل سدل، بدشد، بيماري سيماري، بڻ بنياد، بلوچيڻي وغيره

ٻ : ٻار ٻچو، ٻوڙان ٻوڙ، ٻوڙ ٻلاءُ، ٻڏتر ٻٽ ٻٽ، ٻاڪر ڪنو، ٻوڏ ڦوٽ، ٻڪر ٻوسات، ٻالو ٻولو، ٻني ٻارو، ٻڏ چوڙ ٻڏ ٻڏان.

ڀ : ڀج ڊاهه، ڀاڄي ڀتو، ڀنگ ڀڳڙو، ڀوڪ ڀصر، ڀلو ٻرو، ڀيد ڀاءُ، ڀلي ڀٽ، ڀاڳي ڀائيوار ڀاڳ بخت وغيره

ت — تپ تاءُ، ترڪ تال، تڙي ڪڙي، تورتڪ، تڏو تونئري، تڙتڪڙ، تنبو تولان

ٿ — ٿلهو متارو، ٿڌي ڪرسي، ٿڪ هڻي، ٿڪي ٿتي، ٿاڻو ٿپو وغيره

ٽ — ٽهل ٽڪور، ٽوپو ٽڙو، ٽڪر ٽانپو، ٽرٽن ٽهه ٽهه، ٽيرو ميرو، ٽڙيل پڪڙيل،
ٽڪو پئسو وغيره

ٺ — ٺڙو ٺڪاءُ، ٺڪا ٺوڪي، ٺهه پهه، ٺاهه ٺوهه، ٺهيو ٺڪيو، ٺينگ ٺپا،
ٺاشاماشا، ٺهيل ٺڪيل، ٺهي جڙي، ٺٺ ٺانگر وغيره

پ — پئسو ٽڪو، پئسو پنجڙ، پڇاڳاڇا، پٽ ڪوهه، پٽ پاراتو، پير فقير پنڪو
سنڪو، پڪي پڪو، پيٽ قوت، پڪاپختا، پاسو پلٽ، پٽ سٽ، پن سن
وغيره.

ج — جند جان، جوان جمان، جٺ ڦٺ، جيو جنتو، جڳ جهان، جيڪو تيڪو،
جوڙجڪ وغيره.

ڄ — ڄاڻي واڻي، ڄاڻي ٻجهي، ڄٽ ڄاموٽ، ڄمر موت، ڄاڻ سڃاڻ.

جهہ — جهنگ جهر، جهڙو تهڙو، جهيڙو جهٽو.

چ — چوڻ چوائڻ، چٺو چاءُ، چڱو ڀلو، چڱو چوکو، چرچو، چرچو گهٻو، چلي
چپاٽي، چٽ گل، چپ چاپ، چڪنا چور، چال چلت، چٽا پيٽي وغيره.

ڇ — ڇڪ تاڻ، ڇيڙ ڇاڙ، ڇن ڇٽ، ڇنڊ ڇاڻ، ڇڙو ڇانڊ وغيره.

ح — حيلو وسيلو، حيلو حوالو، حال احوال، حساب ڪتاب، حلال حرام.

خ — خط پٽ، خبر چار، خون ڪٿوري، خوش دل، خرچ پکو، خواب خيال، خدمت
چاڪري، خوار خراب، خير خوبي وغيره

# ٻٽا لفظ

د داڻو پاڻي، دانهن ڪوڪ، دم دلاسو، دربدر دهل دمام، دوا دارون دوا درمل، دڙڪو داب، دوا ستي، دور دراز، دهڙ دوس وغيره

ڊ ڊوتي پوتي، ڊڪ ٻجو، ڊوڙ ڇائي، ڊڪا ٺاپا، ڊٺي سائين، ڊنڊو ڊاڙي، ڊٺي ڊوڙي، ڊن دولت وغيره.

ڏ ڏڪ سڪ، ڏيک ويک، ڏسي واسي، ڏسٽو وائسٽو، ڏٺو وائو، ڏي وٺ، ڏٺو موٺو، ڏس پتو، ڏکيو سکيو، ڏيتي ليتي، ڏنل وائل، ڏک ڏاکڙا، ڏنگو ڦڏو وغيره.

ڍ ڍڪ ڍوڙ، ڍاهه ڍوهه، ڍپ ڍاءَ، ڍيگهه ويکر، ڍاڙ ڦاڙ.

ذ ذات پات، ذرو پرزو، ذڪر فڪر، ذوق شوق

ر رڙ پڇاڙ، روڄ راڙو، ريل ڇيل، رات ڏينهن، راندروند، راهه رباني رلي چلي، رلي ملي، رلٺو ملٺو، رن روڳڙي، راتو واهه، رنگ روپ، رنگ روغن، رتو چاڙ، رکي سکي وغيره

ز زر زيور، زور ظلم، زال زنب، زهر پهر زير زبر زيربار وغيره

س سکيو ستائبو، سکيو سهنجو، سچو سارو، سچ پچ، سيڏو سامان، ساٽ سوٽ، سڏو سنئون، سامان سڙو، سار سنڀال، سوڙ سنگوڙ، سٽ ڪٽ، سٽ پٽ، سڻ ٻڻ، سنڪو پنڪو، سگهو ڏاڍو، سڏ سماءُ، سيل مهر، ستي

ش ڦکي وغيره.

ص شادي مرادي، شڪ شبهو، شڪ گمان، شيءِ شڪل، شان شوڪت، شان مان.

صاف سٿرو، صلح صفائي، صبح شام، صلح سانت.

ط طعنو تنڪو، طوعاً ڪرهاً، طور طريقا، طولي طويل.

ع عام جام، عام خاص، عموماً خصوصاً

ڪ ڪپڙو لٽو، ڪپڙو گندي، ڪمي ڪاسبي، ڪن ڪچرو، ڪنو ڪوجهو، ڪوڙسچ، ڪنڊ ڪڙڇ، ڪاريٽ، ڪاروهنوار، ڪم ڪار وغيره.

ل ڦير ڦار، ڦير گهير، ڦرلٽ، ڦٽ ڦرڙي، ڦلاڻو نيرڙو، ڦٽ لعنت وغيره

ک کاڌو پيتو، کيتي ٻاڙي، کيل تماشو، کڏون کوٻا، کنڊ کير، ککو وکو وغيره.

گ گول مول، گارگند، گپ شپ، گانو بجانو، گپا گيهه، گپ چڪ گند ڪچرو، گاڏڙ ساڏڙ، گل ڦل، گهل گيتاڻ، گوهڙ گلا غيبت وغيره

ڳ ڳهه ڳنو، ڳالهه ٻولهه، ڳجهه ڳوهه، ڳڻ ڳوت وغيره

گھ گھورگت، گھرٻار، گھوگھات، گھٽ وڌ، گھٽ گھيڙ، گھمڻ ڦرڻ وغيره.

ل لاهين چاڙهين، لائي چائي، لچ لفنگو، لهه وچڙ، لولو لنگڙو، لِڪ ڇپ، ليڪو چوڪو، لٽي پٽي، لڪ چوري، لاڏ پلاڻ، لاهي ٻائي، ليٽ سيٽ، لهو ٽهو، لڳ ٻڳ وغيره

م مِٽ مائٽ، ملر پٽي، منٽ ميڙ، ميڙي چونڊي، ميو متارو، مارڪٽ مهمان مڙو، ماٺهو چيٺو، مان مرتبو، مڙهه مقام، مٽ سٽ ميٽ محبت، مرچ مصالحو وغيره.

ن نالو نشان، نوڪر چاڪر، ناز نخرو، نٿيو وڏو، نٿڍي نيٽي، نئون نڪورو، نشوپتو، نت نئون، نياز نئڙت، نقش قدم وغيره.

و وٺج واپار، ويج طبيب، واءُ ساءُ، وڌ گهٽ، وڻ ٽڻ، ونڊ ورچ، ونڊ ورونهن، واپاروڙو وارا جمارا، وڏي ويجهي، واٽيو وڪال، وٺ پڪڙ، وٺ وٺان، ويروڌ، ورو ڪڙ وغيره

ھ هاري ناري، هٿون هٿ، هيرا جواهر هنڌين ماڳين، هلت چلت، هڪ ٻڪو، هڪيو تڪيو، هنڌ بسترو، هڏ ڏڪي، هروڀرو، هڙان وڙان، هڪ هڪائي، هيٺ مٿيٺ، هوندي سوندي، هيٺ مٿي، هلي چلي وغيره

## باب پهريون

# علم بيان

علم بيان نثر يا نظم کي اثرائتي انداز سان ظاهر ڪرڻ جي هڪ طاقت آهي، جيڪا پڙهندڙ يا ٻڌندڙ کي متاثر ڪري ٿي. ان تحريري بيان کي اثرائتو بنائڻ لاءِ جامع لفظن ۽ اصطلاحن سان سينگاري سنواري پيش ڪرڻ کي علم بيان چئبو آهي.

### علم بيان جا هيٺيان چار پاڱا آهن.

1. تشبيهه 2. استعارو 3. مجاز مرسل 4. ڪنايو

### 1. تشبيهه Simile

مثال: 1. گلن جهڙا ٻارڙا ڦلن جيئن نپجن.

2. احمد شينهن جهڙو جوان آهي.

پهرئين مثال ۾ ٻارن جي گلن سان ڀيٽ ڪئي ويئي آهي. جهڙي طرح گل ڏسڻ ۾ سهڻا، ڳاڙها، ٽڙيل ۽ تازا نظر ايندا آهن. اهڙي طرح ٻارن ۾ به اهي سڀ خوبيون موجود هونديون آهن. تنهن ڪري ٻارن جي گلن سان ڀيٽ ڪئي ويئي آهي. هتي گلن جي خوبي ٻارن کان وڌيڪ تصور ڪئي ويئي آهي. انهي ڪري مشبهه (ڀيٽيل) کان مشبهه به (جنهن سان ڀيٽيو ويو) جي خوبي وڌيڪ سمجهي ويندي آهي. ٻي حالت ۾ تشبيهه غلط ۽ بي اثر ثابت ٿيندي.

هاڻي مٿئين پهرئين مثال۾ ٻار ٿيا "مشبهه" (ڀيٽيل) ۽ گل ٿيا "مشبهه به" (جنهن سان ڀيٽيا ويا) ۽ "جهڙا" حرف تشبيهه آهي. اِهي ٿيا ٽي ارڪان چوٿون رڪن "سهڻا" وجهه تشبيهه (ڀيٽ جو سبب) جيڪو ڳجهو رکيل آهي.

ٻئي مثال ۾ احمد انسان جي طاقت جي لحاظ کان هڪ طاقتور جانور شينهن سان ڀيٽ ڪيل آهي. تنهن ڪري احمد ٿيو مشبه ۽ شينهن ٿيو مشبه به ۽ جهڙو تشبيهه آهي ۽ چوٿون رڪن وجهه تشبيهه (بهادري) ڳجهو رکيل آهي. مٿين مثالن مان معلوم ٿيو ته تشبيهه ۾ چار ارڪان آهن. انهن کان سواءِ هڪ ٻيو به رڪن هوندو آهي. جنهن کي غرض تشبيهه (ڀيٽ جو سبب) چئبو آهي. اهو سڀ ڪنهن تشبيهه ۾ ڳجهو رکيل هوندو آهي. جيئن ته پهرئين مثال ۾ غرض تشبيهه آهي، ٻارن جي تعريف ۽ ٻئي مثال ۾ احمد جي بهادري جي واکاڻ آهي.

**وصف:** ٻن يا وڌيڪ شين يا ساهوارن ياحالتن جي ڀيٽ ڪرڻ يا هڪ جهڙائي ڏيکارڻ کي تشبيهه چئبو آهي. تشبيهه جي لفظي معنيٰ آهي هڪ شيءِ کي ٻئي جهڙو سمجهڻ يا ڀيٽ ڪرڻ.

**تشبيهه جا حرف:** مثل، وانگر، وانگيان، وانگي، جان، جيان، جيئن ۽ جهڙو وغيره.

## 2.استعارو Metaphor

مثال:
1. زليخا ته چنڊ آهي.
2. احمد شينهن آهي.

پهرئين مثال مان مراد آهي ته زليخا چنڊ جهڙي سهڻي آهي. زليخا تي سونهن جي لحاظ کان چنڊ بنايو ويو آهي. هن مثال ۾ ٽي جزا آهن. پهريون "چنڊ" جو لفظ (سونهن جي لحاظ کان)

ٻيو جزو چنڊ جي سچي پچي معنيٰ يعني: هو هڪ گره آهي. ٽيون جزو ته زليخا سهڻي آهي. استعاري جي جزن جا نالا.

1. "چنڊ" لفظ کي مستعار (اڌارو ورتو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته "چنڊ" لفظ زليخا جي سونهن لاءِ اڌارو ورتو ويو آهي.

2. چنڊ گرهه کي مستعار منه (جنهن کان اڌارو ورتو ويو) ڇاڪاڻ ته چنڊ کان ئي (سونهن جي) لفظ اڌارو ورتو ويو آهي.

3. زليخا کي مستعار له (جنهن لاءِ اڌارو ورتو وڃي) ڇاڪاڻ ته هتي زليخا لاءِ "چنڊ" لفظ اڌارو ورتو ويو آهي. مطلب ته مشبہ (زليخا) کي مشبه به (چنڊ) بنايو ويو آهي. ڀيٽ

ڳجهي آهي "چند جهڙي"

2. اهڙي طرح ٻئي جملي ۾ بهادري جي خيال کان احمد کي شينهن بڻايو ويو آهي. هن مثال ۾ ٻه ٽي جزا آهن.

1. ڀهريون شينهن جو لفظ (بهادري جي لحاظ کان) ٻيو جزو شينهن جي سچي پچي معنيٰ: يعني طاقتور ڦاڙيندڙ جانور. ٽيو ن جزو آهي احمد بهادر.

1. شينهن لفظ کي مستعار چئبو. ڇاڪاڻ ته "شينهن" لفظ احمد لاءِ اڌارو ورتو ويو آهي. شينهن جانور کي مستعارمنه، ڇاڪاڻ ته شينهن کان ئي بهادري لاءِ لفظ اڌارو ورتو ويو آهي.

3. احمد کي مستعارله، ڇاڪاڻ ته هتي احمد لاءِ "شينهن" جو لفظ اڌارو ورتو ويو آهي. هتي احمد مشبه کي مشبه (شينهن بنايو ويو آهي. پيٽ ڳجهي رکيل آهي (شينهن جهڙو)

وصف: جڏهن ڪو به لفظ پنهنجي مجازي معنيٰ ۾ اهڙي طرح استعمال ٿئي جو ان لفظ جي حقيقي ۽ مجازي معنيٰ ۾ تشبيه جو تعلق ڳجهو هجي ته ان کي استعارو چئبو آهي. استعاري جي معنيٰ آهي "اڌارو ورتل" يعني هڪڙي لفظ کي ٻئي لفظ کان اڌاري معنيٰ وٺي ڏيڻ.

## 3. مجاز مرسل

ظرف مان مظروف جي معنيٰ وٺڻ.

نوٽ: "ظرف" مان مراد آهي اهو ٿانءُ يا برتن يا جڳهه جنهن جي اندر ڪجهه پيل هجي.

مثال: 1. سپني هڪ هڪ گلاس پيتو، پر آءٌ ٽي گلاس پي ويس.

انهي مثال ۾ گلاس مان مراد پاڻي آهي، ڇاڪاڻ ته گلاس پيئبو ڪونه آهي پر پاڻي پيئبو آهي، يعني گلاس ظرف (ٿانءُ) مان مظروف (ٿانءُ ۾ پيل شيءِ) پاڻي جي معنيٰ ورتل آهي. ڪنهن تشبيهه جي خيال کان نه، پر ظرف مان مظروف جي خيال کان. يعني گلاس جي اصلي معنيٰ ڇڏي تنهن پاڻي جي معنيٰ ورتي ويئي آهي.

ٻيو مثال: مڪان مان مڪين جي معنيٰ وٺڻ.

2. سعودي عرب هڪ شاهوڪار ملڪ آهي.

اِتي "سعودي عرب" ملڪ جي حقيقي معنيٰ ڪم نہ ٿي ڏي، ڇاڪاڻ تہ ان جي حقيقي معنيٰ آهي" ڌرتي جي هڪ مخصوص ايراضي" سو ڌرتي ڪا شاهوڪار ڪانہ ٿيندي آهي. پر هتي سعودي عرب مان مراد آهي "سعودي عرب جا رهاڪو شاهوڪار آهن." يعني مڪان مان مڪين يا ظرف مان مظروف.

## 2. مظروف مان ظرف جي مراد وٺڻ.

**مثال:** ميز تي شربت رکيل آهي.

انهي مان مراد آهي تہ ميز تي شربت جو شيشو رکيل آهي. هتي شربت جي ڳالهہ ڪري، منجهائنس شيشي جي مراد ورتي ويئي آهي. يعني شربت مظروف مان شيشي ظرف جي معنيٰ ورتل آهي. ڪنهن تشبيهہ جي خيال ڪان نہ، پر مظروف مان ظرف جي لحاظ کان.

## 3. جزمان ڪل جي معنيٰ وٺڻ.

جڏهن ڪنهن چيز جي جزي جو ذڪر ڪجي، پر ان مان مراد سڄي شيء هجي، يعني جز مان ڪل جي معنيٰ وٺڻ.

**مثال:** 1. درود شريف پڙهڻ سان گڏ "الحمد" لفظ تہ سوره فاتح جو هڪ جزو آهي، مراد پوري سورت فاتح آهي. "الحمد" لفظ تہ سوره فاتح جو هڪ جزو آهي، مگر هتي صرف "الحمد" جو لفظ مراد نہ آهي، پر انهي جزي مان سڄي سوره مراد آهي، يعنيٰ جزي مان ڪل مراد آهي.

## 4. ڪل مان جُزي جي مراد وٺڻ.

جڏهن ڪنهن چيز جو ذڪر ڪجي، پر ان مان مراد اُن (چيز) جو جزو هجي.

**مثال:** راڌي جي هٿ ۾ ڪارائي آهي.

انهي ڪارائي (ڪل) مان مراد ڪارائي جو مُنيو (جز) آهي. ڇاڪاڻ تہ سڄي ڪارائي، جو هٿ ۾ سمائجڻ ناممڪن آهي. ان جو خالي مُنيو هٿ ۾ جهلي سگهجي ٿو. هتي ڪل (سڄي شيء) مان جزي جي معنيٰ ورتي ويئي آهي.

# 5. سبب مان مسبب (نتيجو) جي مراد وٺڻ.

مثال: 1. ڪڪر وسي ٿو.

هتي ڪڪر هڪ سبب آهي، جنهن جو مسبب يعني نتيجو، مينهن (بارش) آهي، هتي ڪڪر وسڻ (سبب) مان مراد "مينهن" آهي يعني مسبب، ڇاڪاڻ ته ڪڪر ڪونه وسندو آهي، پر مينهن وسندو آهي.

2. بجلي ٻري ٿي.

حالانڪ بجلي ڪانه ٿي ٻري، پر بجلي (سبب) ڪري بلب جون تارون ٻري ڪري روشني ڏين ٿيون يعني مسبب بلب جون تارون آهن.

# 6. مسبب (نتيجي) مان سبب جو مراد وٺڻ.

مثال: 1. باهه ٻري ٿي.

حقيقت ۾ باهه ڪانه ٿي ٻري (باهه مسبب آهي) پر ڪاٺيون ٿيون ٻرن. جيڪي سبب آهن. باهه ٻرڻ جو.

يا مثال: سليم منهنجي هٿ هيٺ آهي.

هتي "هٿ" قابو ۽ قدرت جو سبب آهي، يعني سبب ظاهر ڪري، ان مان مسبب (نتيجو ڏيکاريندڙ) جي مراد ورتل آهي. ڪنهن تشبيهه جي خيال کان نه. پر سبب مان مسبب جي خيال کان. هتي هٿ جي اصلي معنيٰ ڇڏي ٻئين معنيٰ ورتي ويئي آهي.

وصف: جيڪڏهن ڪو لفظ مجازي معنيٰ ۾ اهڙي طرح استعمال ٿئي جو ان جي مجازي معنيٰ ۽ حقيقي معنيٰ ۾ تشبيهه کان سواءِ ٻيو ڪو لاڳاپو هجي، تڏهن اهڙي لاڳاپي يا مجازي يعني ٻئين ورتل معنيٰ کي مجاز مرسل چئبو آهي.

نوٽ: اهو لاڳاپو هيٺين قسمن جو هوندو آهي.

1. ظرف مان مظروف.
2. مظروف مان ظرف.
3. جزمان ڪل جي معنيٰ وٺڻ.
4. ڪُل مان جُزي جي معنيٰ وٺڻ.

5. سبب مان مسبب جي معنيٰ وٺڻ.

6. مسبب مان سبب جي معنيٰ وٺڻ.

## 4. ڪنايو

مثال: احمد سفيد پوش ماڻهو آهي.

اِتي سفيد پوش جي حقيقي معنيٰ آهي "صاف سٿرو" پر مجازي معنيٰ ٿيندي ته احمد هڪ غريب غيرتمند انسان آهي. پنهنجي غربت لڪائڻ لاءِ اجا ڪپڙا پائي ٿو. اِتي سفيد پوش صفت موصوف احمد لاءِ ڪنايو آهي.

اهڙي طرح ٻيو مثال:

2. حسن ته دريا دل انسان هو، پر سندس پٽ تنگ دل آهي.

انهي جملي ۾ "دريا دل" ۽ "تنگ دل" اهي جملي جون اصلي يا حقيقي معنائون آهن.

"دريا دل" هئڻ مان مراد سخي هئڻ آهي ۽ تنگ دل هئڻ مان مراد بخيل يا ڪنجوس آهي" يعني جملي ۾ دريا دل ۽ تنگ دل واريون معنائون حقيقي آهن. جيڪي اشارو ڪن ٿيو مجازي معنيٰ ڏانهن. جيڪي آهن. "سخي هئڻ" ۽ " بخيل هئڻ" جملي جون ٻئي معنائون حقيقي ۽ مجازي ظاهر آهن.

مٿين مثالن مان معلوم ٿيو ته ڪنايه ۾ ٻن جزن جو ڄاڻڻ ضروري آهي.

1. اها حقيقي يا اصلي معنيٰ، جنهن جي بدران مجازي معنيٰ ڪم آندل هجي.

2. اها مجازي معنيٰ جا حقيقي يا اصلي معنيٰ جي بدران ڪم آندل هجي.

وصف: نثر يا نظم ۾ ڪو اهڙو لفظ يا اصطلاح، جنهن مان حقيقي معنيٰ جو مطلب وٺي سگهجي، پر ان مان مراد مجازي معنيٰ جي هوندي آهي ان کي ڪنايو چئبو آهي.

"ڪنايه" جي معنيٰ آهي ڳجهو اشارو يا رمز.

# علم عَرُوضُ

جيئن ته ڪنهن شيءِ جو وزن ڪرڻ لاءِ ساهمي ۽ تورا يا وَٽ استعمال ڪبا آهن. تيئن شعر جي موزون (توريل) ناموزون (اڻ توريل) هئڻ جي لاءِ به ڪي اصول يا پيمانا انهي علم جي عالمن جوڙيا آهن. انهن اصولن وارن پيمانن جي علم کي علم عَرُوضُ چئبو آهي.

علم عروض جي ذريعي نثر ۽ نظم ۾ فرق معلوم ڪري سگهجي ٿو. انهي علم جو نالو عروض انهي ڪري رکيو ويو آهي، جو عرب جا بدوي ننڍڙي تنبوءَ جي وچين ڪاٺي کي عروض چوندا هئا. انهي تنبوءَ ۾ رسا ۽ ڪلا استعمال ڪري گهر جوڙيندا هئا. جنهن کي بيت چوندا هئا، "بيت" جي معنيٰ آهي گهر. انهي نسبت سان هن علم جا اصطلاحي نالا، عَروض يعني وچين ڪاٺي 2. سبب (رَسو) وتد (ڪلا) فاصله (وچوٽي) رکيا ويا آهن.

علم عروض جو ايجاد ڪندڙ مڪي مڪرم جو رهاڪو خليل بن احمد بصري هو. کيس اها ڏات الله تعاليٰ جي طرفان مڪي معظم ۾ حاصل ٿي، ڪي چون ٿا ته جيئن: مڪي معظم جو ٻيو نالو عروض هو انهي نسبت سان انهي علم جو نالو عروض رکيو ويو.

## شعر

"شعر" جي لغوي معنيٰ آهي "شعور" يا "دانائي" ۾ علم عروض موجب "شعر اهو ڪلام آهي، جو ڪنهن مقرر وزن تي، مناسب لفظن ۾ ارادي سان چيو وڃي ۽ منجهس قافيو به هجي".

شعر انهن جذبن ۽ خيالن جو نالو آهي، جيڪي لفظن جو لباس ٻهري، شاعر جي واتان ظاهر ٿين. مطلب ته "ڪنهن دلڪش جذبي يا خيال جو دلپسند اظهار جو نالو شعر آهي"

عربيءَ ۾ پهريان جنهن شاعر شعر چيو، سو يعقوب بن قحطان هو ۽ فارسي ۾ جنهن پهريون شعر چيو، سو بهرام هو. سنڌيءَ ۾ اوائلي شعر جو نمونو سومرا دور (1051ع کان 1351ع) آهي. تنهن کان پوءِ سيد ثابت علي شاهه. خليفو گل محمد هالائي جا نالا ذڪر

جي لائق آهن. خليفو گل محمد هالائي ديوان جو صاحب هو، سندس "ديوان گل" مشهور آهي. تنهن کان پوءِ هيٺيان ديوان لکيا ويا. جهڙوڪ، ديوان قاسم، ديوان فاضل ديوانِ سانگي، ديوان بلبل ۽ ديوان قليچ وغيره.

☆ شاعر شعر قياس ڪري نٿو جوڙي، پر طبع جو زور کيس شعر چوڻ لاءِ مجبور ڪري ٿو.

☆ شعر آهي دلي جذبي جو لفظي لباس پهرڻ.

☆ قوت متخليه شاعر لاءِ اهڙي ضروري آهي، جهڙي رڻ لاءِ پاڻي.

# اصول ارڪان




## 1. سبب خفيف (هلڪو)

جنهن لفظ جو پهريون اکر متحرڪ ۽ ٻيو اکر ساڪن هوندو آهي، انهي کي سبب خفيف چئبو آهي. جيئن: گر - ڪو - جو - سو - هي - ها - ڇا - جا- چو - تو وغيره.

## سبب ثقيل

ثقيل جي معنيٰ آهي ڳرو.

انهن ٻن اکرن واري لفظ کي چئبو آهي، جنهن جا ٻئي اکر متحرڪ هجن. جيئن: ڪَرَ - دَرَ - ڇَڪَ - ڪَلَ - نَڪَ - پِتِ - ڇِتِ وغيره

## وتد

"وتد" جي لفظي معنيٰ آهي: ڪِيرو ڪِلو ۽ ميخ.

وتد جا ٻہ قسم آهن:

1. وتد مقرون 2. وتد مفروق

### 1. وتد مقرون:

اهڙو ٽن اکرن وارو لفظ جنهن جا پهريان ٻہ اکر متحرڪ هوندا آهن ۽ ٽيون آخري اکر ساڪن هوندو آهي.

جيئن: وَفا - جَفا- قَبا- هوا ۽ سڪو وغيره.

"مقرون" جي لفظي معنيٰ آهي ڳنڍيل، نزديڪ. جيئن تہ انهي تہ اکري لفظ جا پهريان ٻئي متحرڪ اکر هڪ ٻئي کي ويجهو ۽ ڳنڍيل آهن. انهي وتد مقرون کي وتد مجموع بہ چئبو آهي.

مجموع جي معنيٰ آهي- "گڏ ٿيل" جيئن تہ هن ٽَ اکري لفظ جا پهريان ٻہ متحرڪ اکر گڏ آيل آهن جيئن تہ: "وَفا" لفظ ۾ پهريان ٻہ متحرڪ لفظ وَ ۽ فَ گڏ آيل آهن.

### 2. وتد مفروق

اهڙو ٽن اکرن وارو لفظ جنهن جو پهريون ۽ ٽيون آخري اکر متحرڪ هجن ۽ وچيون اکر ساڪن هجي جيئن تہ: باب، صَبر، دام، ڪام، تاب، خان، مان ۽ يار وغيره.

"مفروق" جي لفظي معنيٰ آهي، "ڌار ٿيل" پهرئين ۽ آخري اکرن جي وچ ۾ ساڪن اکر آيو آهي، جنهن ڪري اهي ٻئي متحرڪ لفظ هڪ ٻئي کان ڌار ٿيل آهن.

## فاصلہ

فاصلہ جي معنيٰ آهي "وڇوٽي" هن جا ٻہ قسم آهن.

1. فاصلہ صغريٰ 2. فاصلہ ڪبريٰ

## 1. فاصلہ صغريٰ:

اهو چئن اکرن وارو لفظ جنهن جا پهريان ٽي اکر متحرڪ هوندا آهن ۽ چوٿون آخري اکر ساڪن هوندو آهي.

جيئن ته: عَرَبِي، اَدَبِي، سَحَرِي، شُرَفا وغيره.

## 2. فاصلہ ڪبريٰ:

اهو پنجن اکرن وارو لفظ جنهن جا پهريان چار اکر متحرڪ هوندا آهن ۽ آخري پنجون اکر ساڪن هوندو آهي.

جيئن ته: مَتَ گهرو، گهڻگهرو، مَسَ چَتو ۽ ڇَهڇَتو وغيره.

اشارو: اصولن ۽ ارڪانن سمجهائڻ لاءِ حرڪات ۽ سڪنات جا هي نشان مقرر ڪجن ٿا.

يعني متحرڪ لاءِ (—) ۽ ساڪن لاءِ (^).

مثال: فعُولنَ ^— —

مفَاعيلن^— — —

فاعِلاتن —^— —

# شعر جا ارڪان

ارڪان "رڪن" جو جمع آهي. جنهن جي لغوي معنيٰ آهي "ٿنڀ" يا ڪنهن شيءِ جو ضروري حصو. علم عروض جي اصطلاح ۾ هر شي جي وڏي حصي کي رڪن چئبو آهي.

"ارڪان" انهن چند لفظن جي ميڙ کي چئبو آهي. جيڪي مٿي بيان ڪيل شعر جي [illegible] لن:

1. سبب 3. فاصلہ

مان ٺهيا آهن. شعر جي موزونيت [illegible] مدار انهن مقرر ڪيل رڪنن تي اهي. اهي ارڪان ڪل اٺ آهن. جن مان پهريان ۾ ارڪان خماسي يعني پنجن اکرن وارا آهن. باقي ڇهه سباعي يعني ستن اکرن وارا آهن.

## خماسي ارڪان هي آهن.

1. فَعُولُنْ
2. فاعِلُن

## سباعي ارڪان هي آهن.

1. مَفاعِيلُن
2. مَفعولات
3. فاعلاتن
4. مُستَفعِلُنْ
5. مِتفاعِلُن
6. مَفاعِلَتُن

انهن ارڪانن جي حرڪتن مان معلوم ٿيندو ته ڪهڙن قسمن جا "سَبَب" ۽ وتد هرهڪ ۾ آيل آهن.

مثال: فعولن مان فَعُلووتد مقرون آهي ۽ لن سبب خفيف آهي ساڳيءَ طرح "فاعِلُن" ان جي ابتڙ آهي يعني پهرئين "فا" سبب خفيف آهي ۽ ٻيو عِلُن وتد مفروق آهي.

## بحر

شعر جن وزنن سان توريو وڃي ٿو، تن کي بحر چئبو آهي. يعني ڪنهن به شعر جي ساڪن ۽ متحرڪ حرفن يا اکرن جي ميڙ کي بحر چئبو آهي. بحر جي لفظي معنيٰ "دريا" آهي. جيئن دريا، مان ٻيا گهڻا واهه نڪرندا آهن، تيئن بحرن مان ڪيترائي ضحاف نڪرن ٿا. جيڪي شعر جي لفظن کي موزون ۽ مرڪب ڪرڻ ۾ مدد ڏين ٿا. شعر جا ارڪان اصولن مان ٺهن ٿا، وري ارڪانن مان بحر ٺهن ٿا. بحر ڪل 19 آهن. جن جا نالا هي آهن.

1. رجز 2. رمل 3. ڪامل 4. وافر 5. هزج 6. متقارب 7. متدارڪ 8. طويل 9. مديد 10. بسيط 11. منسرح 12. مضارع 13. سريع 14. خفيف 15. مجتث 16. مقتضب 17. قريب 18. جديد 19. مشاڪل.

انهن بحرن مان پهريان 15 بحر (سواءِ متدارڪ جي) عبدالرحمان الخليل بن احمد بصري جا جوڙيل آهن. بحر متدارڪ جو موجد ابو الحسن اخفش آهي. پويان ٽي بحر ايرانين جا ايجاد ڪيل آهن. جيڪي فارسي، جا شاعر استعمال ڪندا آهن.

# بحرن جا قسم

مٿي بيان ڪيل بحرن مان پهريان سَتَ بحر مفرد سڏجن ٿا، جو انهن مان هرهڪ ڪنهن هڪ ئي رڪن کي وري وري آڻڻ سان ٺهي ٿو جيئن ته بحر متقارب

فَعُولُن فعولن فَعُولُن فَعُولُن.

اهو بحر هڪ ئي رڪن فعولن مان ٺهيو آهي. اهڙا مفرد بحر سَتَ آهن. جيڪي هيٺ ڏجن ٿا.

## مفرد بحرن جا نالا ۽ وزن

| بحر جو نالو | وزن |
|---|---|
| 1. رجز | مُستفعِلن مُستفعِلن مُستفعِلن مُستفعِلن |
| 2. رمل | فَاعِلاتُن فَاعِلاتُن فَاعِلاتُن فاعلاتن |
| 3. ڪامل | مُتَفَاعِلن مُتَفَاعِلن مُتفاعِلن مُتفاعِلن |
| 4. وافر | مَفَا عِلَتُن مَفَا عِلَتُن مَفَا عِلَتُن مَفَا عِلَتُن |
| 5. هزج | مَفَاعِيلُن مَفَاعِيلُن مَفَاعِيلُن مَفَاعِيلُن |
| 6. متقارب | فَعُولُن فَعُولُن فَعُولُن فَعُولُن |
| 7. متدارڪ | فَاعِلُن فَاعِلُن فَاعِلُن فَاعِلُن |

باقي پونين 12 بحرن کي مرڪبُ چئبو آهي، جو انهن مان هرهڪ بحر ٻن ارڪانن کي وري وري آڻڻ سان ٺهي ٿو.

اهي 12 مرڪب بحر ۽ انهن جا ارڪان هي آهن.

## مرڪب بحرن جا نالا ۽ وزن

| نالو بحر جو | وزن |
|---|---|
| 1. طويل | فَعُولُن مَفَاعِيلُن فَعُولُن مَفَاعِيلُن |
| 2. مديد | فَاعِلاتُن فَاعِلُن فَاعِلاتُن فَاعِلُن |
| 3. بسيط | مُستفعِلن فَاعِلُن مُستفعِلن فاعِلُن |
| 4. منسرح | مُستفعِلن مفعُولات مُستفعِلن مفعُولات |
| 5. مضارع | مفاعِيلُن فَاعِلاتُن مفاعِيلُن فاعلاتُن |

| نالو بحر جو | وزن |
| --- | --- |
| 6. سريع | مُستَفعِلن مُستَفعِلن مَفعُولات |
| 7. خَفيفَ | فَاعِلاتُن مُستَفعِلن فاعِلاتُن |
| 8. مجتث | مُستَفعِلن فاعِلاتُن مُستَفعِلن فاعِلاتُن |
| 9. مُقتضَب | مَفعُولات مُستَفعِلن مفعُولات مُستَفعِلن |
| 10. قريب | مَفَاعِيلُن مَفَاعِيلُن فاعِلاتُن |
| 11. جديد | فَاعِلاتُن فَاعِلاتُن مُستَفعِلن |
| 12. مشڪلات | فَاعِلاتُن مَفَاعِيلُن مَفَاعِيلُن |

# بحر سالم ۽ غير سالم

اهي بحر جيڪي پنهنجي مقرر ڪيل رڪنن سان بنا ڦير ڦار جي نهندا آهن تن کي بحر سالم چئبو آهي. پر اهي جيڪي ردوبدل سان نهندا آهن تن کي غير سالم چئبو آهي.

# رڪنن جا نالا

**مثمن:** جنهن بيت ۾ اٺ ارڪان هوندا آهن، انهي کي مثمن چئبو آهي.

**مسدس:** جنهن بيت ۾ ڇهه ارڪان هوندا آهن، انهي کي مسدس چئبو آهي.

**مخمس:** جنهن بيت يا شعر ۾ پنج ارڪان هوندا آهن. انهي کي مخمس چئبو آهي.

**مربع:** جنهن شعر يا بيت ۾ چار ارڪان هوندا آهن، انهي کي مربع چئبو آهي.

**مثلث:** جنهن بيت ۾ ٽي ارڪان هوندا آهن، انهي کي مثلث چئبو آهي.

**مثنيٰ:** جنهن بيت يا شعر ۾ ٻه ارڪان هوندا آهن، انهي کي مثنيٰ چئبو آهي.

# زحافات

جيئن ته مٿي بيان ڪيل ارڪان ۽ بحر رڳو پنهنجي اصلي مقرر ڪيل صورت ۾ استعمال نه ٿا ٿين، پر انهن ۾ ردوبدل ٿئي ٿي. ڪڏهن ڪنهن متحرڪ اکر کي ساڪن ڪرڻ سان، ڪڏهن وري هڪ يا وڌيڪ اکرن کي گهٽائڻ يا وڌائڻ سان ڦير ڦار ٿئي ٿي، جنهن ڪري هڪ بحر مان ڪئي بحر ۽ هڪ رڪن مان ڪيترائي ارڪان پيدا ٿين ٿا. جن کي فروع (شاخون) چئبو آهي.

عروضين وٽ انهي ڦير ڦار جو نالو "زحاف" آهي، جيڪو "زحف" جو جمع آهي. زحف جي لغوي معنيٰ آهي: تير جو نشان کان خطا ٿي وڃڻ يا ڪنهن شيءِ جو اصلي جاءِ کان پري ٿي وڃڻ. پر علم عروض جي اصطلاح ۾ زحف انهي تبديليءِ جو نالو آهي، جيڪا ڪنهن رڪن ۾ ٿيل هجي.

## خاص زحافات

ڪل زحافات 35 آهن. جن مان گهڻا عربي ۽ فارسي زبانن ۾ استعمال ٿيندا آهن. انهن مان جيڪي سنڌيءَ ۾ زحافات استعمال ٿين ٿا، تن جي نهڻ جو نمونو ۽ نالا هيٺ ڏجن ٿا.

قصر: (ڪوتاهي يا گهٽتائي) رڪن جي پڇاڙيءَ واري سبب خفيف جو ساڪن اکر ڪيرائي ۽ ان جي متحرڪ اکر کي ساڪن ڪرڻ سان قصر زحف ٺهند وآهي، جيئن ته.

فَعُولُن مان "ن" ساڪن ڪڍي ڇڏيو ۽ "لُ" متحرڪ کي ساڪن ڪبو ته ٿي پوندو فَعُول. اهڙي طرح.

2. مفاعيلن مان مفاعِيل 3. فاعلات مان فاعِلا.

اهڙي زحف کي مقصور چئبو آهي.

## 2. حذف (پري ڪرڻ)

رڪن جي پڇاڙي واري سبب خفيف کي ڪڍي ڇڏجي.

جيئن ته: فعولن مان سبب خفيف لُن ڪڍي ڇڏبو ته ٿي پوندو "فعو" ( جيڪو فعَل وزن ٿي پوندو)

2. اهڙيءَ طرح فاعلاتن مان فاعلا (جنهن جو وزن ٿي پوندو فاعلن اهڙي زحف کي محزوف چئبو آهي.

## 3. قبض (پڪڙ)

خماسي رڪن جو آخري ساڪن حرف ڪيرائي ڇڏجي، جيئن ته: فَعْولُن مان "ن" ساڪن ڪيرائڻ سان ٿي پوندو "فعول" اهڙي طرح مفاعيلن مان "ي" ساڪن ڪيرائڻ سان ٿي پوندو "مفاعلن" انهيءَ ۾ فعول ۽ مفاعلن کي مقبوض چئبو.

## 4. ڪف (روڪڻ)

سباعي رڪن جي آخري اکر کي ڪيرائڻ سان نهندو آهي جيئن ته: مفاعيلن مان مفاعيل. اهڙيءَ طرح: فاعلاتن مان فاعلات اهڙي زحف کي مڪفوف چئبو آهي.

## 5. خرب (ڪنن جو چيرڻ)

سباعي ارڪانن جي پهرئين ۽ آخري اکر کي ڪيرائڻ سان نهندو آهي. جيئن ته: مفاعيلن مان فاعيل (جيڪو مفعول جي وزن تي ٿيندو. اهڙي زحف کي اخرب چئبو آهي.

## 6. خبن (لفظي معنيٰ پلئه ويڙهڻ)

سباعي رڪن جو ٻيو ساڪن اکر کي ڪيرائڻ سان نهندو. جيئن ته: مُستفنعِلن مان ٿي پوندو. متفعلن جيڪو تبديل ٿيندو مفاعيلن وزن تي، اهڙي زحف کي مخبُون چئبو آهي.

## 7. ثلم (لفظي معنيٰ = ڪنارو ٽوڙڻ)

رڪن فعولن جي "ف" کي ڪيرائڻ کان پوءِ ٿي پوندو عولن. جنهن کي فعلن (عين ساڪن) سان بدلايو وڃي، اهڙي رڪن کي ثلم چئبو آهي.

## 8. قطع (لفظي معنيٰ = وڍڻ)

رڪن جي آخر مان وتد مجموع جو ساڪن حرف کي ڪيرائڻ سان. جيئن فاعلن مان "ن" ساڪن ڪيرائبو ته ٿيندو فاعل جيڪو فعلن وزن ۾ بدلائبو اهڙي رڪن کي مقطوع چئبو آهي.

## 9. طي (لفظي معنيٰ = ويڙهڻ جي حالت)

ٻه سبب خفيف جيڪي رڪن جي شروع ۾ هجن تن جو چوٿون ساڪن اکر ڪيرائڻ سان ٿهندو آهي. جيئن مستفعلن جو چوٿون ساڪن حرف "ف" ڪِريو ته مستعلن باقي رهيو. جنهن کي مُفتعلن ۾ بدلايو ويو آهي. اهڙي زحف کي مطوي چئبو اهي.

## 10. ذال: لغوي معنيٰ = دامن جو وڌائڻ

اهڙو وتد مجموع جيڪو رڪن جي آخر ۾ هجي ان ۾ الف زياده ڪجي. جيئن مستفعلن مان مسفعلان ٿي ويو. اهڙي رڪن کي مذال چئبو آهي.

## 11. ڪسف:

ٻهرئين مفعولات جي "ت" کي ڪيرائي مفعولا بنائبو. مفعولا جي جاءِ تي مفعلون استعمال ڪيو وڃي ٿو اهڙي رڪن کي مڪسوف چئبو آهي.

## 12. وقف. لفظي معنيٰ بيهڻ.

رڪن مفعولات جي "ت" ساڪن ڪري ان کي مفعولان سان بدلايو ويو آهي.
اهڙي رڪن کي موقوف چئبو آهي.

# تقطيع

تقطيع جي لفظي معنيٰ آهي وڍي ٽڪر ٽڪرا ڪرڻ. علم عروض جي اصطلاح ۾ تقطيع اهڙي علم کي چئبو آهي، جيڪو شعر جي لفظن کي ارڪانن جي وزن مطابق بيهاري، يعني متحرڪ آوازن وارن لفظن جي برابر متحرڪ لفظ بيهارڻ ۽ ساڪن آوازن جي برابر ساڪن آواز بيهارڻ. جيئن بحر رمل جي وزن فاعلاتن تي

| | | | |
|---|---|---|---|
| گهار سهڻي | ڙتَ سدا پيو | سَپ ڦتوڪرُ | ڪَار ڪَر |
| فاعلاتن | فاعلاتن | فاعلاتن | فاعلا |

انهي مثال ۾ شعر جي لفظن کي فاعلاتن وزن ۾ توريو ويو آهي جنهن مان خبر پوي ٿي تہ شعر ڪهڙن ارڪانن ۾ چيل آهي ۽ انَ جو بحر ڪهڙو آهي. جيئن واپاري شيء جو وزن ڪرڻ لاءِ سامهيء جي هڪڙي پڙ ۾ شيء وجهندو آهي، ٻئي پڙ ۾ وٽَ يا تورا. اهڙي طرح شيء جي مقابلي ۾ آهن شعر جا لفظ ۽ وٽن جي مقابلي ۾ آهن بحرن جا ارڪان. انهي طريقي سان شعر جا لفظ توريا آهن. جنهن مان معلوم ٿيندو تہ شعر موزون آهي يا غير موزون. جيڪڏهن موزون آهي تہ ڪهڙي بحر ۾ چيل آهي.

## تقطيع لاءِ هيٺيان اصول مقرر ٿيل آهن.

1. جيڪڏهن شعر جي مصرع جو ڪوبہ لفظ متحرڪ يعني زبر زير ۽ پيش وارو آهي تہ رڪن جو لفظ صرف متحرڪ هئڻ ضروري آهي. ائين ضروري نہ آهي تہ شعر جو لفظ زبر وارو متحرڪ آهي تہ رڪن جو لفظ بہ متحرڪ زبر وارو هجي. خالي متحرڪ حرفن جي مقابلي ۾ متحرڪ ۽ ساڪن حرفن جي مقابلي ۾ ساڪن اکريا حرف هئڻ ضروري آهي.
2. سنڌي لفظن جي وچ ۾ ڪڏهن اهڙي "ي" اچي ويندي آهي، جنهن جو آواز چٽو نہ هوندو آهي، تہ انهيَ کي شمار نہ ڪبو آهي. جيئن "بيان" ۽ "ڏيان" انهن لفظن ۾ "ي" مخلوط هئڻ سبب نہ ٿي اچار جي. تنهن ڪري اهي ٻئي لفظ تہ حرفا "فاع" جي وزن تي شمار ڪبا.
3. جيڪڏهن حروف علت (الف- و - ي) متحرڪ نہ هجن ۽ انهن جو آواز بہ چٽو نہ هجي تہ ضرورت مطابق انهن کي ڪيرائي سگهجي ٿو. پر شرط اهو آهي جو لفظن جي معنيٰ

تي اثر نہ ہوي. جيئن تہ "ضرور" لفظ ۾ "و" حرف علت سمجهي ڪيرائي ڇڏبو تہ نہ پوندو "ضر" جنهن ڪري معنيٰ ۾ فرق اچي ويندو، تہ اهڙي حالت ۾ "و" ڪيرائڻ جائز نہ آهي، پر "مون کي" ۾ "مون" جو "و" ڪيرائبو تہ ٿيندو "منکي" انهي حالت ۾ معنيٰ تہ ٿي فرق، اتي "و" ڪيرائڻ جائز آهي، پر ضرورت هجي تہ حرف علت شمار بہ ڪري سگهجن ٿا.

4. "ماٺهو" "ڏاڙهي" جهڙن لفظن جي "ھ" مخلوط اُچارڻ ۾ نہ ٿي اچي، جنهن ڪري اهي ٻئي لفظ چو اکرا فعلن جي وزن تي شمار ڪبا.

5. اهڙو "ن" غنو جيڪو لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ اچي ٿو، پر ان جو اُچار صاف نہ ٿو اچي تہ اهڙي "ن" غني کي ڪيرائڻ جائز آهي، جيئن تہ "مان" "ڪان" انهن لفظن جو "ن" غنو ڪيرائي "ما" ڪري شمار ڪبو.

6. تقطيع ڪرڻ وقت سچو ڌيان لفظن جي اُچارن تي ڏبو آهي، نہ صورتخطيءَ تي. جيئن تہ خوش، في الحال، خواب وغيره انهن لفظن جو اُچار ٿيندو خش، فلحال ۽ خاب.

اهڙيءَ طرح خواهش، خورشيد، خوشامد، هوشيار انهن لفظن جو "و" نہ ٿو اُچارجي جنهن ڪري اهو وزن ۾ شمار نہ ڪبو.

7. مد واري اکر جا بہ اکر شمار ڪبا. جيئن تہ "آهن" لفظ ۾ چار اکر شمار ڪبا بہ الف ٽيون "ھ" چوٿون "ن".

8. شد واري اکر جا بہ ٻہ اکر شمار ڪبا. جيئن تہ محبت ۾ "محب بت" يعني "ب" شد وارو لفظ ڊبل ڪري شمار ڪبو.

9. جن لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ لاڳيتا ٻہ اکر ساڪن هجن تہ اهڙي حالت ۾ آخري ٽيون اکر. ڪيرائبو، ٻيو نمبر ساڪن حرف متحرڪ ٿيندو، جيئن تہ راست، پوست ۽ گوشت. ان ڪري اهي لفظ تقطيع ۾ نمبروار راس پوس ۽ گوش شمار ٿيندا.

10. تقطيع لاءِ زبانن جي لغت جي ڄاڻ نهايت ضروري آهي. ڇاڪاڻ تہ لفظن جي متحرڪ، ساڪن، شد وارو ۽ مد وارو هئڻ جي خبر هوندي تہ شعر جي تقطيع صحيح ڪري سگهبي.

11. زير اضافت: جيڪا "ي" جيترو وزن رکندي هجي، سا تقطيع ۾ هڪ حرف ڪري شمار

ڪبي. جهڙي طرح "بوءِ گل" تقطيع ۾ ڪر آئبو "بوئي گل". پر جيڪڏهن زير اضافت "ي" جيترو وزن نہ ٿي رکي، جيئن تہ "گل حسن" ناليءَ ۾ "ل" کي زير اضافت آهي، سا شمار ۾ نہ ايندي.

نوٽ: مضاف ۽ مضاف اليہ لاءِ نهايت ضروري آهي تہ ٻئي لفظ هڪ ئي زبان جا هجن. جيئن شبِ فرقت. پر جيڪڏهن انهي جي بدران چئبو "رات فرقت" تہ اهو غلط ٿيندو.

## تقطيع لاءِ علامتون

تقطيع ڪرڻ وقت سولائي لاءِ جدا جدا اُچارن لاءِ نشانيون مقرر ڪيل آهن. اڪيلي متحرڪ يعني سبب ثقيل لاءِ "˘" ۽ متحرڪ ۽ ساڪن گڏيل اکرن يعني سبب خفيف لاءِ "—" هيءَ نشاني مقرر ڪيل آهي جيئن تہ مفاعيلن رڪن لاءِ هي نشانيون مقرر آهن ( - - -) يا مفاعيلن.

## قافيو

قافيو لفظ "قفا" مان نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي "پٺيان هلڻ" پر اصطلاحي معنيٰ اٿس، شعر جي هرهڪ مصرع جي پڇاڙيءَ ۾ ساڳي وزن وارو لفظ، مختلف معنيٰ ۽ سان. رديف کان اڳ ۾ اچي، تنهن کي قافيو چئبو آهي.

جيئن تہ:

رنج مان ويو رُسي دلدار، خدا خير ڪري.
درد ۾ دل ٿي گرفتار، خدا خير ڪري.
قليچ

مٿين شعر ۾ دلدار، گرفتار قافيا آهن ۽ "خدا خير ڪري" رديف آهي.

# حرف روي

قافيه جي پڇاڙيءَ ۾ جيڪو اکر ورجائجي ٿو، سر ۽ تال ملائي شعر ۾ حُسن کي نمايان ڪري ٿو، انهيءَ اکر کي روي چئبو آهي.

**مثال**

دل ڪئي مجروح ڪنهن جي خنجر خونخوار آ.
سر بکف لاريب ٿيو هر طالبِ ديدار آ.

رشيد لاشاري

مٿين شعرن جي قافين "خونخوار" ۽ "ديدار" ۾ آخري اکر "ر" حرف روي آهي.

روي جي اڳيان جيڪي چار اکر ايندا آهن تن جا ترتيب وارا نالا هي آهن. 1. ردف 2. قيد 3. تاسيس 4. دخيل

1. ردف: روي اکر کان جيڪو پهريان اکر ايندو اهو جيڪڏهن حروف علت ا، و، ي مان آهي ته انهي کي ردف چئبو آهي. جيئن مٿين قافين ۾ "ر" روي اکر کان اڳ ۾ الف حرف علت آيل آهي، اهو ردف آهي.

2. قيد: جيڪڏهن روي حرف کان اڳ ۾ حرف صحيح ساڪن هوندو ته انهي کي قيد چئبو آهي. جيئن ته قرض، مرض ۽ مرض ۽ فرض انهن لفظن ۾ "ض" حرف روي کان اڳ ۾ "ر" حرف صحيح ساڪن آيو آهي انهي "ر" اکر کي قيد چئبو آهي.

روي کان اڳين اکر "قيد" واري اعراب هنهي قافين ۾ ساڳي هئڻ گهرجي جيئن "سِک" ۽ "لِک" هنهي اکرن "ک" روي اکر کان اڳ واري اکر "قيد هيٺان زير آهي. سک سان دک يا پَک کي هم قافيه نٿو بڻائي سگهجي.

3. تاسيس: تاسيس جي معنيٰ آهي پاڙ يا بنياد، پر علم عروض جي اصطلاح ۾ انهي ساڪن حرف علت الف کي چئبو آهي جنهن جي ۽ "روي" اکر جي وچ ۾ هيو اکر صحيح متحرڪ اچي جيئن، حاصل، باطل انهن لفظن ۾ روي اکر "ل" کان اڳيان ص ۽ ط حروف صحيح متحرڪ آهن. انهن کان اڳيان حرف علت الف ساڪن آهي. انهي الف ساڪن کي تاسيس چئبو آهي.

4. دخيل: مٿين مثال ۾ حرف روي ۽ الف تاسيس جي وچ ۾ جيڪي حروف صحيح متحرڪ ص ۽ ط اچن ٿا، اهي حروف دخيل آهن.

# حرف روي جي پٺيان ايندڙ حروف

روي حرف کان پٺيان جيڪي حرف ايندا آهن انهن جا ترتيب وارا نالا هي آهن:

1. وصل 2. خروج 3. مزيد 4. نائره

1. وصل: مثال- لڏي ويوس، چڙي ويوس، ڳڏي ويوس. انهي ۾ لڏي واري "ي" حرف روي آهي، روي کان اڳيون اکر "ڏ" آهي "قيد" روي کان پٺيان "ويوس" جو پهريون اکر "و" آهي "وصل" وصل جي معنيٰ آهي ڳنڍيل، ڇاڪاڻ تہ اهو اکر روي سان ڳنڍيل آهي.

2. خروج: جيئن تہ "لڏي" ۾ "ي" آهي حرف روي. روي کان پوءِ لفظ "ويوس" جو "و" آهي وصل، وصل کان پوءِ جيڪا "ي" اچي ٿي ان جو نالو آهي خروج.

3. مزيد: خروج کان پوءِ آيل اکر کي مزيد چئبو آهي. جيئن تہ "لڏي" جي "ي" روي کان پوءِ آيل "و" وصل آهي. وصل کان پوءِ آيل "ي" آهي خروج. "ي" خروج کان پوءِ ٻيو جيڪو "و" اچي ٿو اهو آهي مزيد.

4. نائره: "ويوس" جو آخري حرف "س" جيڪو مزيد کان پوءِ اچي ٿو. اهو آهي نائره.

# قافيہ جا عيب

قافيہ جا چار عيب آهن. اهي هي آهن.

1. اقوا 2. اڪفا 3. اسناد 4. ايطا

1. اقوا: اقوا جي لفظي معنيٰ آهي، بي سمرو ٿيڻ، فقير ٿيڻ. مگر علم عروض جي اصطلاح موجب هڪ شعر جي ٻنهي مصراعن جي قافين جي اعرابن ۾ تبديلي اچڻ.

جيئن تہ ٻنهي مصراعن جي هڪ قافيہ ۾ سِڪ ۽ ٻئي ۾ ڏڪ يا ٻڪ اچڻ عيب آهي.

2. اڪفا: اڪفا جي لفظي معنيٰ آهي ڏنگو ڪرڻ. علم عرض جي اصطلاح موجب روي حرف جو اهڙي حرف سان بدلائڻ جو اچارڻ ۾ تہ ساڳيو هجو اچي پر صورتخطيءَ ۾ فرق هجي. جيئن تہ شڪ ۽ شق يا عشق ۽ اشڪ جو ساڳي قافيہ ۾ استعمال ڪرڻ. اهو بہ قافيہ جو عيب آهي.

3. اسناد: جڏهن ردف مختلف هجي جيئن تہ زمان سان زمين ۽ مڪان سان مڪين. جيئن تہ "زمان" ۽ زمين ۾ حرف روي تہ ساڳيو "ن" آهي پر "زمان" ۾ ردف (الف) آهي ۽

زمين ۾ ردف "ي" آهي، اهو قافيه جو عيب آهي.

4. ايطا: ايطا جي لفظي معنيٰ آهي پائمال ڪرڻ: لتاڙڻ علم عروض جي اصطلاح ۾ هڪ ئي قافيه کي لفظي توڙي معنيٰ ۾ شعر جي ٻنهي مصراعن ۾ وري وري ڪم آڻڻ.

انهي جا وري ٻه قسم آهن. 1. ايطاء جلي 2. ايطاء خفي.

**ايطاء جلي:** شعر جي ٻنهي مصراعن ۾ لفظي توڙي معنيٰ جو تڪرار هئڻ.

**ايطاء جلي:** جلي تڏهن آهي، جڏهن روي هڪڙو اهڙو حرف، جو اصل هئڻ جي لائق نه هجي، ٻئي حرف سان گڏ اچڻ جهڙو هجي، جيئن مصدر جي نشاني هجي يا مضارع هجي مثلا مارڻ سان گڏڻ، ڪٽڻ سان ڪائڻ، بهتر سان بتر.

**ايطاء خفي:** خفي جي معنيٰ آهي ڳجهو، جڏهن قافيه جو وري وري اچڻ ظاهر نه هجي، جيئن ته آب سان گلاب ۽ شراب، ڪباب وغيره اهو قافيو عيبدار آهي.

## رديف

رديف جي لفظي معنيٰ آهي، شاعري جي ٻڙو، ٽيڪ ڏيڻ، گڏجي هلڻ، پٺ سان ڊوڙڻ. علم عروض جي اصطلاح موجب هر شعر جي مصرع ۾ قافيه جي پٺيان لفظ يا الفاظ ساڳيا وري وري اچن تن کي رديف چئبو آهي.

قافيو سڀ ڪنهن نظم ۾ ڦرندو رهندو آهي، پر رديف ساڳيو اينڊو رهندو آهي.

**رديف جو مثال**

1. هاءِ! جنهن وقت ٿيو موں ڪان تو دلدار جدا.
تو ٿئي ساهه بدن منهنجي ڪان صد بار جدا.

رشيد لاشاري

2. ڪري ٿو بشر کي پريشان لوڀ.
بنائي ٿو انسان مان حيوان لوڀ.

رشيد لاشاري

مٿين پهرئين شعر ۾ "دلدار" ۽ "صد بار" قافيا آهن. "جدا" لفظ ٻنهي مصراعن جي پڇاڙيءَ ۾ وري وري آيو آهي اهو رديف آهي.

اهڙي طرح ٻئي نمبر شعر ۾ "پريشان" ۽ "حيوان" قافيا آهن ۽ "لوڀ" جيڪو ٻنهي مصراعن جي پڇاڙيءَ ۾ وري آيو آهي. اهو رديف آهي.

# مقفي ۽ مردف

جنهن شعر ۾ خالي قافيو هوندو آهي ۽ رديف نه هوندو آهي انهي شعر کي مقفي ۽ جنهن شعر ۾ قافيئه کان پهريان رديف هوندو آهي انهي کي مردف چئبو آهي.

## تقطيع جو نمونو.

1. ڪڏهن قلب مان ڪوڏ ڪثرت سندو،
سندي وات وحدت اندر وڪ وڏاءِ

| وزن | فعولن | فعولن | فعولن | فعول |
|---|---|---|---|---|
| نشان | ^ — — | ^ — — | ^ — — | ^ — |
| مصرع | ڪڏهن قل- | ب مان ڪو | ڏ ڪثرت | سندو، |
| مصرع | سندي وا | ت وحدت | اندر وڪ | وڏاءِ |

اهو بحر تقارب مثمن مقصور آهي.

نوٽ: فعولن وزن اٽ دفعا آيو آهي، مصرع جو آخري اکر ڪٽيل آهي. (فعولن وزن چار دفعا هڪ مصرع ۾ چار دفعا پئي ۾) تنهن ڪري بحر تقارب مثمن مقصور آهي.

2. الاهي مهرمان پنهنجي اسان تي ڪا ڀلائي ڪر،
گناهن ۾ آهيون گمراهه تون ڪا رهنمائي ڪر

| وزن | مفاعيلن | مفاعيلن | مفاعيلن | مفاعيلن |
|---|---|---|---|---|
| نشان | ^ — — — | ^ — — — | ^ — — — | ^ — — — |
| 1. مصرع | الاهي مهه | رمان پنهنجو | اسان تي ڪا | ڀلائي ڪر، |
| 2. مصرع | گناهن ۾ | آهيون گمرا | هه تون ڪا رهه | نمائي ڪر. |

مفاعيلن اٺ دفعا پورا آيو آهي جنهن ڪري هي شعر بحر هزج مثمن سالم آهي.

نوٽ: پهرئين مصرع ۾ "ن" غنا شمار نه ڪيا ويا آهن، اهڙي طرح ٻيءَ ۾ هه ۽ ن غنا ڪيرايل آهن. آجو هڪڙو الف شمار ڪيو ويو آهي.

3. تو ڦٽي آهي عاشقن جي دل هٿي چشمن جا تير،
پوءِ رکي ٻنيون انهن کي تون اڃي دلدار ڇيٽ

| وزن | فاعلاتن | فاعلاتن | فاعلاتن | فاعلات |
|---|---|---|---|---|
| نشان | —^—— | ——^— | ——^— | ^—^— |
| 1. مصرع | تو ڦٽي آهي | عاشقن جي | دل هٿي چشـ | من جا تير |
| 2. مصرع | پوءِ رکي ٻن | يون انهن کي | تون اڃي دل | دار ڇيٽ |

فاعلاتن وزن اٺ ڀيرا آيو آهي. آخري حرف ڪٽل آهي جنهن ڪري بحورمل مثمن مقصور آهي.
نشان ڏنل اکر ڪيرايل آهن.

4. اکيون اتڪائينديءَ گر ٿي وٺي دل،
سنڀاليم پوءِ تہ سيني ۾ نہ هٿي دل.

قليچ

| وزن | مفاعيلن | مفاعيلن | مفاعي (فعولن) |
|---|---|---|---|
| نشان | ^——— | ^——— | ^—— |
| 1. مصرع | اکيون اتڪا | ئيندي گر ٿي | وٺي دل |
| 2. مصرع | سنڀاليم پوءِ | تہ سيني ۾ | نہ هٿي دل |

1. هن شعر ۾ بحر هزج جو رڪن مفاعيلن ڇهہ دفعا آيو آهي. آخري رڪن ۾ سبب خفيف (–) ڪٽل اٿي، ڀـ ـبـ ـڪـ ء، هي بحرهزج مسدس محذوف آهي.
2. شعرجي ٻن مصراعن جي ڀڃاڙيءَ ۾ ـسـٰ ـا٠ حر ,بدران "فعـا ٠ . آٿـ ڳـ ـبـ ٠.

5. رکي جا موت سان دل آشنائي،
هميشہ لہ رهي جيئري اها ئي.

قليچ

| وزن | مفاعيلن | مفاعيلن | مفاعي (فعولن) |
|---|---|---|---|
| نشان | ^——— | ^——— | ^-–– |
| 1. مصرع | رکي جا مو | ت، سا دل آ | شنائي، |
| 2. مصرع | هميشہ لہ | رهي جيئري | اها ئي. |

بحر هزج مسدس محذوف.

6. ٿي سنگت صحبت ۾ ماڪي جيئن مِلو،
منجهه ڪجهه ڪنهن سان ڪنو ٿي ڪيرَ ٽڙهه.

| وزن | فاعلاتن | فاعلاتن | فاعلا |
|---|---|---|---|
| نشان | —^—— | —^—— | —^— |
| 1. مصرع | ٿي سنگت صحـ | بت ۾ ماڪي | جيئن مِلو |
| 2. مصرع | منجهه ڪجهه ڪنهن | سان ڪنو ٿي | ڪيرَ ٽڙهه |

هن شعر ۾ بحر رمل جو رڪن فاعلاتن ٻه دفعا (پهرئين مصرع ۾ ٻه ڀيرا ۽ ٻئي ۾ ٻه ڀيرا) آيو آهي آخري رڪن فاعلا ٿي ڪر آيو آهي يعني سبب خفيف (—) ڪتل آهي انهي ڪري بحر رمل مسدس محذوف آهي.

# شاعريءَ جون صنفون

## 1. غزل

"غزل" جي لغوي معنيٰ آهي عورتن سان ڳالهيون ڪرڻ. اصطلاح ۾ شعر جي انهي صنف کي چئبو آهي، جنهن ۾ حسن ۽ عشق جون رمزون ۽ راز ناز ۽ نياز جون ڳالهيون گل ۽ بلبل جا ترانا. شمع ۽ پرواني جا سوز ۽ ساز هجر ۽ فراق جون آهون ۽ دانهون. وصال جون آسون ۽ اميدون ڪشش ۽ عجيب انداز سان پيش ڪيون وينديون آهن. پر هاڻي انهي صنف ۾ هر موضوع تي مثلاً تصوف، سياست، فلاسافي ۽ سماجي موضوعن تي به لکيو وڃي ٿو.

غزل جي پهرئين شعر جون ٻئي مصرائون هم قافيه هونديون آهن. انهي کان پوءِ هر بيت جي ٻئي مصرع ۾ قافيو هوندو آهي جيڪو پهرئين شعر جي قافين سان هم قافيه هوندو آهي. غزل جي پهرئين بيت کي مطلع ۽ آخري بيت جنهن ۾ شاعر پنهنجو تخلص آڻيندو آهي، تنهن کي مقطع چئبو آهي. مضمون جي لحاظ کان غزل جي هر بيت جو ٻئي بيت سان لاڳاپو نه هوندو آهي. يعني هر شعر يا بيت پنهنجي جاءِ تي مڪمل هوندو آهي.

غزل ۾ گهٽ ۾ گهٽ پنج وڌ ۾ وڌ 17 بيت آٿي سگهجن ٿا. جنهن شاعر جي غزلن جو ڪتاب ۾ رديف وار ڪلام هوند واهي انهي کي ديوان چئبو آهي. سنڌي ۾ ديوان گل، ديوان قاسم ديوان قليچ، ديوان سانگي، ديوان بلبل، ديوان رشيد ۽ ديوانِ احسن وغيره مشهور آهن. رشيد احمد لاشاري رشيد جو غزل نموني طور هيٺ ڏجي ٿو.

## غزل

1. ناراض آهه مون تي ٿيو يار بي سبب،
دنيا سڏي ٿي مون کي گنهگار بي سبب.

2. مان ان جي اک سان اک ڀ ملايان ڪڏهن نٿو،
ابرو جي چو الاري ٿئي تلوار بي سبب.

3. مون دامِ زلف يار کان پاسو گهڻو ڪيو،
ليڪن ڪيائين مون کي گرفتار بي سبب.

4. آيو ڀ يار ويٺو ڀ، هڪدم هليو ويو،
چو آهه مون غلام کان بيزار بي سبب.

5. ڪلاوي خطا مون آهه ڪٿي شوخ چشم جي،
مون تي ستم ـــ ـــ ستمگار بي سبب.

6. هاڻي بغير موت، نه ڪوئي علاج آهه،
ٿيس شمسرو جي عشق ۾ بيمار بي سبب.

7. طرز سخن تي منهنجي ڪندا مشق نوجوان،
آهي نه منهنجو جذبهٔ اشعار بي سبب.

8. سينو سجو رشيد ٿيو آهه داغ داغ،
ڏسجن نه دل جا داغ ٿا گلزار بي سبب.

## 2. قصيدو

قصيدو عربي لفظ آهي، جيڪو "قصد" مان نڪتل آهي، جنهن جي "ارادو" معنيٰ آهي. جيئن ته شاعر اهو نظم خاص مقصد لاءِ لکندو آهي. جنهن ڪري انهي صنف جو نالو قصيدو آهي. انهي ۾ ڪنهن جي ساراهه ۽ هجو (گِلا) ڪئي ويندي آهي. هجو ۾ تمام گهٽ، زياده طرح ڪنهن جي مدح يعني ساراهه ۾ چيو ويندو آهي. قادر ڪلام شاعر، پنهنجي فن تي عبور رکندڙ بهترين قصيدو لکي امير امرائن ۽ بادشاهن کان انعام ۽ اڪرام حاصل ڪندا هئا. اڄا به اهو سلسلو جاري آهي. مگر هاڻي بلڪل گهٽ انداز ۾، انهي کان سواءِ ٻين موضوعن جهڙوڪ فطرت جا نظارا بهار جي موسم جي رنگيني وغيره تي قصيدو چيو ويندو آهي. قصيدي جي پهرئين شعر جون ٻئي مصراعون غزل وانگر هم قافيه هونديون آهن. جنهن کي مطلع چئبو آهي. باقي هر هڪ بند جي پڇاڙي واري مصرع مطلع وارن قافين سان هم قافيه هوندي آهي. قصيدي ۾ مصراعن جو تعداد مقرر ڪونهي. قصيدو تمام ڊگهو ٿيندو آهي. جنهن ۾ سٺن کان وٺي 120 تائين يا اڃا به مٿي بيت ٿيندا آهن. شاعر پنهنجو تخلص آخري ڪڏهن وچ ۾ به آڻيندو آهي.

## 3. رباعي

عربيءَ ۾ رباع جي معنيٰ آهي "چئن جو جوڙ" اصطلاح ۾ رباعي انهي شعر جو نالو آهي، جنهن ۾ چار مصراعون هجن پهرئين، ٻئي ۽ چوٿين اهي ٽيئي مصراعون هم قافيه هونديون آهن. ٽئين مصرع ۾ قافيه جو هجڻ ضروري نه آهي.

هيءَ تمام مشڪل صنف آهي. هن ۾ صرف اهي شاعر طبع آزمائي ڪندا آهن. جن کي زبان ۽ بيان تي وسيع مهارت حاصل هوندي آهي هن ۾ شاعر کي ايتري قوت حاصل هجي، جيئن هو هر موضوع تي وڏيرو مضمون ۽ فڪر کي رباعي ۾ سمائي سگهي.

رباعي جي هر مصرع ۾ شاعر پنهنجو مڪمل خيالن جو سلسلو ٽئين انداز ۽ عجيب نموني سان پيش ڪندو آهي. ۾ رباعي جي آخري چوٿين مصرع تمام زوردار ٿيندي آهي. جنهن ۾ سڄيءَ رباعي جونچوڙ سمايل هوندو آهي ائين ڪٿي چئجي رباعي جي عمارت جو بنياد پوئين مصرع آهي.

رباعي جو مخصوص بحر هزج آهي. انهي بحر ۾ مٽ ست سان 24 وزن ناهيا ويا آهن. انهن مان خاص وزن

لاحول ولا قوة الا ٠١ الله آهي

سنڌيءَ ۾ مرزا قليچ بيگ تمام سهڻي نموني رباعيون چيون آهن.

مثال:

دنيا مان گهڻئي صاحب اقبال ويا،
دولت نه وٺي ساڻ، نه اطفال ويا،
پهچائي قبر تائين وري آئي خلق،
جي ساڻ ويا ته يارو اعمال ويا.

## 4. قطعو

قطعو، جي لفظي معنيٰ آهي ٽڪرو، حصو يا جزو. ۾ شعر جي اصطلاح اهڙي نظم کي چئبو آهي، جنهن ۾ ڪنهن به مضمون جو لاڳيتو ذڪر هجي. جيڪڏهن غزل وانگر هرهڪ شعر جو مطلب جدا جدا هوندو ته اهو عيبدار ليکبو.

قطعي ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻه بيت هوندا آهن. وڌ ۾ وڌ جي ڪا حد مقرر نه اهي. غزل وانگر پهرئين بيت جو مصرعون هم قافيه نه ٿينديون آهن. هر هڪ بيت جي ٻجاڙي واري مصرع پهرئين بيت جي آخري مصرع سان هم قافيه ٿيندي آهي. پر جيڪڏهن پهريون شعر ... ساخته هم قافيه ٿي وڃي ته به ڪو هرج ڪونهي. قطعي ۾ هر مضمون بيان ڪري سگهجي ٿو. ... لاءِ رباعي وانگر ڪنهن مخصوص بحر يا وزن جو قيد ڪونهي. هر ننڍي وڏي بحر ۾ چئي سگهجي ٿو.

مثال پهريون:

1. نادان جي صحبت آهي هڪ چمڙي جي پوشاڪ،
چا لاءِ جو او آهي گهري ۽ ٿي رکي گرم،
نادان مصائب ڪان خراب آهي سو مائٽ،
دولت هجي جا هن کي، ۽ هجي جنهن کي نه ڪو شرم.

مثال طور:

کھڙا کھڙا زندگانيءَ ۾ اچن ٿا انقلاب،
ڪي وڃي عرشين رسن، ڪن کي ڪفن بہ نہ نصيب،
بخت وارن جا تہ ساٿي ۽ سلامي ٿي شمار،
دردمندن جو نہ دک ۾ آھ ڪو خويش و قريب.

## 5. مثنوي

"مثنوي" عربي لفظ مثنيٰ مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي "جوڙو". شعر جي اصطلاح ۾ اهڙي مسلسل نظم کي چئبو آهي. جنهن جي شعر جون ٻئي مصرعون هم قافيہ هجن ۽ هر هڪ شعر جو قافيو الڳ الڳ هجي، مگر مضمون جو سلسلو لاڳيتو هجي.

غزل ۽ قصيدي ۾ قافيہ ۽ رديف جي پابندين ڪري انهن صنفن ۾ لاڳيتن ڊگهن موضوعن تي لکڻ جي گنجائش نہ هوندي آهي، پر مثنويءَ ۾ سلسلي وار وڏا مضمون آسانيءَ سان منظوم ڪري سگهجن ٿا. مثنوي ۾ بيان لاءِ وڏي وسعت آهي. مثنويءَ ۾ هر قسم جو مضمون بيان ڪري سگهجي ٿو. جنگ جو احوال، افسانا، حڪايتون، عشق ۽ محبت جا ڊگها داستان، خوشي ۽ شادمانيءَ واريون محفلون ۽ مجلسون مطلب تہ شاعر پنهنجي بيان جي قوت ۽ خيال جي زور تي هر قسم جا واقعا سهڻي انداز ۾ سلسلي وار بيان ڪري سگهي ٿو.

مثنوي جي شعرن ۾ تعداد جي ڪا پابندي ڪانهي. مثنوي ننڍي ۾ ننڍي بہ ٿي سگهي ٿي ڊگهي ۾ ڊگهي بہ. فارسي زبان ۾ وڏا ڪتاب مثنوي ۾ لکيل هوندا آهن. جن جي بيتن جو تعداد هزارن تائين هوندو آهي. سنڌيءَ ۾ مولوي الهہ بخش ابوجهي ۽ مرزا اجمل بيگ جون مثنوي مشهور آهن. ٻهرئين مثنوي سڪندرنامہ لکي ويئي ها محمد واصل درس جي گلزار واصل مير حسن علي جي مثنوي شاهہ نامہ سنڌ ۽ حافظ عبد الله جي مثنوي محمدي قابل ذڪر آهن.

مرزا اجمل بيگ جي مثنوي شاهہ نامہ اسلام مان ڪجھ بيت پيش ڪجن ٿا.

اکين آڏو رکي، اسلام جي شاه نامي کي،
کڻي هٿ ۾ چير هيٺن پنهنجي هن گستاخ خامي کي
وهائي دشت ۾ ڏيکان، ڪو دريا روانيءَ جو
لب دريا لڳائي چڙ. ورق گلشن معانيءَ جو
ڏئي تشبيھ ڪي، هر بيت عقد ثريا سان
پلي پيتي ڏسي ڪو بيت، لبهائي مسيحا سان
چوي قند مڪرر ڪي، ڪو چوي رشڪ قند آهي،
چوي ڪو: بحر بي پايان ٿيل ڪوزي ۾ بند آهي.

## 6. مخمس

مخمس جي معنيٰ آهي، پنجن مصراعن وارو نظم. هن صنف جي پهرئين بند جون پنج ئي مصرعون هم قافيہ هوندون آهن. باقي بندن جون پهريون چار مصراعون هم قافيہ هونديون آهن آخري پنجين مصرع پهرئين بند جي مصراعن سان هم قافيہ هوندي آهي.

رشيد احمد لاشاري جي مخمس مان ٻہ بند نموني طور هيٺ ڏجن ٿا.

1. هن ادب جي زندگي کان چو نہ مان نفرت ڪريان،
بک ۽ بيماري سندي برداشت چو ذلت ڪريان،
رت ولوڙيان پر حاصل نہ ان جي ڪا اجرت ڪريان،
جو انهيءَ آفت کي مان تسليم هڪ راحت ڪريان،
مفلسيءَ ۾ ڪيئن ادب ۽ قوم جي خدمت ڪريان!

2. پيٽ ۾ بک سر ۾ درد ۽ دل ۾ رنج و اضطراب،
دم کي حاصل دمڪشي، صد ولولا ۽ پيچ و تاب،
نب ڦگل، ڪاهي نہ مس، نازل سڄائيءَ جو عذاب،
رنج مان روئندي لکان ٿو هڪڙي ناشر جو ڪتاب،
ڪجھ نہ هن گوندر گڏيل گذران جي پورت ڪريان،

# 7. مسدس

مسدس جي لفظي معنيٰ آهي ڇهن پاسن وارو. اصطلاحي معنيٰ اٿس اهو موزون شعر جنهن ۾ ڇهه مصرعون هجن جن مان پهريون چار مصرعون هم قافيه هجن ۽ باقي ٻه آخري مصرعون هم قافيه هجن.

## مسدس جو نمونو

ڪن چيو الله اول آهه ۽ اعليٰ عليم.
ڪن چيو قدرت سين قائم آهه سو قادر قدير.
ڪن چيو والي ۽ واحد رازق و رب الرحيم.
ڪن چيو ساراهه تنهن سائين کي ڇٽي حمد حڪيم.
ڪن چيو آهي ڪريم ۽ لاشريڪ ۽ ڪارساز.
ڪن چيو آهي اهو الله بيشڪ بي نياز.
رشيد احمد لاشاري.

# 8. مرثيو.

مرثيو عربي زبان جو لفظ آهي جيڪو "رثا" مان نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي اهڙو نظم جنهن ۾ مرڻ واري جاڳن ڳايل هجن. اصطلاحي معنيٰ ۾ اهڙي نظم کي چئبو آهي جو ڪنهن شخص جي موت تي اهڙي دردناڪ، پر اثر ۽ دل ڏاريندڙ انداز ۾ رنج ۽ غم جو اظهار ڪيو وڃي.

مرثيو خاص ڪري سيد الشهداء حضرت امام حسين رضه. سندس خاندان ۽ دوستن جن ڪربلا جي دردناڪ واقعي ۾ شهادت جو جام پيتو هو. انهن جي غم ۾ چيو ويندو آهي.

مرثيو هر صنف جهڙوڪ قصيدو ۽ مثنوي وغيره ۾ لکيو ويندو آهي. سنڌيءَ ۾ سيد ثابت علي شاهه. محمد هاشم مخلص ۽ مرزا قليچ جا مرثيا مشهور آهن.

# 9. مستزاد

مستزاد عربي زبان جو لفظ آهي جيڪو "زائدا" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي وڌيل.

مستزاد انهي شعر کي چئبو آهي، جنهن جي هرهڪ مصرع ڊيڍي هجي، يعني شعر جي هرهڪ مصرع کان پوءِ يا ته موزون جملا قافيه وارا وڌائڻ. بغير قافيه جي به اهو وڌايل ٽڪرو آڻي سگهجي ٿو، مگر بهتر ائين آهي ته جنهن مصرع جو وڌايل ٽڪرو هجي، اهو انهي مصرع جي قافيه سان برابر هجي مستزاد هرهڪ بحر وزن تي چئي سگهجي ٿو. مطلع جو جيڪو قافيو رکجي ته ٻين شعرن جو آخري قافيو مطلع سان هم قافيه هجي.

## مستزاد جو نمونو.

هي عرض اجابت پرسندر نامر — خدا ڪر
ديدار عطا ڪر.
تون عمر سڄي پوءِ پيو جورو جفا ڪر.
هيڪر ته وفا ڪر.

غريب.

# قديم سنڌي شعر جون صنفون

قديم سنڌي شعر جو صنفون هي آهن.

1. بيت يا ڏوهيڙو　　2. ڪافي　　3. وائي

## 1. ڏوهيڙو يا بيت.

ڏوهيڙي يا بيت جي فني جوڙجڪ هندي شعر جي علم "ڇندوديا" مطابق آهي.

ڏوهيڙي يا بيت ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻه سٽون ٿينديون آهن. وڌ ۾ وڌ ڪيتريون به ٿي سگهن ٿيون، انهن جو ڪو عدد مقرر نه آهي. جيڪڏهن ٻنهي سٽن جي پڇاڙيءَ ۾ قافيو اچي ته انهي کي دوهو چئبو آهي

**مثال:** پاڻهين جل جلاله، پاڻهين جان جمال،
پاڻهين صورت پرين جي، پاڻهين حسن ڪمال.

شاه ڀٽائي رحہ

۽ جيڪڏهن ٻن سٽن جي وچ ۾ قافيو اچي ته ان کي سورٺو چئبو

**جيئن:** سر لوهيڙا ڳهيا، ڪسر نسريا،
تو ڪيئن وسريا، ڊوليا! ڏينهن اڄڻ جا؟

سنڌيءَ ۾ اهڙا به شاعر آهن، جن جي ڏوهيڙي جي پهرئين سٽ دوهي واري ۽ ٻئي سٽ سورٺي واري آهي.

**مثال طور:** مخدوم محمد زمان رحہ جو هي ڏوهيڙو:

پرين جي پچار ۾، اچي جن آرام،
دنيا تن کي دام، پڇن موسم موت جي.

ٽن يا وڌيڪ سٽن واري بيتن ۾ پهرئين سٽ سورٺي جي جوڙجڪ جي هوندي آهي، ۽ وچيون سٽون دوهي جي طرز تي هونديون آهن، آخري سٽ وري سورٺي جي سٽا موجب هوندي آهي. مثال لاءِ شاه لطيف جو هي ڏوهيڙو.

عاشق زهر پياڪ، وِهُ پسي وهسن گهڻو.
ڪڙي ۽ قاتل جا، هميش هيراڪ،
لڳين لنؤن لطيف چئي، فنا ڪيا فراق،
تڙ چکڻ چاڪ، نه ٻه آهُ نه سلن عام کي.

شاه ڀٽائي رحہ

کي اهڙا ٻه ڏگها بيت آهن. جيڪي مڪمل دوهي جي شڪل ۾ آهن. يعني هرهڪ سٽ جي پوئيان قافيو ايندو آهي. اهڙن ڏگهن بيتن کي ڪبت چئبو آهي. ڪڏهن وري هر سٽ جي پوئيان "آ" وڌائي قافيو ناهيو ويندو آهي. اهڙي قافيه کي "الف اشباع" وارو قافيو چئبو آهي.

## 2. ڪافي

"ڪافي" سنڌي شاعري جي قديم مقبول صنف آهي. ڪافي جي باري ۾ اديبن جا مختلف رايا آهن. پر غالب راءِ هي آهي ته برصغير جو مشهور موسيقار امير خسرو جيڪي مختلف راڳ تيار ڪيا. انهن مان هڪ "ڪافي" آهي. ڪافي جي معنيٰ آهي پوري مڪمل، بلڪل، تمام. جاڪاڻ ته انهي قسم جي راڳ جا ست ئي سُر ڪافي ۾ اچيو وڃن ٿا. ڪافي ٻهريان پنجاب ۾ آئي، پنجاب ۾ ڪافي ٻول ۽ سُرٻنهي ۾ ڳائجڻ ۾ آئي، پر سنڌ ۾ صرف ٻولن جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيڻ لڳي. سر پهلي ڪهڙو ٻه هجي، هينئر سنڌ ۾ ڪافي گهٽ ئي سرن ۾ ڳائي وڃي ٿي. ڪافي مداح ۽ مولود کان جدا هڪ چيز آهي، جاڪاڻ ته جيڪي ٻه ڪافيون پڙهيون آهن. اهي درد ۽ سوز سان ڀريل هونديون آهن ۽ سندن موضوع عشقيه هوندو آهي.

## ڪافيءَ جي بناوت ۽ گهاڙيٽو.

بناوت جي لحاظ کان ڪافيءَ جا ڪيترائي قسم آهن. جهڙوڪ: هيڪوٽي ڏيڍي، ٻيٽي ٽيٽي وغيره ڏيڍي ڪافيءَ ۾ هرهڪ بند ڏيڍ سٽو هوندو آهي. (عروضي مستزاد وانگر) ٻيٽي ۾ هرهڪ بند ٻن سٽن جو ٿيندو آهي. ٿلهه ڪڏهن هڪ سٽ جو. ڪڏهن ڏيڍ سٽ جو. ڪڏهن ٻن سٽن جو ٻه ٿيندو آهي.

ڪافي صرف ٻن ستائن ۾ پيش ٿيندي اچي ٿي. هڪ ستا آهي "راڳ جي لَي يا جهونگارواري" جنهن کي ڇند واري سِتا چئي سگهجي ٿو.

مثال: هيٺين ڇند ستا واري ڏيڍي ڪافي آهي.

# ڪافي

ٿلھ. ڏرائن ري ڏمر، آءٌ ٿي ھيڊ ڳڏاريان،
آءٌ ٿي ڳنگھر ڳھاريان.

1. اُن متائي اوڍيان اطلس، اِيءَ پڻ ڪوڄھو ڪر،
ڪيئن ويڙھيچن ڪي وساريان.

2. حاڪر ھيئن ھٿڙ حڪمن سان، ناھ اوھان جو نيم،
ڏي موڪل تہ وڃون وڃي واريان.

3. اصلئو ائين لکيو منھنجي انگ ۾، ڪن فيڪون قلم،
ھت ٻيٺي پروس پاريان.

4. من ۾ ماروئڙن جو مصري ڪجھڙ خيال ختم،
ھت ھيءَ ھي ويٺي ھنجون ھاريان.

مٿين ڏيڍي ڪافي آھي. ٿلھ ۾ ڏيڍو ٻن پدن وارو آھي. ٿلھ جو پھرئين پد وارو قافيو ھر مصرع جي قافيہ سان ھر قافيہ آھي ۽ ھر بند جي ورائي وارو قافيو ٿلھ واري ٻئي آخري پد واري قافيہ سان ھم قافيہ آھي. اھڙا گھاڙيٽي جا ٻيا بہ قسم آھن.

ڪافي جي ٻي ستا عروضي قاعدن يا وزن واري آھي. ھن ستا واريءَ ڪافي جو ٿلھ ڪٿي ڪٿي ھڪ سٽو نہ تہ عام طور ٻہ سٽو (غزل جي مطلع وانگر) ٿئي ٿو. ھن قسم (غزل نما) جون موزون ڪافيون گھڻي انداز ۾ ملن ٿيون.

مثال: ھي موزون ڪافي رشيد احمد لاشاري جي پيش ڪجي ٿي.

# موزون ڪافي.

پڻ تون منهنجو زاريون زاريون،
زاريون دوست دلارا!
هجر فراق جي ماري آهيان،
راتيون ڳهاريان ڪاريون ڪاريون،
ڪاريون، دوست دلارا!
عشق ازل کان دل ۾ اسان جي،
بره جون باهيون ٻاريون ٻاريون،
ٻاريون دوست دلارا!
تنهنجو ٻانهو "رشيد" ازل کان،
ڳل ۾ اسان جي ڳاريون ڳاريون،
ڳاريون دوست دلارا!

# وائي

وائي بابت مختلف روايتون آهن. ڪن جو چوڻ آهي ته وائي ٺيٺ سنڌي لغت جو لفظ آهي، جنهن کي ”ڳالهه“ به چئجي ۽ ”ٻولي“ به ڪوٺيو وڃي ٿو. عام اصطلاح ۾ به ”ڳالهه“ ۽ ”ٻولي“ کي ”وائي“ سڏبو آهي.

ڪن جو چوڻ آهي ته اهو لفظ هندي لفظ ”وائي“ يا ”ٻائي“ مان نڪتل آهي يا پراڪرت لفظ ”وايا“ يا سنسڪرت جو لفظ ورت“ يا عربي لفظ ”واء“ مان ورتو ويو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”ڳالهه ٻولهه“. وائي سنڌي نظم جي جمالي وارو جزو آهي.

اڪثر اديب هن ڳالهه تي متفق آهن ته وائي جو ”موُجد شاهه ڀٽائي رحه آهي. ساخت جي لحاظ کان وائي هندي ٺمري ۽ جي اثر هيٺ آهي. ٺمري ۽ ۾ ٻهريان ”آستائي“ يعني ٿلهه هوندو آهي، پوءِ ”انترو“— ”انتري“ جي معنيٰ آهي حشو يا پراءِ جنهن کي ”مصرع“ سڏبو آهي. وائي ۽ ڪافي به جدا شيون نه سمجهڻ گهرجن. ڇاڪاڻ ته حقيقت ۾ هڪ شيء جا ٻه نالا آهن. لفظ، جملا ۽ مضمون ساڳيا آهن. تصور ۽ تخيل ۾ به ڪو خاص فرق ڪونهي ۽ نه وري معنيٰ ۽ مطلب ۾. البت وائي جي بندن جو وزن ننڍو ٿيندو آهي ۽ ڪافي جي بندن جو وزن ڊگهو معلوم ٿيندو آهي.

# وائي جو گهاڙيٽو

اڪثر وائي جي ٿلهه واري ٻهرئين سٽ جو ٻهريون پد قافيه وارو هوندو آهي ۽ پويون پد سڄيءَ وائي ۾ رديف ٿي ڪم ايندو آهي.

مثال:

# وائي

ٿلهہ - دوس پيهي در آيو- ٿيو ملڻ جو ساعيو.

1. ڏينهن پڄاڻون اسان کي، مولي مجب ملايو

ٿيو ملڻ جو ساعيو.

2. ويو وڇوڙو ٿيو ميلاپ، واحد واهہ ورائيو.

ٿيو ملڻ جو ساعيو.

3. هو جنهين جو ڏس ڏوراڏو، او ڏواچ سو آيو.

ٿيو ملڻ جو ساعيو.

4. عبداللطيف چئي، اچي عجيبن پاڻ فضل فرمايو.

ٿيو ملڻ جو ساعيو.

مٿي ڏنل مثال ۾ پهرئين ٿلهہ واري سٽ جا پڇي پد هم قافيہ آهن.انهي وائيءَ جو قافيو ۽ رديف پڇي پاڻ ۾ هم آواز يا هم قافيہ آهن. پر اڪثر واين ۾ وائي جو ٿلهہ پن پدن وارو هوندو آهي. پهرئين پد جو قافيو، پڇي پد سان هم آواز نہ هوندو آهي.

جيئن تہ مثال:

ٿيندو تن طبيب، دارون منهنجي درد جو.

1. ٻڪي ڏينڊمر پاڄهہ جي، اچي شال عجيب.

دارون منهنجي درد جو.

2. پرين اچي پاڻ ڪيو، سندو غور غريب.

دارون منهنجي درد جو.

3. ڏکندو سڀ ڏور ڪيو، منجهون تن طبيب.

دارون منهنجي درد جو.

4. اديون عبداللطيف چئي، هاتڪ آهہ حبيب.

دارون منهنجي درد جو.

مٿي ڏنل مثال ۾ ڏيڏي وائي آهي. وائي جي ٿلهہ جي پهرئين مصرع جي پهرئين پد جو قافيو "طبيب" آهي جيڪو وائي جي بين قافين سان هم آواز آهي. وائي جا پڇي بہ گهاڙيتا آهن.

# مشق لاءِ سوال

1. علم عروض ڇاکي چئجي؟
2. شعر جا اصول ڪهڙا آهن؟ مثالن سان سمجهايو.
3. ضحافات ڇاکي چئبو آهي؟ ڪي ٻه ٽي ضحافات کولي سمجهايو.
4. حرف روي ڇا آهي؟ حرف روي کان اڳ ۾ جيڪي اکر ايندا آهن. انهن جا نمبر وار نالا ٻڌايو.
5. شعر جا ارڪان ٻڌايو.
6. سالم ۽ غير سالم بحر ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
7. تقطيع ڇاکي چئبو آهي؟
8. هيٺين شعرن جي تقطيع ڪريو.

i. رکي رب سندي رمز رت روح ۾،
انهي ڳالهه کان پير پاهون م پاءِ.

ii. دل جي دانا ئي ته پوءِ هر ڳالهه ۾ اسرار آهي،
اک جي بينا ئي ته پوءِ يوسف ٻه منجهه بازار آهي.

iii. جنهن جا ويا جوءِ مان جهانگي وڃي ۾ ڏيهه ٿيا ساٿگي،
مٿي تي او ٻڌيو ڪانگي، ٻچي ڀيرون خبر ٻپ ٻپ.

iv. ڇڏي ننگ، تڙي سنگ، عجيب رنگ رلياسين،
ڇڏي موهه "ڇنو ڇوهه". وڃي توهه تڪياسين.

9. قافيو ڇا آهي؟ قافيہ جا عيب مثالن سان کولي سمجهايو.
10. رديف ڇا آهي؟ مثالن سان سمجهايو؟
11. رباعي ڇاکي چئجي؟ مثال ڏيئي سمجهايو؟
12. غزل ۽ قصيدي ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ کولي سمجهايو.
13. ڏوهيڙن جا ڪهڙا قسم آهن؟ مثالن سان سمجهايو.
14. ڪافيءَ ۽ وائي ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ وضاحت ڪريو.
15. هيٺين تي نوٽ لکو.

مثنوي - قطعو - مستزاد.

# ڀاڱو چوٿون

## باب پهريون

# مضمون نويسي

مضمون نويسيءَ لاءِ هدايتون.

1. امتحاني پيپر ۾ مضمونن جا عنوان ڏنل هوندا آهن. انهن کي ڏسي جيڪو مضمون سولو لڳي، ان جو انتخاب ڪجي. مضمون جا ٽي حصا ٿيندا آهن پهريون شروعاتي پيرو وچون مواد ۽ ٽيون پڇاڙي. انهن جا ٽپ سوچي ذهن ۾ رکجن. هرهڪ حصي لاءِ وقت مقرر ڪجي. آخر ۾ مضمون کي چڪاس ڪرڻ لاءِ به وقت مقرر ڪرڻ گهرجي.
2. وقت جي ورهاست ڪان پوءِ بلڪل پوري ڌيان ۽ اطمينان سان لکڻ شروع ڪجي. گهبرائڻ يا پريشان ٿيڻ بلڪل نه گهرجي.
3. اڪثر شاگرد مضمون جا عنوان ڏسي وائڙا ٿي ويهي رهندا آهن ته مضمون ڪيئن شروع ڪجي؟ انهي مهل عنوان مطابق ڪوبه جملو يا شعر ياد اچي ته انهي تي لکڻ شروع ڪجي، پوءِ پاڻهي خيالن جو سلسلو شروع ٿي ويندو. سڄو ڌيان مضمون جي مواد ڏانهن ڇڪجي ويندو.
4. جيئن ته مضمون ممتحن جي پڙهڻ لاءِ لکيو وڃي ٿو. جنهن ڪري اهڙا لفظ ۽ خيال استعمال ڪيا وڃن، جن مان پورو مطلب واضح ٿئي ۽ دلچسپ به هجي جيئن ممتحن تي سٺو اثر ويهي مارڪون سٺيون ملن.
5. مضمون لکڻ وقت ٽپ لکڻ کان پوءِ چڪاس ڪجي. جيڪڏهن ڪا غلطي هجي ته بروقت درست ڪجي. ڇاڪاڻ ته پڇاڙي ۾ چيڪ ڪرڻ لاءِ وقت نه ملندو.
6. اکر صاف سهڻا هجن. جيڪڏهن ڪو لفظ غلط لکجي وڃي ته صرف مٿان هڪڙي پاسري ليڪ لڳائي ڇڏجي زياده ڏات ڊوٽ نه ڪجي.
7. جيڪڏهن ڪا غلطي درست ڪرڻي هجي رڳو ڪ لفظ لکڻ جي ضرورت پئجي وڃي ته

ست پر ٿورو نشان جو اشارو ڪري معان يا حاشيي پر لکڻ گهرجي.

8. جيڪڏهن مجبوراً ڪو ڏاري ٻوليءَ جو لفظ استعمال ڪرڻو پوي ته ڏنگين ۾ ان جي معنيٰ لکي ڇڏجي.

9. گهڻو ڪري شاگرد مضمون نويسيءَ کان انهي ڪري ڪتائيندا آهن، جو انهن کي مضمون لکڻ جي مشق ڪيل نه هوندي آهي. مضمون جي مواد جي باري ۾ خيال ذهن ۾ موجود هوندا آهن. مگر انهن کي ظاهر ڪري لکڻ جي سگهه نه هوندي آهي. انهي بي اعتمادي جو نتيجو هي نڪرندو آهي جو هو ٻين جي لکيل مضمونن کي رٽيندا آهن. جنهن ڪري ذهن نٿو کلي. مضمون لکڻ تي عبور حاصل نه ٿو ٿئي. اهڙا شاگرد مضمون لکڻ ۾ ڪمزور هوندا آهن. جنهن ڪري مضمون نويسي لاءِ نهايت ضروري آهي ته مطالعو زياده هجي ۽ لکڻ جي مشق ڪجي.

# 1. اُٺ

اٺ هڪ ڪارائتو گهرو جانور آهي. هن جو قد 7 يا 8 فوٽ کن ٿيندو آهي. هن کي ڊگهي ڳچي ٿيندي آهي. چار مضبوط ٽنگون ٿينديون اٿس. سندس پير ٽراڪڙا ٿيندا آهن. جنهن ڪري واريءَ تي سولائي سان هلي سگهندو آهي. ٻه نوڪدار ڪن ٿيندا اٿس. سندس چَپ وڏا لٽڪيل ٿيندا آهن. سندس پڇ تي اٽڪل هڪ فوٽ ڊگهو ٿورهو ٿيندو آهي. جنهن ۾ چربي ڀريل هوندي آهي. جيڪا ڪيس ڊگهي مسافريءَ ۾ کاڌي جي جاءِ تي ڪم ڏيندي آهي.

اٺ جي اوجهري ۾ ٽي خانا ٿيندا آهن. جن مان هڪڙي ۾ ڪاڌو پيئن ٻن ۾ پاڻي رهندو آهي. جنهن ڪري ٻن ٽن هفتن تائين، بنا پاڻيءَ جي سفر ڪري سگهندو آهي. ٻچ ننڍو ٿيندو اٿس جنهن کي پاسن کان وار ٿيندا آهن. واريءَ جي پند تي ڪريه جانور جلدئي ٿڪجي پوندو آهي، پر اٺ جا پير اهڙا آهن جنهن ڪري هو واريءَ جو ، پنڌ ڪرڻ کان ٿڪجي، ٿي ڪين. انهيءَ ڪري هن کي سڏين ٿا "خشڪيءَ جو ٻيڙو". اٺ بار کڻڻ ۾ ڪم ايندو آهي. ڏهه يا ٻارهن مڻ سولائي سان کڻي، ڪو هن جا ڪوهه پنڌ ڪري، وڃي منزل تي پهچندو آهي. اٺ جا ٻه قسم ٿيندا آهن. هڪ بارکڻندڙ اُٺ جنهن کي "لاڏو" اٺ چئبو آهي. ٻيو سواري لاءِ استعمال ٿيندو آهي. ان کي "مهري" اٺ چئو آهي. شهر ۾ وري اٺ گاڏيون ڇڪڻ ۾ ڪم ايندو آهي.

اٺ جو کاڌو ٻيس ٻير، ڪنڊي، لاڻي، ڪرڙ ڪانڊيرو ۽ چار آهي. اٺ گرم ملڪن جهڙوڪ: عربستان، آفريڪا، مصر پاڪستان ۽ هندستان ۾ لڀي ٿو.

اٺ مان ڪيترائي فائدا آهن اٺ جي کل مان نقارا ۽ دهل به تيار ٿيندا آهن. اٺ جي وارن کي "ملس" چئبو آهي. جنهن مان رسا ۽ فراسيون ٺهنديون آهن.

# 2. گھوڙو

گھوڙو هڪ گھرو جانور آهي. سندس قد اٽڪل چار فوٽ اوچو ۽ ست فوٽ ڊگھو آهي. گھوڙي جون ٽنگون سنهيون پر مضبوط ٿينديون آهن. گھوڙي کي سخت "سُنب" ٿيندا آهن. جيڪي تيز ڊوڙڻ ۾ کيس مدد ڪندا آهن. سُنبن کي گسڻ کان روڪڻ لاءِ ماڻهو نعل هڻائيندا آهن. گھوڙي جا ڪن سهڻا ۽ نوڪدار ٿيندا آهن. پُڇيءَ تي وڏا وار ٿيندا اٿس، جن کي "بُشڪون" چئبو آهي. اکيون چمڪندڙ ۽ تيز نگاهه واريون ٿينديون اٿس، جن سان رات ۾ به ڏسي ۽ سڃاڻي سگھندو آهي. ٻچ ۾ وڏن وارن جو ڇڳو ٿيندو اٿس.

گھوڙن جا گھڻائي قسم آهن. مکي ڇهه آهن: بور، نيرو، سرخ، ڪُميت، سنجاف، چينو ۽ ابلق. اهي نالا جدا جدا رنگ ۽ قد جي ڪري ڏنا ويا آهن.

گھوڙو نهايت وفادار، بهادر ۽ سهڻو جانور آهي مالڪ جي جان بچائڻ لاءِ، پنهنجي جان جي به پرواهه نه ڪندو آهي. گھوڙو نهايت ڪمائتو ۽ محنتي جانور آهي. سواري ۾ ڪم ايندو آهي. گھوڙو بار ڍوئڻ گاڏي ڇڪڻ ۾ به استعمال ٿيندو آهي. مطلب ته جيئن پنهنجي حياتيءَ ۾ انسان کي ڪئين نمونن ۾ ڪم اچي ٿو. تيئن مرڻ کان پوءِ به ڪيترن ڪمن ۾ اچي ٿو. سندس هڏن مان. چاڪن ۽ چرين جاڳن ٺهندا آهن. وارن مان برش ٺهندا آهن. گھوڙي جي کل مان گھوڙي جو ساز سامان وغيره ٺهندا آهن.

گھوڙي جو کاڌو گاهه ۽ داڻو آهي. غليظ ۽ بانسي گاهه کان نفرت ڪندو آهي. گھوڙو گھڻو ڪري دنيا جي سڀني ڀاڱن ۾ ملي ٿو ۽ دنيا جي جدا جدا آب هوا ڪري جدا جدا قسم ٿين ٿا. عربي گھوڙو پنهنجي سونهن ۽ تيز رفتاري جي ڪري سڄي دنيا ۾ مشهور آهي.

# 3. ڳئون

هي هڪ ڪارائتو گهرو جانور آهي. سندس قد ۽ بت ٻولائتو. کيس چار ٿلهيون ٽنگون ٿينديون آهن. کيس چار کُر آهن، جيڪي ٻه ڦاڪا چيريل ٿيندا آهن. هن کي مٿي تي ٻه سڱ ٿيندا آهن. ڪي ٿوريون ڳئون موڙيون به ٿينديون آهن. ڳئون کي معين جاڙيءَ ۾ ڏند اصل ڪونه ٿيندا آهن. پڇ جي ڇيڙي ۾ وارن جو ڇڳو ٿيندو اٿس سندس ڪن سهڻا ۽ نوڪدار ٿيندا آهن. ڳئون جا مختلف رنگ ٿيندا آهن. سنڌ جي ڳاڙهي ڳئون مشهور آهي.

ڳئون سڀاجهڙو جانور آهي. سندس نهٺائي جي ڪري سڀاجهڙي ماڻهو کي ڳئون سان تشبيهه ڏيندا آهن. چوندا آهن: ته ”هي ته ويچارو گونگي ڳانءِ آهي“.

هي جانور ڏاڍو فائديمند پيارو ٿئي ٿو. ڳئون جو کير انسان ذات لاءِ الله تعاليٰ جي وڏي نعمت آهي. ڳئون جو کير مٺو، سوادي ۽ طاقت وارو ٿيندو آهي. سندس کير پيئڻ، مکڻ، گيهه ۽ ڏهي ناهڻ لاءِ ڪم ايندو آهي. مکڻ مان گيهه نڪرندو آهي، جو اهڙي طاقت واري غذا آهي جو چوندا آهن: ”جيڪي ڪري گيهه، سو نه ڪري ماءُ ۽ پيءُ“ سندس کل مان مختلف قسم جون شيون ٺهنديون آهن.

مطلب ته جيترا ڳڻ مالڪ ڳئون ۾ رکيا آهن، اوترا ٻئي ڪنهن جانور ۾ نه ٿا لهن. ڳئون لوسڻ، ڪانا، ڪڙ ۽ عام گاهه کائيندي آهي. شهر ۾ وري ڏڳين کي ڪتر، بوسو، چڻا، مٽر ۽ ڪکڙا به کارائيندا آهن.

هي جانور دنيا جي سڀني ملڪن ۾ ٿيندو آهي. سندس ڪاڏو به جتي ڪٿي ساڳيو ٿيندو آهي.

# 4. هاٿي

ساراهہ منهنجي سبحان کي جڳائي، جو جڳ جو اُپائيندڙ ۽ ڪارساز آهي سندس ڪاريگري جو ڪمال آهي، حيرت جي ڳالهہ آهي. سندس ڪارسازيءَ سان ڪلهو هٿڻ ڪنهن جي مجال آهي؟ انهي عجيب اسرار کي ڏسي هر انسان کي واه واه! جي وائي وات آهي. سندس ڪاريگري جي پنڌارن مان هاٿي بہ هڪ عجيب جانور آهي. سندس بدن جي عجيب راڪاس جهڙي شڪل، جنهن اڳي نہ ڏٺي هوندي، سو تہ ڏسي هڪيو ڌهلجي ويندو. قدرت کيس چار مضبوط ٿنهن جهڙيون ٿلهيون ٽنگون عطا ڪيون آهن. جن جي وسيلي هيڏو پريت جيڏو جانور هلندو آهي. سندس ڪن تہ وري اهڙا آهن. جهڙا وڃڻا. قدرت هن جانور کي ٻين جانورن کان هڪ خاص نرالو عضوو عطا ڪيو آهي، سو آهي "سونڊ". سندس سونڊ ڍگهي ٿيندي آهي، جنهن جي وسيلي هو کائيندو پيئندو آهي. سندس سونڊ ۾ بہ چهنبدار نوڪون ٿينديون آهن. جن سان هو سنهي ۾ سنهي سوئي جهڙي شيءِ بہ کڻي سگهندو آهي. وري سندس ڪنڌ اهڙو تہ ٿلهو آهي جو جهٽڪ ڪجهي اٿس ئي ڪان. قدرت جي بہ وري عجيب جوڙ آهي، جو هيڏي ساري جانور جون اکيون وري ننڍڙيون.

اڪثر ڪري هن جانور جو کاڌر گاهہ آهي جهڙوڪ لوسڻ، ٻاجهري ۽ جوئر جي ڪڙب وغيره اناج ۽ ڦڪل کاڌو بہ کائيندو آهي.

جيڏو آهي جانور تيڏو وري قدرت کيس حليم سڀاءُ ۽ سمجهہ عطا ڪئي آهي. هاٿي جهڙو جانور جيڪڏهن بگڙي تہ الاجي ڇا مان ڇا ڪري وجهي، پر هڪ ڪمزور انسان پنهنجي مرضيءَ مطابق هيڏي ساري ٻريت کي جيڏانهن کيس وٺي، تيڏانهن وٺي گهليندو. وري مزيدار ڳالهہ اها جو اٺ ۽ هاٿي هڪ ٻئي کي ڏسي ڊڄندا آهن.

هن ڀناري ڀاري جانورم انيڪ فائدا آهن. هي جانور سواريءَ ۾ ڪم ايندو آهي. اڳوڻي زماني ۾ هاٿي جنگ ۾ بہ استعمال ٿيندو هو. مُئي کان پوءِ هاٿيءَ جي قيمت ۾ اڃا بہ واڌارو ٿيندو آهي. جيئن تہ سندس هڏن مان عاج ۽ کل مان چمڙو ٺهندو آهي. انهي ڪري عام چوڻي آهي تہ: "هاٿي جيئرو تہ لهي لک مئي کان پوءِ لهي سوا لک".

# 5. ٻہ ٽہ ٻارهن

هي سنڌيءَ جو هڪ مشهور پهاڪو آهي. "ٻہ" ۽ "ٻارهن" يعني ٻن طاقتن جو ٻاڻ ۾ ٻڌي يا اتحاد ٿئي ٿو. تڏهن هڪ اهڙي طاقت بڻجي ٿي جو اهي ٻہ طاقتون ڄڻڪ ٻارهن آهن. مطلب تہ هن پهاڪي جو نچوڙ ٻڌي يا اتحاد آهي. اتحاد هڪ اهڙي طاقت آهي، جنهن سان هڪ ناممڪن ڳالهہ بہ ممڪن بڻجي سگهي ٿي. اتحاد جي طاقت سان دنيا ۾ اهڙا انقلاب وجود ۾ آيا آهن. جنهن کي ڏسي ڏندين آڱريون لڳيو وڃن. دنيا ۾ اهڙو ڪو مشڪل ڪم ٿي نہ آهي، جو اتحاد سان بہ نہ ٿيو هجي. ڪنهن بہ مشڪل ڪم کي هڪ ماڻهو اهڙي طرح مڪمل ڪري نہ سگهندو، جهڙي طرح گهڻن ماڻهن جي اتحاد ڪري پورو ٿيندو. دنيا ۾ اتحاد کان سواءِ ڪوبہ ڪم مڪمل ٿي نہ ٿو سگهي.

مثال: ٻن هٿن جي ملائڻ کان سواءِ تاڙي بہ نہ وڄندي آهي. هڪ ڪاني سان معمولي جهوپڙي بہ بڻجي نہ ٿي سگهي، [illegible] اتحاد سان، عاليشان محلات بڻجي سگهي ٿي. پاڻيءَ جو هڪ ڦڙو ڪابہ طاقت نہ ٿو رکي، پر لکن ڪروڙن پاڻي جي ڦڙن جي ميلاپ ڪري هڪ درياءَ بڻجي پوي ٿو. جو ڀين وڻن وارين شين کي بہ پاڻ سان گهليو وڃي. دنيا ۾ هميشہ اها قوم زنده ۽ خوشحال رهي سگهي ٿي [illegible] جنهن قوم ۾ اتحاد نہ آهي اها قوم دنيا ۾ ناڪام رهي ٿي ۽ سندس نالو نشان متجي وڃي ٿو. اتحاد ۾ برڪت آهي. گهڻن جي اتحاد ڪري ڇپر بہ ڪڇيو وڃي. اسان پنهنجو پيارو وطن پ[illegible]ستان بہ اتحاد ۽ ايڪي جي وسيلي حاصل ڪيو. هاڻي ان جي بقاءَ ۽ ترقيءَ جو مدار بہ اتحاد تي ئي آهي.

# 6. وطن جي حب

وطن جي حب انسان جي فطري تقاضا آهي. وطن جي حب ايمان جو جزو آهي. جيئن ته حديث شريف ۾ آهي ته "حب الوطن مِن الايمان" وطن جي حب ايمان جي نشاني آهي. انسان کي الله تعاليٰ جن شين لاءِ پيار ۽ محبت عطا ڪئي آهي. انهن مان وطن لاءِ حب به هڪ لازوال نعمت آهي وطن جا سُڪل وڻ پرديس جي سهڻن باغن کان ڪئين دفعا وڌيڪ پيارا لڳندا آهن. وطن جو ن ڪکائيون جهوپڙيون پرديس جي اوچين ۽ رنگين محلاتن کان وڌيڪ راحت بخش هونديون آهن. وطن جي مٽي ٻئي مُلڪ جي عطر عنبير کان وڌيڪ خوشبودار ۽ عزيز لڳندي آهي. جيئن ته ڀٽائي بادشاهه فرمايو آهي ته "سندي جا سائيهه. ڪهه ڪٿوري پائيان".

دنيا جي تاريخ جا ورق ورائبا ته اسان کي وطن جي قرباني لاءِ اڪت مثال ملندا جن پنهنجي وطن لاءِ تن، من ۽ ڌن قربان ڪيو. سنڌ جي تاريخ ۾ اهڙن سچن سورهين مان دودو سومرو، دولهه دريا خان ۽ هوشو شيدي، جا نالا ذڪر جي لائق آهن. اسان جو عظيم شاعر شاهه عبداللطيف رحه مارئي جي واتان وطن جي حب جو اظهار هيئن ٿو ڪري:

واجهاعي وطن کي آءُ جي هت مياس،
گور منهنجي سومرا! ڪج پهنوارن پاس،
ڏج ڏاڏاڻي ڏيهه جي، منجهان ولڙين واس،
مُيائي جياس، جي وڃي مڙهه ملير ڏي.

وطن سان محبت رکندڙ قومون هميشه ترقي جي منزل ماڻينديون رهيون آهن. اهڙيون قومون هميشه وطن جي حفاظت لاءِ هرڪا تڪليف مصيبت سرتي سهي، سرتريءَ تي رکي دشمن جي سامهون ٿينديون رهيون آهن. اهڙين قومن جو نالو تاريخ ۾ هميشه زنده رهندو آهي هر انسان کي پنهنجو وطن پيارو لڳندو آهي. اسان کي پنهنجو وطن پاڪستان ساهه کان وڌيڪ پيارو آهي، اسان جو صوبو سنڌ سنڌس هڪ روشن ستارو آهي. چاڪاڻ ته ڌڻي تعاليٰ جي هر ڏنل نعمت جهڙوڪ: زراعت لاءِ زرخيز زمين تهذيب ۽ تمدن ۾ شاهوڪار هئڻ سان گڏ باب الاسلام جي هئڻ جو فخر به سنڌ کي حاصل آهي. اسان کي پنهنجو پيارو وطن نهايت عزيز آهي. جنهن جي بقا ۽ ترقيءَ لاءِ ڪنهن به قربانيءَ ڏيڻ کان نه هٽنداسين.

# 7. بهار جي موسم ۾ باغ جو نظارو

بهار جي موسم ۾ باغ ۾ لنگهي وڃبو، ته اتي جو عجيب نظارو ڏسي روح کي راحت ۽ دل کي ڏاڍي فرحت محسوس ٿيندي آهي، ۽ خالق اڪبر جي ساراه دل تي تري ايندي آهي. جيڪي وڻ، ٻوٽا ۽ گل ڦل ڪالهه ڪوماڻل ۽ سُڪل بيٺا هئا، سي اڄ کهڙي نه ساوڪ ۽ سبزي ۾ رنگين گلن سان جهرمر لايو بيٺا آهن! نه رڳو گلن ڦلن جو نظارو سهڻو، پر باغ جو هرهڪ وڻ، ڪک ۽ ڪانو مطلب ته باغ ۾ جيڪي ڪجهه پوکيل آهي سو حسين پيو نظر ايندو آهي. باغ جا رستا صاف ۽ شيشي وانگر چمڪندڙ وري اندر گلن جون ٻاريون، پوري انتظام سان ڊرائنگ جي قانون موجب جدا جدا نمونن جون ٺهيل هونديون آهن. جن ۾ ساوا ۽ سهڻا ٻوٽا رنگا رنگي گلن سان ٽڙيو بيٺا هوندا آهن، جن کي ڏسي خوشيءَ ۾ دل پيئي بهار [illegible] دي، آهي. وڻن تي ٻڪين جون ٻوليون ۽ لوليون ۽ ٽارين تي ٽپندي ٽجندي تنوازو هڪ قسم جو عجيب [illegible] ڏسڻ ۾ ايندو اهو نظارو ڏسي روح کي راحت ۽ دل کي فرحت نصيب ٿيندي آهي. قسمين قسمين [illegible] ۾ [illegible] ڪندي ۽ هوا جي جهوٽن ۾ جهومندي نظر ايندا.

وڻن جي پنن تي پوئين رات ۾ پيل ماڪ جا ڦڙا ائين پيا معلوم ٿيندا آهن، جيئن سائي چادر تي اڇا موتي جڙيل هوندا آهن. هڪڙي پاسي چنبيلي، موتيو، سگرو ۽ گلاب جي خوشبوءِ، ٻئي پاسي وري سورج مکي، سوسن ۽ نرگس جي سونهن، وڻندڙ ورونهن ۽ نوجوانن جي ٽولين جون ٽوليون ۽ جوڙين جون جوڙيون، باغ ۾ گهمندي ڦرندي نظر اينديون آهن. باغ جي هٻڪار ۽ گلن جي خوشبوءِ مغز کي معطر ڪري ڇڏيندي آهي. مطلب ته ڌڻي سڳوري انسان لاءِ بهار جي موسم به واه جي نعمت خلقي آهي.

# 8. چانڊوڪيءَ رات ۾ درياءَ جو سير

سج پنهنجي شهنشاهت جون واڳون، پنهنجي نائب چنڊ کي سونپي، پاڻ مقصد واريءَ منزل ڏانهن راهي ٿيو. چنڊ بادشاهه پنهنجي پوري آب ۽ تاب ۽ شان شوڪت سان پنهنجي سپاهه سميت اچي جلوه افروز ٿيو چوڏهين جي چانڊوڪي رات هئي. سبحان الله! چنڊ جي نيٽين نار روشنيءَ جي ڪهڙي تعريف ڪجي! بس! نور هو نور! اهڙي ته روشني هئي، جو جيڪر وڃايل سوئي به لڀي پوي. اهڙو دلپذير روح کي راحت، اندر کي آرام ڏيندڙ لمحو ڏسي، سوچڻ لڳس ته اڄ ڪو سير ڪري قدرت جي ڪاريگريءَ جو ديدار ڪجي ته ڪهڙو نه چڱو ٿئي! ايتري ۾ دوست اچي ويو. چيائين ته "اڄ رات چانڊوڪيءَ ۾ دوستن درياءَ شاهه جو ديدار ٻيڙيءَ وسيلي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي" هرڻي ته اڳيئي نچڻي ويتر ٻڌيس گهنڊڙيءَ جي مثال منهنجي ته الله ٻڌي. اڳ ۾ ويٺي اهڙا ٻه ٻچايم. سڀ ڪاهي آياسين درياءَ شاهه جي ڪناري تي، ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ڪيس هاڪاريوسين. دريا جي موجن ۾ مڪڙيءَ جا لوڏا، اسان جي دلين ۾ خوشيءَ جي لهر پيدا ڪري وڌي. چندرمان روشنيءَ جا ڪرڻا، نور جي تجليءَ وانگر اسان تي ڪري رهيا هئا. دريا جو پاڻي به چاندي جي چادر جهڙو نظارو پيش ڪري رهيو هو. قمر پنهنجي ڪچهريءَ ۾ ائين شان شوڪت، سونهن سوڀيا وارو پئي نظر اچي جيئن بادشاهه پنهنجي درٻارين ۾. ٿڌڙي هير پئي گهلي جنهن ڪري نهايت فرحت پئي محسوس ٿي، ڪئي رنگ ڏناسين، ڪئي قسمن جي عجيب ۽ غريب مڇين پئي ٽپنگ ٽپا ڏنا. ڪُميون، ڪچون، واڳون، ڏيڏر ۽ ٻيا ڪيترن قسمن جا پاڻي جا جانور ڏناسين. ٻنهي ڪناري تي ٻيلي جو نظارو ۽ پاڻيءَ ۾ سندس اُبتو عڪس به اهڙي ته جهرمر لڳايو بيٺو هو جو واهه جو منظر پيش ڪري رهيو هو.

تنهن کان پوءِ وارو آيو ڳائڻ وڄائڻ جو. ڪانڌيري خان ته ڳائڻ ۾ ڇيهه ڪري ڇڏيا. سُرندي واري به ڪمال ڪري ڏيکاريو: ايتري ۾ ڦوڻو خان شيدي به وجد ۾ اچي نچڻ لڳو. تنهن ته اهڙو ڪم ڪيو جو هڪ طرف مڪڙيءَ کي موجن جا لوڏا ته ٻئي طرف ڦوڻي خان جا ڏوڙن تي ڏوڪا، جن ته ٻيڙيءَ کي هندورو بنائي ڇڏيو: جيئن ته: "لکين اتر واءُ ڪينجهر هندورو ٿئي" (شاهه) مجلس ته اهڙي مچي اهڙو ته رس ٿيو، جو قلب کي اهڙو قرار ۽ روح کي اهڙي راحت حاصل ٿي جنهن جو لفظن ۾ بيان ڪري نه ٿو سگهجي. رات به ڪافي گذري چڪي هئي، جنهن ڪري پٽ تي ورڻ جو پهه ڪيوسين. ٻيڙي اچي ڪناري تي لنگر هنيو، لهي پنهنجي گهر آياسين.

# 9. ڪلفٽن جو سير

اڄ اسڪول جي سڀني استادن ۽ شاگردن ڪلفٽن جي سير ڪرڻ جو پروگرام بڻايو. پروگرام موجب سڀ شاگرد ۽ استاد مقرر وقت تي اسڪول پهچي ويا. هڪ عاليشان بس اسڪول جي انتظاميه طرفان ملي. کاڌي پيتي جو سڀ سامان، پاڻي ۽ برف وغيره ڪولرن ۾ ڀري بس ۾ رکيا ويا. صبح جو اٺا مس اٺ ٿيا هئا. اسان جو قافلو روانو ٿيو. صبح جو وقت، بهار جي موسم جي ٿڌڙي هير پئي لڳي. سڀ شاگرد ۽ استاد خوشيءَ ۾ نه پئي ماپيا. شاگرد ته بس ۾ ڪل ٻوڳ ۽ چرچن ۽ مسخري ۾ مشغول ٿي ويا ڪن وري گانا پئي ڳاتا. اسان جي بس ڪراچيءَ جي ڪشادن روڊن تانءِفلڪ بوس عمارتن جي وچان هلي رهي هئي. اوچتو رڙ ٿي ته ڇيائون ته "حادثو ٿيو آهي" هڪ هيروئنچي وچ روڊ تي ڪنهن گاڏيءَ هيٺان اچي ڇيهاڇي مري ويو هو. ماڻهن جا حشام اچي مڙيا. اسان به سرسري نظر ڊوڙائي اڳ تي هلياسين. ٿان جو اچي ڪلفٽن پهتاسين. بس مان لهي سڀ گهمڻ لڳاسين. شاگرد سمنڊ جي پاڻيءَ ڀرپاڻ وندرائڻ لڳا. استاد سندن رهبري ڪري رهيا هئا. جيئن اندر وڏي اونهي پاڻي ۾ نه وڃن. ڪي شاگرد وري اٺن ۽ گهوڙن تي سواري ڪرڻ لڳا ۽ ڪي وري پينگهن تي چڙهي لڏڻ لڳا. اسين استاد به قدرت جي هن عجيب منظر مان لطف حاصل ڪري رهيا هئاسين. سمنڊ ۾ ٻري ڪان ڪي آگبوٽ ۽ ٻيڙيون هلندا پئي نظر آيا. سمنڊ جي وچ ۾ جبلن جو نظارو به واه جو عجيب پئي ڏسڻ ۾ آيو. ڪن ماڻهن دوربينيءَ سان انهن جو منظر پئي ڏٺو. سمنڊ جي وسيع ڪناري تي ماڻهن جي ميڙ جو اڻ ڳڻ سلسلو پئي نظر آيو. ڪي ٽولين جي شڪل ۾ گهمي رهيا هئا ته ڪي وري فراسيون وڇائي ٽيپ وڄائي گانا ٻڌي رهيا هئا. ڪي وري سمنڊ جي اندر وڏي پاڻي ۾ وهنجي رهيا هئا. سمنڊ جي ڪناري تي گهوڙيا ڪاڌي پيتي جو سامان وڪرو ڪري رهيا هئا. سمنڊ جي سپين ۽ ڪوڏن مان نهيل عجيب رانديڪا پئي وڪيائون. اسان جي شاگردن به ڪافي اهي رانديڪا خريد ڪيا. پوءِ وري مڇي گهر ڏسڻ وياسين. جتي شيشن جي وڏن ڪيسن ۾ جيئريون، رنگارنگي، خوشنما مڇيون رکيل هيون. مڇي گهر ڏسي شاگردن ڪافي خوشي ۽ معلومات حاصل ڪئي. ايتري ۾ کاڌي جو وقت به ٿي ويو. سڀني آندل کاڌي جو سامان فراسين تي ويهي کاڌو. پوءِ سڀ وري پنهنجن گهرن ڏانهن موٽياسين.

# 10. سپاهي

ملڪ ۽ ملت جي جوڙجڪ ۽ انتظام ۾ سپاهي جو اعليٰ مقام آهي. قوم ۽ مُلڪ جي بچاءُ جي اهم ذميداري ڪيس سونهيل هوندي آهي سپاهي ملڪ ۽ ملت جي بچاءُ جو ڳورو بار پنهنجي ڪُلهن تي کڻي ٿو. انهي ذميداري کي نباهڻ لاءِ سرڌڙ جي بازي لڳائڻ ۾ پنهنجو فرض اولين سمجهي ٿو. سپاهي ملڪ ۽ ملت جو بازو آهي، جو جيترو مضبوط هوندو اوترو اهو ملڪ، دشمن جي خطري کان محفوظ رهندو. فوجي سپاهي جي ذميداري آهي. ملڪ ۽ قوم کي ٻاهرين دشمن جي خطري کان بچائڻ. عام سپاهي جو ڪم آهي، مُلڪ جي اندروني انتظام کي برقرار رکڻ، ۽ مُلڪ ۾ قانون جي حفاظت ڪرڻ. جنهن ملڪ جو سپاهي وڏيڪ بهادر، جنگي فن جو ماهر سپهه سالار جو فرمانبردار ۽ فرض ادائي ۾ مخلص آهي، اهو مُلڪ ۽ اها قوم ترقيءَ جو اعليٰ مقام حاصل ڪري سگهي ٿي. سپاهي جوان مردي، جان نثاري، تندرستي، بهادري، جنگي فن جي مهارت، زنده دلي ۽ قوتائي وغيره جي صفتن سان سينگاريل هوندو آهي. مطلب ته سپاهي اعليٰ صفتن جو مالڪ هوندو آهي. سپاهي قوم خاطر سر تريءَ تي رکي جنگ جي ميدان ۾ ڪڏي پوندو آهي. اتي، هيءُ مرد مجاهد دشمن سان بهادري سان وڙهي، غازيءَ جو مرتبو حاصل ڪري يا شهيد جو. اسلامي تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته اڳين وقت ۾ هرهڪ مسلمان جو ٻچو ٻچو سپاهي هوندو هو. جنگي فن جو ماهر هوندو هو. وقت تي سر تريءَ تي رکي جهاد ۾ شريڪ ٿيندو هو. تاريخ ۾ اهڙن مرد مجاهدن جا ڪارناما پڙهي ڏندين آڱريون اچيو وڃن. اهي مسلمان سپاهي جن دنيا تي دهدبي سان حڪومت ڪئي. سڄي دنيا تي سندن رعب ڇانيل هوندو هو ۽ انهن انساني قدرن جا اهي اعليٰ معيار قائم ڪيا جن جي سونهري ڪارنامن سان تاريخ جا ورق مزين آهن.

اسان کي پنهنجي مُلڪ جي سپاهي تي ناز آهي. اسان کي گهرجي ته پنهنجي شاندار ماضيءَ کي ياد ڪري قوم جو هرهڪ ٻچو سچو سپاهي بڻجي پنهنجي پياري مُلڪ پاڪستان جو شان ۽ مان مٿاهون رکي.

# 11. شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه

شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه نه رڳو سنڌ جو عظيم شاعر هو پر جيڪڏهن دنيا جو عظيم شاعر ڳڻجي، ته به انهي ۾ وڌاءُ ڪونهي، ڇاڪاڻ ته ڀٽائي بادشاهه ۾ اهي سڀ صفتون موجود آهن، جيڪي هڪ عظيم شاعر ۾ هئڻ گهرجن. جنهن لاءِ سندس ڪلام ثبوت آهي.

پاڻ حيدرآباد ضلعي جي تعلقي هالا ۾ ڀٽي پور ڳوٺ ۾ حبيب شاهه جي گهر ۾ سنه 1689ع ڄائو. مشهور اولياءُ ۽ شاعر شاهه عبدالڪريم رحه بلڙي واري سندس ڏاڏو هو. حبيب شاهه رحه پوءِ سنت ٿي للڏي اچي ڳوٺ ڪوٽڙي مغل ۾ ويٺو شاهه ڀٽائي رحه جو ٻالپڻو انهي ڳوٺ ۾ گذريو جتي جوان ٿيو. ڪوٽڙي مغل ڀٽ کان ٻه ڪوهه پري هو. جيڪو اڄ قتل صورت ۾ ڀيل آهي. شاهه ڀٽائي 14 صفر 1165 هه مطابق 1752ع ۾ فوت ٿيو. سندس مزار ڀٽ تي آهي جتي هر سال 14 صفر تي ميلو لڳندو آهي. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ڪيترا ماڻهو ڪهي اچي ميلي ۾ شريڪ ٿيندا آهن. شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو ننڍپڻ کان ئي فقيري ڏانهن لاڙو هوندو هو. جوانيءَ ۾ ٽي سال لاڳيتا سفر ڪيائين سنڌ جو چپو چپو گهميو. هندو فقيرن سان لس ٻيلي جي سرحد وارن جبلن ۾ گهمندي لاهوت لا مڪان، سهڙ سخي جي زيارت ۽ هنگلاج تائين سفر ڪيائين. هوڏانهن، پنهور، ننڍو، لکپت ۽ گرنار تائين ويو. موٽندي جيسلمير ۽ ٿر جو به سير ڪيائين. انهي سفر دوران شاهه ڀٽائي نه رڳو جوڳي فقيرن جون صحبتون ماڻيون، پر علائقن جون ريتيون رسمون، جدا جدا روماني قصا ڪهاڻيون، الڳ ماڻهن جا جذبا، امنگ، زبان جا لهجا، نرمل نظارا ۽ عجيب آزمودا پرايا جيڪي سندس ڪلام جو تاڃو پيٽو آهن. جنهن ڪري سندس تجربي ۽ معلومات جو دائرو تمام وسيع ٿي ويو. انهي ڪري پنهنجي ڪلام ۾ اهي واهڙ وهايا ٿس جن سڄي سنڌ کي سيراب ڪيو. انساني امنگن، جذبن ۽ فطرتي نظارن جا لفظن ۾ واهه جا چٽ چٽيا اٿس. شاهه ڀٽائي هڪ عظيم فطرتي مصور هو. جنهن ماڻهن، مرن، ندين ۽ نالن، جهنگلن ۽ ٻيلن، جبلن ۽ ٻهڪن جون تصويرون پنهنجي ڪلام ۾ چٽيون آهن. سندس رسالو سندس تجربن جو نچوڙ آهي. ڀٽائي بادشاهه شادي به ڪئي پر اولاد ڪونه ٿيس. شادي ڪان پوءِ ڪوٽڙي

مغل مان لڏي اچي هالن جي پرسان پٽ تي ويٺو. جنهن ڪري "ڀٽائي" ڪوٺجڻ ۾ آيو. سندس سڄو ڪلام تصوف جي باريڪ نقطن سان ٽمٽار آهي. پاڻ فرمائي ٿو:

بيت نہ ڀانيو ماڻهئا هي آيتون آهين،
نيو من لائين، پريان سندي پار ڏي.

شاهه ڀٽائي رحه پنهنجي ڪلام ۾ توحيد ۽ رسال جي تعليم هيئن ڏني آهي. فرمائي ٿو:

وحده لا شريڪ له اِي هڪڙائي حق،
ٻيائي کي ٻڪ، جن وڏوسي ورسيا.

سر ڪلياڻ ۾ رسالت جي سڃاڻپ هن طرح ڪرائي ٿو.

وحده لا شريڪ له جان تو چئين اِيئن،
تان مڃ مُحمّدَ صہ ڪارڻي، نہ تٿون منجهان نيهن
تان تون وڃيو ڪيئن، نايين سرڀين کي.

# 12. ڪفايت شعاري

سبق:

1. ڪفايت شعاري چاکي چئجي
2. ڪفايت شعاري ۽ ڪنجوسي
3. ڪفايت شعاري جا فائدا
4. ڪفايت شعاري جا اصول.

انسان پنهنجي ضروريات زندگيءَ ۾ ايترو خرچ ڪري جو مناسب هجي انهي کي ڪفايت شعاري چئبو آهي. ڪفايت شعاري انسان جي ڪامياب زندگي گذارڻ جي هڪ ڪنجي آهي. جيڪو انسان پاڻ کي فضول خرچيءَ کان روڪي، بچت اختيار ڪري ٿو. انهي کي ڪفايت شعار چئبو آهي. الله تعاليٰ هن دنيا ۾ انسان کي اڻ ڳڻ نعمتن سان نوازيو آهي. انهن نعمتن جي استعمال جون به حدون مقرر ڪيون اٿس. پوءِ جيڪو انسان انهن حدن اندر قائم رهي ٿو اهو ڪامياب زندگي بسر ڪري ٿو.

جيئن ته: الله تعاليٰ جو ارشاد آهي: "الله جا (نيڪ) ٻانها اُهي آهن جيڪي خرچ ڪرڻ وقت نڪي بيجا اڏائين ٿا ۽ نه تنگي ڪن ٿا. بلڪ وچ واري سڌي وات اختيار ڪن ٿا" (الفرقان آيت 67) پر جيڪي انسان هٺ ڌاڙ ٿي مقرر ڪيل حدون اورانگين ٿا. اُهي انسان پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هڻي پاڻ کي زندگيءَ ۾ ناڪام بنائين ٿا. اهڙن اسراف ڪندڙن مان الله تعاليٰ به ناراض آهي. انهن کي شيطان جا ڀائر ڪوٺيو اٿس.

2. ڪفايت شعار انسان جو اصول هوندو آهي ته جو جائز ضرورت تي خرچ ڪندو آهي، پر ڪنجوس انسان جو اهو اصول هوندو آهي ته "چمڙي وڃي ته وڃي، پر دمڙي نه وڃي" هن کي ڌن دولت سان اهڙي محبت هوندي آهي جو هو انهي کي ذخيرو ڪري رکڻ واري حرص ۾ مبتلا هوندو آهي.

3. تنهن ڪري جتي انسان لاءِ اسراف ڪرڻ سخت نقصانڪار آهي. اتي ڪنجوسي ڪرڻ به هاڃيڪار آهي. مشهور چوڻي آهي ته "اهو ڪي ڪجي جو مينهن وسندي ڪم اچي".

انسان هميشه هڪ حال ۾ نه ٿو رهي. ڪڏهن خوشحال آهي ته، ڪڏهن وري ڪنگال. تنهن ڪري نهايت ضروري آهي ته هميشه ڪفايت شعاري کان ڪم وٺي ڪجهه بچت ڪجي. جا انسان کي بيماري، بي روزگاري ۽ پيدائش ۾ ڪم اچي.

4. دين اسلام اسان کي ڪامياب زندگي گذارڻ جا جيڪي زرين اصول ٻڌايا آهن. انهن ۾ ڪفايت شعاري جو سخت تاڪيد ڪيل آهي. مگر اسان ڪفايت شعاري جو زرين اصول ڇڏي ڏنو آهي. اسان جي زندگي جي هر شعبي ۾ اسراف آهي جنهن ڪري قوم ۽ مُلڪ جي معيشت تي نهايت برو اثر پئجي رهيو آهي. جيڪو فرد يا قوم ڪفايت شعاري واري زندگي اختيار ڪري ٿي اها سدائين خوشحال زندگي گذاري ٿي. جنهن ڪري نهايت ضروري آهي ته اسان کي ڪفايت شعاري اختيار ڪرڻ گهرجي ۽ فضول خرچي کان پاڻ کي بچائڻ گهرجي.

# 13. گل جي زباني

آءُ گل آهيان. مون کي مولىٰ سائين جنهن نعمت سان نوازيو آهي. تنهن جي هر بني بشر کي خبر آهي. مون تي مالهي به اهڙو مهربان آهن جو الله جا لک شڪر. جيئن ماءُ پنهنجي پياري ٻچڙي کي پيار ڪندي اهي. تيئن مالهي به مون سان ماءُ جيان محبت ڪري ٿو. آءُ حُسين نازڪ چهري سان گڏ نيڪ سيرت به آهيان. مون کي نازنين. نازڪ نوجوان ڏاڍو چاهيندا آهن. آءُ ناز ۽ نخري سان نوجوانن جي سيني جي سونهن بنجندو آهيان. نازنين جي هٿن ۾ نچڻ جي سعادت به مون کي ئي نصيب آهي. گهوٽ ۽ ڪنوار جي سيج کي آءُ ئي سينگاريندو آهيان. ناز نين نازڪ بدن جي گلي جو هار بنجڻ لاءِ هزارها حيلا هلايا ويندا آهن. آءُ اُتي به بنا روڪ رنڊڪ جي محبوب جي گلي جو هار بنجي سندس سيني کي ڇهڻ جو لطف حاصل ڪندو آهيان.

بادشاهن، اميرن ۽ شاهوڪارن جي محلاتن جو سينگار به آهيان.مجلسن ۽ محفلن جي رونق کي روح به آءُ بخشيندو آهيان. شاعرن جي شاعري جو چٽڪ موضوع ئي مان آهيان. معشوق جي لعل لبن جي تشبيهه منهنجي پکڙين سان ڏيندا آهن. محبوب جي لعل رخسارن جي تشبيهه منهنجي ڳاڙهائڻ سان ۽ نازڪ بدنيءَ جي منهنجي نرم جسم سان ڏيندا آهن. مون کي خلق خدا جي خدمت لاءِ اوڪا اٿانگا لڪ لنگهڻا پوندا آهن. پهريان ته مالهي مون کي بي دردي‌ءَ سان پنهنجي جسم کان جدا ڪندو آهي. پوءِ گلفروش وري منهنجي نازڪ بدن ۾ پالا هڻي مون کي چيري هار بنائيندو آهي. عطار ڪيترن ڏينهن جي چڪائڻ ۽ ٽهڪائڻ بعد مون کي عطر جي صورت ۾ آڻيندو آهي. ماکيءَ جي مک به پنهنجي تکي، تيز سوئي منهنجي نازڪ ۽ نفيس بدن ۾ ٽُنبي ماکي جهڙي اڻ لڀ نعمت تيار ڪندي آهي. بعد ۾ آءُ ماکي جي صورت ۾ اوهان جي اڳيان پيش ٿي اوهان جي ... حت کي برقرار رکندو آهيان. انهن مشڪلاتن ۽ مصيبتن جي امتحان‌ڪامياب ٿيڻ بعد منهنجو قدر ... مت پيئي لٿي ٿي. منهنجي اعلىٰ خدمتن جو قدر ۽ قيمت وڃي عطارن ۽ حڪيمن کان پڇو.

اها منهنجي ايتري هاڪ ۽ ناموس ڇا منهنجي حسن ڪري ئي اهي ڇا؟ نه، نه! بلڪ ان سان گڏ مون ۾ ايثار ۽ قربانيءَ جو به جذبو آهي. مون پاڻ کي فنا ڪري ٻين لاءِ راحت ۽ نفعي جو سامان مهيا ڪيو آهي. آءُ نيڪ صورت سان گڏ نيڪ سيرت جو به ڌڻي آهيان. سيرت بنا صورت بيڪار آهي. ميوي کان سواءِ وڻ ڪهڙي ڪم جو؟

# 14. تندرستي وڏي نعمت آهي

الله تعالى انسان کي جن جن نعمتن سان نوازيو آهي. انهن مان تندرستي هڪ وڏي نعمت آهي. تندرستي جي معنيٰ آهي. جسم جو چڱو ڀلو هئڻ. انسان جو بدن هر قسم جي بيماري کان آجو ۽ تازو توانو هجي. انهي کي "تندرستي" چئبو آهي. انسان لاءِ تندرستي نهايت ضروري آهي. تندرستي جي ڪري انسان دنيا ۾ سٺي زندگي بسر ڪري ٿو. آرام سان گهمي ڦري سگهي ٿو ۽ پنهنجي محنت ڪري ڪمائي ڪائي سگهي ٿو. پر جيڪڏهن صحت سالم نه آهي ته پوءِ انسان جو جيئڻ ئي جنجال ٿيو پوي. دنيا جي هر سک کان محروم رهي ٿو. هميشه ڪيس ٻين جو محتاج رهڻو پوي ٿو.

جيئن ته چوندا آهن: " جيءُ خوش ته جهان خوش" ۽ اها به چوڻي آهي: "يڪ تندرستي هزار نعمت" يعني فقط هڪڙي تندرستي هزار نعمتن جي برابر آهي. جڏهن تندرستي اهڙي بي بها نعمت آهي. تڏهن ان جي سنڀال ڪري سالم رکڻ نهايت ضروري آهي. گهڻو ڪري صحت جو دارو مدار هيٺين ڳالهين تي هوندو آهي:

1. هوا 2. پاڻي 3. کاڌو 4. آرام 5. ورزش ۽ 6. صفائي.

ڪوشش ڪري صاف سٺري هوا ۾ رهجي. پاڻي به صاف استعمال ڪجي. کاڌو اهڙو مڪمل هئڻ گهرجي. جنهن ۾ وٽامنس ۽ ٻيا کاڌي جا جزا موجود هجن. کاڌو وقت تي کائجي. ننڊ صحت لاءِ نهايت ضروري آهي. ننڊ پوري پني ڪجي نه ٿوري نه گهڻي. گهڻي ننڊ سستي پيدا ڪندي. صحت کي برقرار رکڻ لاءِ بدني ورزش ضروري آهي. بدني ورزش جابه ڪئين نمونا آهن. ڪن جو ته ڌنڌو ئي اهڙو آهي، جنهن ۾ ورزش خود موجود آهي، جيئن هاري ۽ مزور وغيره باقي دماغي پورهيو ڪندڙن ۽ اهڙن قسمن جي ٻين ماڻهن لاءِ ورزش ضروري آهي. صحت سالم رکڻ لاءِ صفائي به نهايت ضروري آهي. صحت جي اصولن تي باقاعدگي سان عمل ڪري انسان بيمارين کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري، صحتمند زندگي گذاري سگهي ٿو.

دولت سان ته راحت ۽ آرام جو سامان مهيا ٿي سگهي ٿو پر تندرستي جهڙي نعمت حاصل نه ٿي ڪري سگهجي. هيءُ اهو بي بها موتي آهي. جيڪو پئسن سان خريد ڪري نه ٿو سگهجي خوش نصيب آهي اهو انسان جو تندرست آهي.

# 15. سائنس جا ڪرشما

"سائنس" لفظ جي معنيٰ آهي "حڪمت يا دانائي" خدا تعاليٰ پنهنجي قدرت سان جيڪي شيون پيدا ڪيون آهن انهن مان هرهڪ شيءِ کي جاچڻ، انهن جون خاصيتون معلوم ڪرڻ ۽ انهن خاصيتن مان انسان ذات لاءِ ڪو فائدي جهڙو ڪم وٺڻ، انهي کي سائنس چئبو آهي.

قدرتي شين جي جاچڻ جا طريقا، تجربا ۽ سمجهاڻيون جيڪي ڪتابي صورت ۾ لکيون وڃن ٿيون تن کي سائنس جو علم چئبو آهي. سائنس جي علم جون ٻه مکيه شاخون آهن.

1. شين جي حقيقت، ماهيت کي معلوم ڪرڻ، جنهن کي علم طبعي (Physics) چئبو آهي. ٻي اها شاخ آهي، جنهن ۾ مختلف شين جي خاصيتن جا جزا پاڻ ۾ ملائي، ڪا نئين نرالي شيءِ انسان ذات جي فائدي لاءِ ايجاد ڪرڻ. انهي شاخ کي علم ڪيميا (Chemis-try) چئبو آهي. سائنسدانن پنهنجي خدا تعاليٰ جي ڏنل دماغ ۽ ذهن استعمال ڪري، بيشڪ عجيب ڪارناما ڪري ڏيکاريا آهن. جيئن سائنسدانن اها ٻاڦ، جيڪا اسين روزمره پنهنجي ضروريات لاءِ استعمال ڪريون ٿا. انهي جي وسيلي اهڙا ڪم ڪري ڏيکاريا آهن جن کي ڏسيو عقل حيران ٿيو وڃي. مثال ريل گاڏي، جيڪا ٻاڦ جي زور تي هلي ٿي، . . ا سوين انسانن سان گڏ ۽ هزارين مڻ بار کنيو، گهڻو فاصلو ٿوري وقت ۾ طي ڪري ٿي. اهڙي طرح سائنسدانن قدرتي هوا کان ڪم وٺي، ريڊيو، ٽيليويزن ۽ انٽرنيٽ جي ذريعي هزارين ڪوهن تي ڪنهن سان ڳالهائي ۽ ڏسي سگهجي ٿو. مختلف ڌاتن جي خاصيتن مان ڪم رڻ سائنسدانن بجلي پيدا ڪئي، جنهن دنيا ۾ وڏو انقلاب آڻي ڇڏيو آهي. اهڙي طرح هوائي جهاز موٽر ڪمپيوٽر، توپا جهاز جيٽ، ميزائل، ائٽم بم، هئڊروجن بم وغيره سائنسدان جا اهي اهڙا حيرت ناڪ ڪارناما اهن، جن کي ڏسي ڏندين آڱريون اچيو وڃن. جيڪڏهن ارڙهين صدي جو اِنسان اتفاق سان هن دنيا ۾ اچي وڃي ته موجوده دنيا جي ايجادن کي ڏسي يقيناً دماغي توازن وڃائي ويهندو. جتي سائنس جي حيرت ۾ وجهندڙ ايجادن انساني زندگي نهايت آسائش آرام واري بنائي ڇڏي آهي. اتي انسان جي برٻادي جو سڀ سامان ايجاد ڪيو آهي. مطلب ته انسان جي جسماني آرام ۽ ذهني راحت سائنس جو ڪرشمو آهي، پر سندس برٻادي ۽ تباهي جو ڪارڻ به اهو ئي آهي.

# 16. هڪ حادثو

وڄين جي ويل هئي، سڀ دوست درياءَ جو سير ڪرڻ جي خيال سان نڪتاسين. سج آهستي آهستي اولهه طرف لڙي رهيو هو بس جي انتظار ۾ اسٽاپ تي بيٺا هئاسين. ايتري ۾پريان بس ٻه ايندي نظر آئي، اسان ان ۾چڙهڻ لاءِ تيار ٿياسين. اڃا بس بيٺي نه هئي ته هڪ نوجوان اُٻهرائي ڪري هلندي بس مان لهڻ جي ڪوشش ڪئي. وري غلطي مٿان غلطي اها ڪيائين، جو لهڻ وقت پنهنجو مُنهن انهي طرف ڪيائين جنهن سمت کان بس اچي رهي هئي. نتيجي ۾ ٽپ اونڌي منهن ۾ وڃي پڪي روڊ تي ڪريو. وٺ وٺان ٿي ويئي. وٺو! جهليو! مڙس مري ويو! وغيره چوڻ لڳا. ايتري ۾ بس ٻه بيهي رهي. ماڻهو بس مان لهي نوجوان ڏانهن وڌيا. اسين ٻه ڊوڙي وڃي پهتاسين ويچارو بي هوش ٿي ويو. پيشاني مان رت وهي رهيو هئس، اڳيان ٻه ڏند ٻه ڀڃي پياس گوڏي جي ڍڪڻي ٻه پنهنجي جاءِ تان هٽي ويس. سڄو بدن ڪرڇي ويو هئس. هڪ شخص ڊوڙي وڃي پاڻي کڻي آيو جنهن سندس منهن تي ڇنڊا هنيا. ٿوري دير کان پوءِ کيس هوش آيو. هڪ پوليس وارو پرسان ڊيوٽي تي بيٺل هو. اهو آيو کيس رڪشي ۾اسپتال ڏانهن کڻي ويو. پوءِ سڀ ماڻهو وري بس ۾چڙهيا. اسين ٻه بس ۾ سوار ٿياسين. بس ۾حادثي بابت ماڻهن ۾ چوهول شروع ٿي ويو. ڪو پيو چوي ته نوجوان جي غلطي هئي. ڪو وري پيو چوي ته ڊرائيور جي غلطي هئي جو هن بس هڪدم نه روڪي، پر درحقيقت غلطي ان نوجوان جي هئي جيڪو هڪ ته هلندي بس مان لٿو پٺي پيو وري الٽي طرف منهن ڪري لٿو جنهن ڪري منهن ۾ اونڌو وڃي روڊ تي ڪريو.

# 17. ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي

انسان دنيا ۾ جيڪي شيون هنر ۽ ڪاريگريءَ سان پنهنجي لاءِ وجود ۾ آنديون آهن. اهي اهڙين بنا ڪنهن مقصد جي لاءِ يا وندر لاءِ نہ. پر انهن شين جي سخت ضرورت محسوس ڪندي ايجاد ڪيون آهن. زماني گذرڻ سان گڏ. جيئن انسان کي زياده ضرورتون محسوس ٿينديون رهيون. تيئن ضرورت مطابق نيون نيون ايجادون عمل ۾ اينديون رهيون شروعات ۾ انسان جي زندگي سادي هوندي هئي، پهريان انسان پٿر جا اوزار استعمال ڪيا پوءِ وڌيڪ ڪوشش سان لوهہ جا اوزار ايجاد ڪيائين. سردي، گرمي ۽ برسات کان بچڻ لاءِ پنگين يا جهوپڙين جي جاءِ تي پڪيون عمارتون اڏڻ شروع ڪيائين. بدن ڍڪڻ لاءِ بہ ڊولا تلهن کهڙن جي جاءِ تي ڊولائتا عمدا ڪپڙا اوڍڻ لڳو. انسان جيڪا اڄ ترقي ڪئي آهي، سا سڀ پنهنجي ضرورت کي ذهن ۾ رکي ڪري ڪئي آهي.

جڏهن انسان محسوس ڪيو تہ جهنگ جي ڏٿن، گاهہ ۽ پنن مان بک جو مسئلو حل ٿي نہ سگهندو. انهي ضرورت کي محسوس ڪندي زمين کيڙڻ جا اوزار ايجاد ڪيائين انهن سان زمين کيڙي اناج پوکڻ شروع ڪيائين. جڏهن ڪيس بيمارين اچي وڪوڙيو، تڏهن بيمارين جي علاج جا نوان طريقا ايجاد ڪيا. سواري لاءِ اٺ گهوڙا ۽ ٻيا جانور ڪم آڻڻ جو خيال ڪيو. جنهن مان آهستي آهستي ترقي ڪري هاڻي تہ انسان وٽ ريل، موٽرن ۽ هوائي جهازن تائين پهتو آهي. شايد هن کان پوءِ ڪا وڌيڪ تجويز خيال ۾ اچي.

وقت معلوم ڪرڻ لاءِ واريءَ جي، گهڙي، سج جي ذريعي ۽ رات جو تارن ذريعي ٿا معلوم ڪيو ويندو هو پوءِ ضرورت موجب گهڙيون ۽ گهڙيال ايجاد ٿيا. اهي سڀ ايجادون ... ۾ آيون، جڏهن انهن جو احتياج ۽ ضرورت پيش آئي. اڳي قاصدن جي ذريعي پري جون خبرون ... ڪيون ويون. پر هاڻي ان جي جاءِ تي ٽيليفون، وائرليس هاڻي تہ موبائيل تائين انسان وٽ پهچي ...

وقت جي گهرجن مطابق ضرورتون اڳيون اينديون رهن ٿيون. تيئن تيئن انهن جي پوراتي لاءِ نيون تجويزون، انهن ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ ڳوليندا رهن ٿا. انهي مان معلوم ٿيو تہ اهو جيڪي ڪجھ وجود ۾ آيو آهي. اهو سڀ ضرورت جي ڪري، انهي ڪري چوڻي آهي تہ "ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي."

# 18. غريب جي عيد

غريب لفظ جون ٻه معنائون آهن. هڪڙي معنيٰ آهي ڪنگال ۽ بي روزگار، ٻنهي معناعن ۾ساڳيو خيال سمايل آهي. جيڪو انسان ڪنگال ۽ بي روزگار آهي، سو پنهنجي وطن ۾ ٻه جڻ بي وطن آهي. هو هر طرح سرنديءَ وارن جي همدرديءَ جو حقدار ۽ دل جوئي جو لائق آهي. عيد جي لفظي معنيٰ آهي خوشي. خوشي جو مدار آهي، چڱي دل گهرئي کاڌي پيتي تي ۽ عمدي صاف ڪپڙي لٽي پائڻ تي. عمدو کاڌو خوراڪ ۽ سٺو ڪپڙو لٽو، پئسي کان سواءِ ميسر ٿيڻ ناممڪن آهي. اها عيد جي معنيٰ دنيائي آهي نه روحاني. اسان جو هتي دنيا ئي معنيٰ سان مطلب آهي.

عيد جي ظاهري ۽ رواجي معنيٰ موجب عيد جي ڏينهن عمدي خوراڪ کائي ۽ سٺو ڪپڙو لٽو پائي جا خوشي ڪرڻي آهي، سا ويچارو غريب ڪيئن حاصل ڪري سگهندو. جنهن جي هٿ ۾ سادي سودي خوراڪ ۽ ڪپڙي لٽي لاءِ ڪجهه به نه آهي. اهڙي حالت ۾ سهڪو سمجهي سگهي ٿو ته غريب ويچاري جي عيد جي ڏينهن ڪهڙي حالت هوندي جڏهن هو پاڙي وارن جي گهرن مان خوشبودار طعام جي همڪار محسوس ڪري رهيو هوندو ۽ ٻين ماڻهن کي عمدن ڪپڙن ۾ گهمندو ڦرندو ڏسي رهيو هوندو. اهڙي حالت ۾ غريب ويچارو پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ مٽي تي هٿ ڏيئي ڳڻتيون پيو پچائيندو رهندو ۽ پنهنجي ڪم نصيبي تي گرم ڳوڙها پيو ڳاڙيندو. غريب به اهڙو ئي انسان آهي جهڙو شاهوڪار، تنهن ڪري سرندي وارن کي غريب جو خيال ڪرڻ گهرجي. اهو ئي سبب آهي، جو اسلام سڀ ڪنهن عيد جي ڏينهن غريبن سان همدردي ڪرڻ ۽ انهن جي دلجوئي ڪرڻ شاهوڪارن تي واجب ڪيو آهي. عيد رمضان تي سڀ اهڙ شرط شاهوڪار، غريبن کي فطرو ڏين. حج واريءَ عيد تي قرباني جي گوشت جو ٽيون حصو خاص غريب کي ڏين. انهي اسلامي حڪم جي مراد فقط اها ئي آهي ته عيد جي سڳوري ڏينهن غريبن کي به خوشيءَ ۾ حصو ملڻ گهرجي.

# 19. ڪرڪيٽ راند

رانديون عوام جي دلچسپي ۽ جسماني صحت جو ذريعو آهن. دنيا ۾ ڪيترن ئي قسمن جون رانديون کيڏيون وڃن ٿيون، پر ڪرڪيٽ راند دنيا جي سڀني ملڪن ۾ کيڏي وڃي ٿي. اڄڪلهه سڄي دنيا ۾ انهي راند جي ناماچاري آهي. سڄي دنيا جي ملڪن جي رانديگرن جون ٽوليون پاڻ ۾ مقابلا ڪنديون آهن. هن کان اڳ اسان جي پراڻي ديسي راند اٽي ڏڪر هئي پر هاڻي هيءَ ڪرڪيٽ راند اسان جي پياري ملڪ پاڪستان ۾ ڏاڍي مقبول آهي. اڪثر ڏٺو ويندو آهي ته جتي ڪٿي گهٽين ۽ ميدانن ۾ شوقين نوجوان هي راند شهرن توڙي ٻهراڙي ۾ کيڏندا نظر ايندا آهن. اسان جي ملڪ جي نوجوانن انهي راند ۾ سڄي دنيا ۾ وڏو نالو ڪڍيو آهي ڪيترا دفعا ورلڊ ڪپ کٽي، سڄي دنيا ۾ پنهنجي ملڪ جو نالو روشن ڪيو اٿن.

انهن دلچسپ ميچن جو اکين ڏٺو احوال ٽيليويزن ۽ ريڊيو تان ڏاڍي شوق ۽ چاهه سان ڏٺو ۽ ٻڌو ويندو آهي. اها راند هر قسم جا ماڻهو پسند ڪن ٿا. هن راند جي شروعات انگلنڊ مان ٿي. اها راند خاص ميدان ۾ کيڏي ويندي آهي. انهي ميدان جي وچ ۾ هڪ سيمينٽ جو فرش ٺهيل هوندو آهي. جنهن کي "پچ" چوندا آهن. هن راند ۾ يارهن يارهن رانديگرن جون ٻه ٽوليون (ٽيمون) ٺهنديون آهن ۽ هرهڪ ٽيم پنهنجو اڳواڻ چونڊيندي آهي. جنهن کي ڪئپٽن يا ڪپتان چئبو آهي.

راند شروع ڪرڻ کان اڳ ٻه ٽيمن جا ڪپتان فيصلو ڪندا آهن ته ڪهڙي ٽيم بيٽنگ ڪري ۽ ڪهڙي ٽيم فيلڊنگ ڪري. انهي لاءِ راند شروع ڪرڻ کان اڳ ٻنهي ٽيمن ڪپتان هڪ سڪو اڇلائي ٽڪو وجهندا آهن. پوءِ ٽڪي ۾ جنهن ٽيم کٽيو انهي کي اهو حق حاصل [illegible] آهي ته اها پهريان کيڏي يا پوءِ. ڪرڪيٽ جي ميدان ۾ آمهون سامهون ٻن طرفن کان مقرر فاصلي تي [illegible] ڪيٽون کوڙيون وينديون آهن. پوءِ وارو وٺندڙ ٽيم جا ٻه رانديگر آمهون سامهون وڪيٽن وٽ بيٽون کڻي بيهندا آهن. هيڏانهن ٻئي وارو ڏيندڙ ٽوليءَ جو بالر هڪ طرف کان بيٽ ڪندڙ رانديگر ڏانهن بال اڇلائيندو آهي. ان ٿي آئوٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. پوءِ بال وڪيٽن کي وڃي لڳندو ته اهو رانديگر آئوٽ ٿيو. پر

اهو بال بئٽ جي ڏڪ لڳڻ کان وارو ڏيندڙ ٽوليءَ مان جيڪي اڳيئي اهڙي مقرر جاين تي خبرداريءَ سان بيهندا آهن ۽ بال جهٽڻ يا ان کي روڪڻ جي ڪوشش ڪندا آهن تہ هو جيئن گهٽ کان گهٽ رنسون ناهي. بال کي ڏڪ لڳڻ کان پوءِ اگ وٺندڙ ٽيم جا ٻئي رانديگر آمهون سامهون ڊوڙي، هڪ ٻئي جي جاءِ مٽائيندا آهن. اهڙي ڊوڙڻ کي "رنس" چئبو آهي. جڏهن بيٽنگ ڪندڙ رانديگر بال کي اهڙي زور سان ڏڪ هڻندو آهي، جو بال ميدان ۾ مقرر ڪيل حد تائين پهچندو آهي تہ اهڙي حالت ۾ بيٺل ايمپائر يعني راند ۾ غير جانبداريءَ سان فيصلو ڪرڻ وارو ائين خاص اشارو ڏيندو آهي. جنهن جو مطلب آهي تہ هيترين يا هيترين رنسون تي چڪيون آهن. جڏهن وارو وٺندڙ ٽيم جا ڏهہ رانديگر آئوٽ ٿي ويندا آهن، تڏهن ٽيم کي آئوٽ قرار ڏنو ويندو آهي. اهڙي طرح وري ٻي ٽيم پنهنجو وارو وٺندي آهي. پوءِ جنهن ٽوليءَ جون وڌيڪ رنسون ٿيون. انهن جي ڪاميابي سمجهي ويندي آهي.

هيءَ راند رانديگرن ۾ ٻڌي، پائبي، اڳواڻي جي لياقت ۽ قاعدي جي پابنديءَ جا گڻ پيدا ڪري ٿي ۽ هن راند ڪري بدن چست ۽ سگهارو ٿئي ٿو.

# 20. برسات جي شام

هڪ ڏينهن جون مهيني جي شام هئي. سڄو ڏينهن سخت گرميءَ کان پوءِ شام جو ٿڌي ۽ هوا سان گڏ، برسات جا آثار ظاهر ٿيا. هر مخلوق ماڻهو، مرونءَ، پکي پکڻ سڀ جو ساهه ڪنيو. وڏيڪ خوشي انهي ڪري ٿي. جوڙتر پاسي ڪارن ڪڪرن ڪَرَ ڪڍيا. جن سج جي تيز ڪرڻن کي پنهنجي اندر ۾ لڪائي زمين وارن لاءِ ٿڌيءَ ڇانوَ جو سامان ميسر ڪيو. سڄي ڏينهن جي گرمي کان پوءِ هي نظارو به عجيب هو. هر طرف کان ٿڌي هير لڳي رهي هئي. سڄي مخلوق جي چهرن تي خوشيءَ جي جهلڪ نظر اچي رهي هئي. خاص ڪري ڳوناٺا خوشيءَ ۾ نه پئي ماپيا. ڏڪار جي ماريلن جي دلين ۾ اها آس اُڀري ته هاڻي ڏکيا ڏينهن ڪافور ٿي ويا. سُکن جو سٺائو واءُ لڳو آهي. هارين هر سنڀاليا. ڀاڳين کي اها خوشي محسوس ٿي ته هاڻي گاهه پنو جام ٿيندو. ڌنارين پيٽ ڀري ايندين، کير مکڻ جام ٿيندو. ڪاٺي خوشي جا گيت ڳائيندا سين.

هڪدم گوڙ جي گجڪارَ ۽ وڄ جي چمڪاٽ سان طوفان شروع ٿيو. گوڙ جي نڪاءُ سان ڪنن جا پردا ٿي ڦاٽا. طوفان سان اونداهي ڇانئجي ويئي حال اهڙو ٿيو جو اک نه ڏسي گوڏي کي. ٿوري دير کان پوءِ اها حالت ختم ٿي،طوفان جو زور ٽٽي ويو. زور سان وڏ ڦڙو مينهن وسڻ شروع ٿيو. هر طرف کان مينهن جو وٺندڙ آواز ٻڌڻ ۾ پئي آيو. سيئي ماڻهو پنهنجن گهرن ۾ گهڙي ويا. مال پنهنجي واڙن وٿاڻن پيڙو ٿيو. ڪافي دير کان پوءِ مينهن اوڪائيو. ۽ هلڪي بوند پئجي رهي هئي. ٻنَ پاڻيءَ سان اڇا ٿي ويا، ڍورا، نيون پاڻي سان تار ٿي گڙگاٽ ڪري وهڻ لڳيون. ڪيٽ ڻيون پاڻي ۾ چڪار ٿي ويون. ننڍڙا ٻار خوشيءَ ۾ مينهن جي پاڻي ۾ ترڳڻ لڳا. اها برسات جي شام عجيب ۽ غريب روح کي راحت ڏيندڙ هئي.

## باب پھريون

# خط لکڻ

خط جي وسيلي اڳلي سان ڳالهائجي ٿو. تنهن ڪري خط ۾ کهراڻ وٺندڙ لفظ استعمال ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي. خط لکڻ ۾ اهڙو طريقو اختيار ڪجي، جيئن ڪنهن سان روبرو ڳالهائبو آهي. عام طرح ڳالهائڻ ۽ خط لکڻ ۾ وڏو فرق آهي. عام گفتگو ۾ هيڏانهن هوڏانهن جون اڙيون ٽڙيون ڳالهيون به ڪبيون آهن. پر خط ۾ صرف ضروري پنهنجي مطلب وارا خيال سلسليوار هڪ ٻئي جي پٺيان ظاهر ڪجن. جيئن گهڻي ڳالهائڻ سان اڳلو بيزار ٿي پوندو آهي، تيئن خط ۾ اجائي ڊگهائي ۽ نامناسب لفظ استعمال ڪرڻ سان به پڙهندڙ بيزار ٿي پوندو. خط ۾ ساڳي ڳالهه وري وري دهرائڻ کان به پاسو ڪجي. خيال صاف، سنا جملا نئا ۽ وڻندڙ استعمال ڪجن. خط ۾ مس ۽ پنو صاف سٺو هجي، خوشخطي خوبصورت هجي، آڏن قڏن اکرن جو پڙهندڙ تي سٺو اثر نه پوندو.

## خط جا پاڱا

خط جا ڪل ڇهه پاڱا آهن:

1. سري جنهن ۾ لکندڙ جي ائڊريس ۽ تاريخ هجي.
2. لقب ۽ خوش خير عافيت
3. خط جو مضمون
4. دعا سلام
5. صحيح ۽
6. سرنامو

# خط لکڻ جو طريقو

خط لکڻ کان اڳ ۾ خط جي ساڄي پاسي پنهنجي ائڊريس لکڻ گھرجي. ان کان هيٺ تاريخ لکجي، جيئن پڙهندڙ کي خبر پوي ته خط ڪٿان آيو آهي. ۽ ڪڏهن لکيو ويو آهي. ان کان هيٺ ٿوري جاءِ ڇڏي لقب لکجي.

لقب مختصر بيان ڪجن. وڏن، ننڍن ۽ پاڻ جيڏن جي لکڻ ۾ وڏو فرق آهي.

مثال:

## 1. وڏن لاءِ

1. مڪرمي جناب............
2. جناب بزرگوار بابا سائين ............
3. محترم والده صاحبه ............
1. قدم بوسيءَ جي بعد عرض ته ............
2. پيرن چمڻ بعد گذارش آهي ته ............
3. نيازن ۽ ادبن بعد ............

## 2. پاڻ جيڏن ۽ دوستن لاءِ

1. پيارا دوست يا پيارا ڀاءُ،
2. منهنجا شفيق ............ سدا خوش هجين!
3. منهنجي پياري ڀيڻ ............
1. السلام عليڪم.
2. ملاقات جي شوق بعد معلوم هجي ته
3. سلامن بعد لکجي ٿو ته ............

## 3. ننڍن لاءِ

1. نورچشم الياس شل! عمر تنهنجي وڏي.
2. برخوردار! رشيد احمد بلند اقباله
3. برادرم عزيز! سدا سلامت هجو.

جڏهن خط جو مضمون ختم ٿئي ته دُعا سلام ضرور لکجي. تنهن کان پوءِ خط لکندڙ پنهنجو نالو لکي، نالي جي اڳيان، جنهن ڏانهن خط لکجي ان جي مان مرتبي ۽ عهدي مطابق هيٺيان لفظ لکڻ گهرجن.

## وڏن لاءِ:

اوهان جو نياز مند............

## پاڻ جيڏن دوستن لاءِ:

1. اوهان جو دوست ............
2. اوهان جو خير انديش ............
3. اوهان جو ڀلو چاهيندڙ ............
4. مخلص ............

| | |
|---|---|
| پٽ ڏانهن: | تنهنجو پيءُ |
| ماءُ جو پٽ ڏانهن : | تنهنجي ماءُ |
| وڏي ڀاءُ ڏانهن: | تنهنجو ننڍو ڀاءُ ............ |
| ننڍي ڀاءُ ڏانهن: | اوهان جو وڏو ڀاءُ ............ |
| پٽ جو پيءُ ڏانهن: | اوهان جو فرمانبردار پٽ ............ |
| ڀائٽي جو چاچي ڏانهن: | اوهان جو فرمانبردار الف – ب |

هاڻي خط کي لفافي ۾ بند ڪري لفافي تي سرنامو هن ريت لکجي:

# باب ٻيون

## پيءُ ڏانهن خط

(هزار روپين لاءِ عرض ڪرڻ)

سعيد آباد ڪراچي.

25 جون 2002ع

جناب بابا سائين!

السلام عليڪم:

عرض ته اوهان کي اها وڏي خوشي ٿيندي، جو آءٌ مئٽرڪ امتحان ۾ اي ون گريڊ ۾ پاس ٿيو آهيان هاڻي مون کي ڪاليج ۾ داخلا وٺڻي آهي ۽ يارهين ڪلاس لاءِ ڪتاب به وٺڻا آهن.

جنهن ڪري نوازش فرمائي، مون کي هڪ هزار رپيا مني آرڊر ڪري موڪليندا. ته وڏي مهرباني. اميد ته اوهان سڀ چڱا ڀلا هوندا. سلام ۽ نياز قبول ڪندا.

اوهان جو فرمانبردار پٽ

محمد حسن

# پٽ ڏانهن پيءُ جو خط

هيرآباد حيدرآباد.

28 جون 2002ع

پيارا پٽ! محمد حسن.

السلام عليڪم:

اوهان جو خط پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي امتحان ۾ بهترين گريڊ ۾ پاس ٿيڻ جي اوهان کي مبارڪ هجي، پٽ! شاباس آئنده به اهڙي محنت ۽ شوق سان پڙهندو رهج. جيئن ڪاميابي حاصل ڪري پنهنجو ۽ اسان جو مان مٿاهون ڪندو رهين. پئسن جي ڪابه ڳڻتي نه ڪر. پئسا هزار رپيا توکي مني آرڊر جي ذريعي موڪلي رهيو آهيان. گهر جي سڀني ڀاتين جا سلام قبول ڪندا.

اوهان جو پيءُ

حسين

ٽڪلي

## جناب عبدالغفار ميمڻ صاحب

ڪانيازاڙ بوڪ اسٽور

اردو بازار ايم - اي جناح روڊ

ڪراچي

# دوستڏانهن خط

## ڪراچي گهمائڻ لاءِ ڪيس دعوت ڏيڻ.

گلشن اقبال ڪراچي.

27 جون 2002ع

پيارا دوست سليم خان.

السلام عليڪم:

اوهان جو خط مليو، پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي. اميد ته آئندي به اهڙي نوازش ڪانءِ نه وساريندا. جيئن ته اوهان جي وئڪيشن شروع ٿي چڪي آهي. اوهان وٽ سکر ۾ بلاجي گرمي هوندي. هتي ڪراچيءَ ۾ موسم وڻندڙ آهي. جي اوهان ڪراچي ايندا ته مون کي خوشي ٿيندي. سمجهان ٿو ته ڪراچي کي ڏٺي اوهان کي ڪافي عرصو ٿي چڪو آهي. هاڻي ڪراچي ۾ تمام گهڻي تبديلي ٿي چڪي آهي. ڪراچي ۾ بيشمار گهمڻ جهڙيون جايون ناهيون ويون آهن. جيڪي ڏسي اوهان کي حيرت وٺي ويندي ۽ گهڻو مزو ايند [illegible] ٿي ويا آهن. جنهن ڪري موڪل ۾ هتي اچي اسان سان گڏ گذاريندا. اميد ته اوهان منهنجي دعوت قبول ڪندا سڀني دوستن کي سلام چوندا.

اوهان جو پيارو دوست

بلاول.

# دوست جي خط جو جواب

پراڻو سکر.
8 جولاء 2002ع

پيارا دوست بلاول،

السلام عليڪم:

احوال ته هتي سڀ خير آهي، اوهان ڏانهن به ڏٺي تعاليٰ خير ڪيو هوندو. اوهان جو خط پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي جو اوهان مون کي ڪراچي اچڻ جي دعوت ڏني آهي مهرباني. منهنجي پاڻ مرضي آهي ته گرمي جي موڪل ڪراچي ۾ گذاريان. اميد ته آئيندي هفتي ۾ اوهان وٽ پهچي ويندس، سلام سڀني دوستن کي چوندا.

اوهان جو پيارو دوست،

سليم خان.

# دوستڏي خط

## (ٻاءَ جي ولادت لاءِ مبارڪباد)

اختر بلڊنگ لاڙڪاڻو.
4 اپريل 2002ع

پيارا دوست هارون.

السلام عليڪم:

عرض ته اوهان جو خط مليو، پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي. اوهان جي ٻاءَ جي ولادت لاءِ منهنجي طرفان مبارڪباد قبول ڪندا. منهنجي دُعا آهي ته الله تعاليٰ اوهان کي هميشه اهڙيون خوشيون نصيب فرمائي، ۽ اوهان جي ننڍڙي ٻاءَ کي الله تعاليٰ وڏي ڄمار عطا فرمائي، ۽ نيڪ صالح بنائي. آمين.

مون اسڪول کان مليل ڪم سڀ ڪري ڇڏيو آهي. اُميد ته اوهان به ڪري ڇڏيو هوندو.

موڪل ختم ٿيڻ بعد وري انشاءَ الله اسڪول ۾ هميشه وانگر گڏ هونداسين. ڇڱو خدا حافظ

اوهان جو دوست احمد خان.

# دوستڏي مبارڪ بادي جو خط

هير آباد حيدرآباد
16 مئي 2002ع

شال خوش هجو.

برادرم دريا خان.

السلام عليڪم:

بعد سلامن جي عرض ته. اوهان جو خط پهتو. اهو پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي. جو اوهان مشترڪ امتحان ۾ اي.ون گريڊ ۾ پاس ٿيا آهيو. تنهن لاءِ اوهان کي مبارڪ باد ڏيان ٿو. پڻ [illegible] امتحان ۾ پهريون نمبر آيو آهي. اوهان ڪان ڪي ٿوريون مارڪون وڌيڪ کنيون اٿس اميد ته اوهان وڌيڪ محنت ڪري ڪاليج ۾ پهريون نمبر حاصل ڪندا.

اوهان جو پيارو دوست ،

ڪمال.

# شاديءَ جو دعوت نامو

مواچ ڳوٺ ڪراچي

8 جولاءِ 2002ع

رم پيارا دوست گل محمد،

السلام عليڪم:

سلامن بعد لکجي ٿو ته اوهان کي اهو ٻڌي خوشي ٿيندي ته منهنجي ننڍي ڀاءُ ٻچل جي شادي خانه آبادي تاريخ 15 جولاءِ 2002ع تي شام جو مواچ ڳوٺ حب ندي روڊ ڪراچي ۾ ٿي رهي آهي اوهان کي ڪوٺ ڏجي ٿي. اميد ته قرب جا پير ڀري، اسان جي اڱڻ تي ايندا. اسان جي خوشيءَ ۾ [illegible] گذارڻ جو موقعو عنايت ڪندا.

اوهان جو جهونو دوست

شير محمد.

# دوست ڏانهن عذر خواهي جو خط

**پلنگ پاڙو ٺٽو**

**محترم دوست عبدالله.**

**السلام عليڪم:**

**اوهان جي موڪليل خط ۾ جڏهن اهي لفظ پڙهيم ته اوهان جو چاچو گذاري ويو آهي، تڏهن زمين پيرن هيٺان نڪري وئي. سخت افسوس ٿيو مرحوم جي هن اوچتي موت برابر گهڻين اکين کي رئاريو هوندو. مگر دوست! ڇا ڪجي؟ سڀ رب جي رضا تي ٿئي ٿو. هونئن به جيڪو ٺڪر گهڙيو آهي، سو ضرور ڀڄندو. اها ئي راه رباني آهي هر ڪنهن کي هلڻو آهي. ڪو اڳ ڪو پوءِ. منهنجي اوهان سان دلي همدردي آهي. منهنجي دعا آهي ته شال! ڌڻي مرحوم کي بخشي ۽ اوهان کي صبر جميل عطا فرمائي. آمين.**

**اوهان جو غمزده دوست:**

**خالد.**

# ڀيڻ ڏانهن خط

## (علم حاصل ڪرڻ لاءِ)

لطيف آباد حيدرآباد.

24 جولاءِ 2002ع

سدا خوش هجين.

منهنجي پياري ڀيڻ مريم.

السلام عليڪم:

احوال ته هتي سڀ خير آهي اوهان ڏانهن به ڏاڍي تعاليٰ خير ڪيو هرندو ادي! ڪاش! تون پڙهيل هجين ها، جو منهنجو خط پاڻ پڙهي سگهين ها. ☆ ادي! علم هڪ وڏو خزانو آهي. اهو جهڙو مردن لاءِ ضروري آهي، تهڙو عورتن لاءِ به. پنهنجي نبي ڪريم ﷺ فرمايو آهي ته "علم هر مرد ۽ عورت تي فرض آهي. علم کان سواءِ انسان خدا کي به نه ٿو سڃاڻي سگهي، انهي کان سواءِ ٻار جي تعليم ۽ تربيت جو ڪم به ماءُ تي آهي. اڻ پڙهيل ماءُ ٻر ڪهڙي اميد رکي سگهجي ٿي؟

اڃا به وقت نه ويو آهي. علم سکڻ جو ڪوشش ڪريو. مون کي پڪ آهي ته تون منهنجي خيالن سان شريڪ ٿيندينءَ. پنهنجي مائٽن کي منهنجا پيار ڏجان.

☆ هاڻي خط پڙهائڻ لاءِ به توکي ٻين جي محتاجي ڪڍڻي پوندي.

تنهنجي پياري ڀيڻ

زينب.

# دوستڌانهن خط

## بيمارجي عيادت لاءِ

ناظم آباد ڪراچي.

22 جنوري 2002ع

پيارا دوست يوسف.

السلام عليڪم:

الله تعاليٰ اوهان کي جلدي صحت عطا فرمائي. اوهان جي ديدار جي سڪ آهي. ادا سائين! ڇا لکان. جيئن اوهان جي ناچاقيءَ جو ٻڌم. ڏاڍي پريشاني ٿي. اڪين ۾ ياڻي اچي ويو. ٻر ٻوءِ پاڻ سنڀالي الله تعاليٰ جي دربار ۾ اوهان جي صحت لاءِ دُعا گهريم.

پيارا! پريشان نہ ٿجو. انساني زندگي ۾ اهڙا لاها چاڙها. بيماريون سيماريون ايندين رهنديون آهن. اميد تہ اوهان کي جلدي الله تعاليٰ شفا عطا ڪندو. اوهان جي غير موجودگي جي ڪري ڪلاس ۾ جيڪا. اداسي ڇانيل آهي. ان ۾ وري رونق اچي ويندي ڪلاس جا سڀ سائي اوهان کي ڏسڻ لاءِ بي تاب آهن.

مايوس هرگز نہ ٿجو. انشاءَ الله جلدي صحت ماڻيندو. وري سڀ ڪلاسي گڏجي زندگي گذاريندا سين.

ٿورڙو عرض آهي. اميد تہ مايو س نہ ڪندا. صحت حاصل ٿيڻ بعد فوراً اچي هتي غريب خانہ تي گذاريندا. سٺو ماحول آهي. اوهان جي ڪمزوري دور ٿي ويندي. اميد تہ عرض قبول پوندو.

اوهان جو دوست.

عمر.

# دوست جي خط جو جواب

فقير جو پڙ حيدرآباد
1 فيبروري 2002ع

سدا خوش هجو.

دوست مهربان عمر خان.

السلام عليڪم:

اوهان جو پريت نامو شفا جو پيغام بڻجي آيو ۽ انهي کي پڙهي ايتري ته خوشي ٿي جيڪا بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. اوهان جي دلداري ۽ همت افزائي جي ڪري منهنجي اڌ بيماري ته ٽلي ويئي ۽ مون دل ۽ دماغ ۾ حيرت انگيز سگهه ۽ سرهائي محسوس ڪئي. اوهان جي سچي دوستي ۽ دلي تعلق جيڪا منهنجي دل تي مُهر هڻي آهي. انهي احسان کي سڄي زندگي ۾ ڪڏهن به نه وساري سگهندس ادا سائين! اخلاص ۽ محبت زندگيءَ جو روح آهن. جن جي وسيلي دوستيءَ جو رشتو مضبوط رهي ٿو.

الله تعاليٰ جي فضل سان ۽ اوهان ڀائرن جي دُعا سان هاڻي ڪافي صحت ۾ اضافو ٿي رهيو آهي. البت اڃا ڪمزوري باقي آهي. اوهان جي دعوت اکين تي، جيئن ئي ڪمزوري ختم ٿئي ته خدمت ۾ اچي حاضر ٿيندس.

اوهان جو پيارو دوست،

يوسف

# بابُ ٽيون

# ڪاروباري خط

## ڪتابن واري دڪاندار کي خط

گهارو هاءِ اسڪول
72 جون 2002ع

اردو بازار ڪراچي.

جناب مئنيجر ڳاب ايجوڪيشنل بوڪس .

السلام عليڪم:

گذارش آهي ته اوهان جي اداري جي هيٺين ڪتابن جي هڪ هڪ ڪاپي هيٺين ائڊريس تي وي -پي جي ذريعي موڪليندا. جيڪڏهن پسند آيا ته سنجي اسڪول ۾ رائج ڪنداسين.

مصنف

1. رهبر سنڌي گرامر علي محمد بلوچ
2. سنڌي گرامر ۽ ڪمپوزيشن بشير احمد جوکيو.
3. سنڌي ورڪ بوڪ ڪلاس ڇهون، سنون، اٺون ۽ نائون.

نيازمند: احسان علي جوکيو.
هيڊ ماستر هاءِ اسڪول گهارو.

# رسالي لاء ايڊيٽر ڏانهن خط

اردو بازار ڪراچي

جامشورو.

جناب ايڊيٽر ٽه ماهي رسالو مهراڻ.

السلام عليڪم:

گذارش آهي ته رسالي مهراڻ جو ساليانو چندو ٻه سو رپيا مني آرڊر ذريعي موڪلي رهيو آهيان. مهرباني ڪري رسالو منهنجي نالي تي هيٺين ائڊريس تي موڪليندا.

اوهان جو مخلص

جاويد

مڪتبه برهان اردو بازار ڪراچي.

# جاءِ جي مالڪ کي مرمت لاءِ خط

سچل ڳوٺ ڪراچي.

28 جون 2002ع

محترم ايوب

السلام عليڪم:

اوهان کي خبر آهي ته هن سال لڳاتار بارش جي ڪري، اوهان جي جاءِ جي حالت خراب ٿي رهي آهي. گذريل ٽن سالن کان وٺي جاءِ جي مرمت نه ٿي آهي. ڇت مان پاڻي ٽمندو رهي ٿو. جنهن ڪري ڀتين ۾ سيرون پئجي رهيون آهن. هن سال جي زوردار بارش جي ڪري ڀتين ۾ ٻيل ڏار وڏيڪ ويڪرا ٿيندا پيا وڃن. جنهن ڪري ڇت ڪرڻ جو انديشو آهي. گهر جي پوسل ۽ سر جي ڪري فرنيچر کي نقصان ٿي رهيو آهي. مون کي سخت تڪليف آهي. مهرباني ڪري جيترو جلد ٿي سگهي، جاءِ جي مرمت ڪرائيندا. نه ته حالت ۾ آءٌ خود مرمت ڪرائي اوهان جي مسواڙ مان پئسا ڪاٽيندس.

اطلاع لاءِ عرض ڪندڙ مسواڙي

سانوڻ خان.

# باب چوٿون

# درخواستن جا نمونا

## پرنسپال کي هڪ ڏينهن موڪل لاءِ درخواست

گلستان جوهر ڪراچي.

خدمت ۾ جناب پرنسپال سنڌ ماڊل ڪاليج.

جناب اعليٰ:

بعد ادبن جي عرض ته مون کي رات کان وٺي سخت بخار آهي. جنهن ڪري ڪاليج اچڻ کان لاچار آهيان. مهرباني ڪري مون کي هڪ ڏينهن (17 آگسٽ 2002ع) موڪل ڏيڻ فرمائيندا ته سائين جن جو شڪرگذار رهندس.

اوهان جو شاگرد فيروز لانگاهه

گلستان جوهر، ڪراچي.

16. آگسٽ 2002ع

# فيءِ معاف ڪرائڻ لاءِ درخواست

خدمت ۾ جناب پرنسپال

اين- جي- وي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪراچي.

جناب اعليٰ:

بعد ادب جي عرض ته ڪريان ته منهنجو پيءُ هڪ غريب پٽيوالو آهي. گهڻي عيال وارو آهي. منهنجي اسڪول جي فيءِ پوري نه ٿو سگهي. مهرباني ڪري منهنجي اسڪول جي فيءِ معاف ڪرڻ فرمائيندا ته سائين جن جو شڪرگذار رهندس.

اوهان جو فرمانبردار شاگرد

ڪمال پٽ علي ڪلاس ڏائون الف

تاريخ 16 جولاءِ 2002ع

# نوڪري لاءِ درخواست

ضلع ملير.

خدمت ۾ جناب ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر.

جناب اعليٰ:

عرض ته آءٌ هڪ غريب بي روزگار نوجوان آهيان. مون اخبار ۾ اوهان جو اشتهار پڙهيو آهي، ته اوهان وٽ ڪي جايون پرائمري ماستريءَ جون خالي آهن. انهن مان هڪ لاءِ هيءَ درخواست پيش ڪري رهيو آهيان. اميد ته ڪريان ته مون کي انهيءَ جاءِ تي مقرر فرمائي، روزگار عطا ڪرڻ فرمائيندا ته سائين جن جو نهايت شڪرگذار رهندس.

منهنجو مڪمل تعارف هن ريت آهي.

نالو: محمد ايوب

پيءُ جو نالو: عثمان

علمي لياقت: انٽر سائنس اي گريڊ ۾ پاس

جنم جي تاريخ: 22 جولاءِ 1980ع.

ڊوميسائيل: ضلعو ملير ڪراچي.

ائڊريس: برانچ پوسٽ آفيس ڪانوڙ وايا مراد ميمڻ گوٺ ملير ڪراچي

عرضدار: محمد ايوب

تاريخ: 3. آگسٽ 2002ع

# انگريزي اسڪول کولڻ لاءِ درخواست

ڪراچي.

خدمت ۾ جناب ڊائريڪٽر آف ايجوڪيشن

جناب اعليٰ:

عرض ته اسين هيٺ صحيح ڪندڙ ڳوٺ ٻنجهو جوکيو ضلع مليرجا سائين جن کي باادب عرض ٿا پيش ڪريون ته اسان جي ڳوٺ ۾ هڪ پرائمري اسڪول آهي. انهي ۾ اسان جي ڳوٺ ۽ ٻين آس پاس وارن ڳوٺن جا ٻار پڙهن ٿا. ۾ انگريزي اسڪول ڪونهي، جنهن ڪري اسان جا ٻار سيڪنڊري تعليم کان محروم آهن. سرڪار نامدار سيڪنڊري اسڪول لاءِ هڪ عاليشان عمارت به ٺهرائي ڏني آهي. جنهن ڪري سائين جن نوازش فرمائي اسان جي مرڪزي ڳوٺ واري پرائمري اسڪول کي اپ گريڊ ڪري لوئر سيڪنڊري اسڪول ٺهيو وجي ته سائين جن جا نهايت شڪرگذار رهنداسين.

ڳوٺائن جون صحيحون

تاريخ: 3 مارچ 2002ع.

# بندوق جي ليسن لاءِ درخواست

ضلع مليرِ.

خدمت ۾ جناب ڊپٽي ڪمشنر.

جناب اعليٰ:

آءٌ هيٺ صحيح ڪندڙ رضا محمد پٽ علي جوکيو. ويٺل ڳوٺ پهلوان جوکيو سائين جن کي با ادب عرض ٿو پيش ڪريان ته آءٌ مالدار۽زميندار ماڻهو آهيان. مون کي پنهنجي مال ۽ جان جي بچاءَ لاءِ بندوق جي سخت ضرورت آهي. جنهن ڪري مون کي بندوق جو ليسن ڏيارڻ فرمائيندا ته سائين جن جو شڪرگذار رهندس.

عرضدار: رضا محمد پٽ علي جوکيو

ڳوٺ پهلوان جوکيو ڳاڙهو ضلع ملير

تاريخ: 19آگسٽ 2002ع

# پوسٽ آفيس برانچ کولڻ لاءِ درخواست

صوبه سنڌ ڪراچي.

خدمت ۾ جناب پوسٽ ماسٽر جنرل

جناب اعليٰ:

اسين هيٺ صحيح ڪندڙ ڳوٺ الهداد جوکيو ضلع ملير جا سائين جن کي باادب عرض ٿا پيش ڪريون ته اسان جي ڳوٺ کي پوسٽ جي ڏاڍي تڪليف آهي. ملير ۽ ڪانوڙ جون پوسٽ آفيسون اسان کان 10 - 12 ميل پري آهن. اسان جو مرڪزي ڳوٺ آهي. اسان جا ڪافي ماڻهو ٻاهر نوڪريون ڪن ٿا ۽ انهي کان سواءِ اسان جا ڪيترا شاگرد ٻاهر ٻين شهرن ۾ پڙهن ٿا، انهن کي به حال احوال ڏيڻ ۾ تڪليف ٿئي ٿي. تنهن ڪري سائين جن کي عرض آهي ته اسان جي ڳوٺ ۾ برانچ پوسٽ کولڻ لاءِ حڪم ڏيڻ فرمائيندا ته سائين جن جا شڪر گذار رهنداسين.

تاريخ: 22 آگسٽ 2002ع

صحيحون ڳوٺاڻن جون.

# اسپتال کولائڻ لاءِ درخواست

صوبہ سنڌ.

خدمت جناب سيڪريٽري هيلٿ ڊپارٽمنٽ

جناب اعليٰ:

عرض تہ اسين هيٺ صحيح ڪندڙ ڳوٺ الهداد جوکيو تعلقو ۽ ضلع ملير ڪراچيءَ جا سائين جن کي با ادب عرض ٿا پيش ڪريون تہ اسان جي ڳوٺ ۽ ٻوارن ڳوٺن ۾ ڪابہ اسپتال ڪانهي. بيماريءَ جي حالت ۾ اسان کي ڪراچي ۽ ملير جهڙن دور دراز شهرن جي اسپتالن ۾ مريضن کي کڻي وڃڻو پوي ٿو. جنهن ڪري مريضن کي گهڻي تڪليف ٿئي ٿي ۽ بيماريءَ ۾ اڃا اضافو ٿئي ٿو جنهن ڪري سائين جن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ جيترو جلد ٿي سگهي اسان جي ڳوٺ ۾ اسپتال کولڻ جي منظور ڏيڻ فرمائيندا تہ سائين جن جا شڪرگذار رهنداسين.

تاريخ: 8 جولاءِ 2002ع

صحيحون ڳوٺاڻن جون.

# ريلوي اسٽيشن ماسٽر جي نالي ريل گاڏيءَ ۾ خاص گاڏي لاءِ گهر

ڪراچي سٽي ريلوي اسٽيشن.

خدمت ۾ جناب اسٽيشن ماسٽر صاحب

جناب اعليٰ:

عرض ته اسان جي خاص ٽيهن شاگردن جي ٽير، موهن جو دڙو گهمڻ لاءِ لاڙڪاڻي وڃڻ جو پروگرام رٿيو آهي. اسان هتان 20 جون تي نڪرنداسين. مهرباني ڪري 20 جون تي بولان ميل ۾ سيڪنڊ ڪلاس جي هڪ بوگي اسان لاءِ مخصوص ڪرائي وڃي، جنهن ۾ 30 ڄڻن جي سيٽن جي گنجائش هجي. انهي سان گڏ ريلوي کاتي طرفان شاگردن لاءِ جيڪا ڀاڙي جي رعايت مليل آهي. انهي رعايت جي به اسان سان مهرباني ڪئي وڃي، ان جي لاءِ ريلوي طرفان مقرر ڪيل فارم ڀري جناب هيڊ ماسٽر صاحب جي تصديق سان، هن درخواست سان گڏ خدمت ۾ عرض رکجي ٿو.

اوهان جو مخلص،

نور محمد

شاگرد اين. جي. وي هاءِ اسڪول

ڪراچي.

تاريخ: ٦ جون 2002ع

# بس سروس چالو ڪرڻ لاءِ ايڊيٽر ڏانهن درخواست

ڳوٺ رئيس وليداد جوکيو.
ءِ پروارا ڳوٺ.

ڪراچي.

خدمت ۾ جناب ايڊيٽر روزاني عوامي آواز

جناب اعليٰ:

مهرباني ڪري هيٺيون چند سٽون، پنهنجي نامور اخبار جي ڪالمن ۾ شايع ڪري غريب عوام کي شڪر گذاريءَ جو موقعو عنايت ڪندا.

ڪراچي کان نوري آباد تائين بس سروس شروع ڪئي وڃي.

ڪراچي کان نوري آباد تائين سپر هاءِ وي تي ٻهراڙي جا گهڻا ڳوٺ آهن، پر انهن جي آمدرفت لاءِ ڪوبہ معقول بندوبست ڪونهي، حيدرآباد ۽ ڪراچي جي وچ ۾ هلندڙ بسون، ٻهريان نہ وچ رستي جو ڪوبہ پئسينجر نہ کڻنديون آهن. جيڪڏهن کڻن ٿيون تہ حيدرآباد ۽ ڪراچي جون ڦل ڀاڙو وٺن ٿيون جو غريب عوام جي سگهہ کان ٻاهر آهي، ٻيو تہ چڙهڻ ۽ لهڻ مهل ايترو تہ جلد بازي ڪندا آهن، جو ڪنهن بہ وقت حادثو پيش اچي سگهي ٿو. تنهن ڪري گورنمينٽ ٽرانسپورٽ اٿارٽي کي عرض ٿو ڪجي تہ انهي ايراضيءَ جي غريب پٽ ني پيل عوام جي سهولت لاءِ ڪراچي کان نوري آباد تائين بس سروس هلائي وڃي.

ڳوناڻن جون صحيحون.

تمت بالاخير

# وڪر ڏيرون ڏير ..............

صحت مند ٻولي اها چئبي، جيڪا ويا ڪرڻ ۽ صرف ونحو جي ماپن تي پورو لهي. سڌريل ٻولي چئبو ئي انهي، کي آهي، جنهن جي ساخت، سٽاءُ، جڙاءُ، سونهن ۽ موزونيت ڪنهن تي پڙهندڙ کي متاثر ڪري. انهي، لاءِ ٻولي، جي پارکن ۽ ماهرن ڪي اصول واضح ڪيا آهن. جيئن لفظن جي جوڙ، جملن جي بيهڪ صحيح ۽ غلط بيانن ۾ فرق معلوم ڪري سگهجي. ان لاءِ لسانيات جي ماهرن ويا ڪرڻ، صرف ونحو ۽ گرامر وغيره جهڙا ماپا ۽ ماڻا مقرر ڪيا آهن.

سنڌي ٻولي هڪ شاهوڪار ٻولي آهي. هي 52 اکرن جي زرخيز زمين جي مالڪ آهي. حرفن، لفظن، جملن اصطلاحن، اشتقاقن ۽ پهاڪن جو ته ڪاٿو ئي نه آهي. ان لاءِ ٻولي، جي ماهرن مختلف زاوين تي گرامر جا ڪتاب لکي سنڌي ادب ۾ وڏو ڪارج حاصل ڪيو آهي.

اسان جي هر دلعزيز دوست محترم سائين بشير احمد صاحب به گرامر جهڙي اهم پر ڪٺن ڪم ۾ ڪمرڪشي وڏي محنت ڪئي آهي. سندن لکيل "نور گرامر" تي هن حقيقت ۾ نور نچوڙيو آهي. وڏي عرق ريزي ڪري پرائمري ليول کان سيڪنڊري سطح تائين مشڪل ۽ خشڪ ڪم کي سهل ۽ آسان بنائي پيش ڪيو آهي.

نور گرامر ۾ علم وادب ۽ زبان وبيان جي هر صنف تي مختصر پر جامع روشني وڌل آهي. سادن مثالن روزمره استعمال ٿيندڙ پهاڪن ۽ چوڻين کي پيش ڪيو آهي. نثر ۽ نظم کي به سهل ۽ آسان بنائڻ لاءِ صرف ونحو ۽ علم و عروض جي پدن ۽ ارڪانن ۾ ورڇيو آهي. جيئن قارئين خصوصاً طالب علم هر صنف مان چڱو چوکو لاڀ حاصل ڪري سگهن.

سائين بشير احمد گرامر کي پنجن اهم بابن ۾ تقسيم ڪيو آهي. جيئن، ويا ڪرڻ - نحوي صرفي جملن کي سمجهائڻ ۾ وڏي جانفشاني ڪئي آهي. شعر و شاعري علم و ادب ۽ علم عروض تي جدا بابن ۾ روشني وڌل آهي. آخر ۾ مختلف نوعيت جي مضمون نويسي ۽ خط وڪتابت ۽ درخواستن جا به مثال ڏنل آهن. ته جيئن متعلم ۽ معلم (شاگرد ۽ استاد) کي دقت ۽ مشڪلات پيش نه اچي.

محترم سائين بشير احمد صاحب سچ پچ ڪيرون لهڻيون جنهن گرامر جهڙي مشڪل ۽ ڏکئي ڪم کي آسان ۽ سهل نموني نڀائي، شاگردن، استادن ۽ علم وادب جي پارکن جي هٿن تائين پهچائڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي.

منهنجي خيال ۾ سائين بشير احمد صاحب جي ڪاميابي، جو سهرو سندن استادي پيشي سان جذبه - خلوص جو نتيجو آهي. پاڻ سڄي زندگي هڪ بهترين ۽ مثالي استاد ٿي رهيا آهن. ايتري قدر جو اڄا تائين به ان مقدس پيشي سان وابسته رهندا اچن ٿا.

اميد ته سندن هي، مقدس موڙي - شاگردن استادن ۽ علم وادب دوستن لاءِ بهترين ڪارآمد ثابت ٿيندي.

## وڪر سو وهاءِ جو پئي پراڻو نه ٿئي.

**احسن جوکيو**

**گهارو**

25 آگسٽ 2004





صاحب خان "سورهه" ميراڻي

**Cell No: 0344 - 3919786**

**Cell No: 0300 - 3404488**

ايڊمن : فيس بوڪ پيج ۽




واٽس ايپ گروپ